لوڪ ادب سلسلي جو ٻارهون ڪتاب

# سنڌي سينگار شاعري

تحقيق ۽ تصنيف

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
ڊائريڪٽر لوڪ ادب اسڪيم
سنڌي ادبي بورڊ

سنڌي ادبي بورڊ
ڄامشورو/حيدرآباد سنڌ
پاڪستان
۱۴۰۶هه/۱۹۸۶ع

ڇهر يون ڇاپو سال ١٤٠٦ھ/١٩٨٦ع تعداد ٢٠٠٠



قيمت:

60.-00

سلڻ جو هنڌ

سنڌي ادبي بورڊ جو بوڪ اسٽال
تلڪ چاڙهي حيدرآباد سنڌ ۽
نيو ڪئمپس ڄامشورو.

ٽپال ائڊريس

(جي. پي. او باڪس نمبر ١٢، حيدرآباد سنڌ)

هيءُ ڪتاب ميان الله بچائي يوسف زئي، مئنيجر، سنڌي ادبي بورڊ
پرنٽنگ پريس، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ ۾ ڇاپيو ۽ مسٽر محمد حسين ترڪ،
سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ان کي شايع ڪيو.

انتساب

# پياري سڄڻ
## مرحوم محمد اسماعيل ذون جي نالي

جيڪو راقم سان سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ڪي وڃڻ ۽ سگهڙن کي ڳولڻ، ساڻن ڪچهريون ڪرڻ ۽ ڪانئن سينگار ۽ سگهڙپائي جي ذخيري کي سهيڙڻ ۾ ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺو.

مرحوم ٺٽي جي اسلام ڪوٽ واري علائقي ۾ پنهنجي راڄ ڀاڳ ۽ وڏي اثر رسوخ وارو هو. ڪيس سنڌ جي ريت رسم، رهاڻ ۽ ڪچهري جو وڏو قدر هو، ۽ انهيءَ جذبي ئي ڪيس منهنجي جنون ڏانهن متوجه ڪيو. شڪارپور جو ڊپوٽي ڪليڪٽر هو جو ساڻس ڏيٺ ٿي، پوءِ ٺٽي ضلعي جو ڊپوٽي ڪمشنر ٿيو ۽ ٻين عهدن تي فائز رهيو. ويهن سالن کن جي نوڪري واري انهيءَ عرصي ۾ مرحوم مون کي اهو محسوس ٿيڻ نه ڏنو ته ڪو هو آفيسر آهي، يا ڪو هو فارغ ناهي جو مون سان گڏ هلي: هڪ طرف سسئي جي وات کي وڃڻ لاءِ گڏاپ کان پبوٽي ۽ اتان لاهوت ۽ شاه بلاول تائين، ته ٻئي طرف هاڙهي ۽ هنگلاج تائين مون سان پيڙهو رهيو. بس چوڻ جي دير هئي ته فلاڻي پاسي فلاڻو سگهڙ ڳجهي ٿو ۽ هلڻو آهي: مرحوم بنا دير جي سڀ انتظام ڪري ٻيا سڀ ڪم ڇڏي مون سان گڏجي هلي اتي پهچندو هو. دادو جو ڊپوٽي ڪليڪٽر هو جو ڪيس چيم ته ڳاجي شاه (تعلقو جوهي) جو ميلو آهي جتي 'ڪاڇي' جا ڪي نه ڪي سياڻا سگهڙ ايندا. اتي ڪا ڪچهري رکون. چيائين ته واه جا صلاح آهي: بس انتظام ٿيا، طنبو لڳي ويا، ۽ ميلي واري رات وڏي، ڪچهري ٿي جيڪا ڪاڇي ۾ پوءِ يادگار رهي. هڪ ڀيري محراب پور جمالي (تعلقو اوستہ محمد، بلوچستان) ۾ وڃي پهتاسون جتي مير شاهنواز خان شاهلياڻي وڏي ڪچهري جو انتظام ڪيو. اتي مون چيو ته: هتان موٽندي

سنڌو واپس هلڻ بدران شهداد ڪوٽ هلون، اتان قنبر ۽ پوءِ اتان وڳڻ ۾ هلون ۽ اهڙي طرح ڪچهريون ڪندا هلي دادو پهچون. مرحوم چيو ته: سهڻي صلاح آهي ۽ واه جي ڪچهريون ٿينديون! پوءِ اهوئي پاسو ورتوسون، وڏيون پچائون ڪيونسون، سگهڙن سان ملياسون ۽ گهڻيون ڪي ڳالهيون هٿ ڪيونسون. تاريخ ٢٩-ڊسمبر ١٩٥٩ع هئي ۽ دادو پهچڻ وارا هئاسون، جو اسان جي انهن ارادن ۽ رٿائن، سعين سنبتن، ڪشالن ڪوشش ۽ ڪامياب ڪچهرين ڪان متاثر ٿي سون جيپ هلندي هيئيان بيت وندر ورونهه خاطر چيا. سندس محبت ۽ سنگت جا يادگار اهي بيت هيٺ ڏجن ٿا:

سامي سفر هليا، توڪل توهم ڪٽي
وندر ۽ ورونهه جي تن ڪا جا ڳالهه ڳٺي
ڪيهه ڪتوريان اڳري تن پٽن جي پٺي
پني پنج ڪٽي، گنج وڏائون گودڙيين (١).

—

'نونن' ڏٺيو نينهن ڪي، 'ميم' رکي سنجهه من (٢)
مصلحت ڪا مونڻ جي ڪانه ڪيائون ڪن (٣)
تسيا ڏيئي تن، من مرادون ماڻيون.

—

ڪٽي پرين ڪڏ ٿيا، الفت اوريائون
سڪ صحبت ساء سندا سڳا سوريائون
وزن جي وتوف جا تسو توريائون
چونڊي چوريائون، گوهر گفتا گن جا.
(٢٩-١٢-١٩٥٩ع)

---

(١) ڪچهرين ۾، ڪو بيت ڪتان ته ڪا ڳالهه ڪتان هٿ ڪري ذخيرو گڏ ڪيوسون. (٢) نونن=ٻن نولن، يعني نون محمد اسماعيل ۽ نون نبي بخش. ميم=محبت. (٣) ارادو ڪندا هئاسون ته اهو اڄ تر هوندو هو. ڏکيون واٽون ڏوري، آڌي مانجهي وڃي منزل تي پهچندا هئاسون.

# مهاڳ

سنڌ جي "لوڪ ادب" کي سهيڙڻ لاءِ هڪ تفصيلي تجويز، سنه ١٩٥٥ع ۾ "سنڌي ادبي بورڊ" جي سامهون رکي ويئي، جا ١٩٥٦ع جي آخر ڌاري بورڊ بحال ڪئي، ۽ ان جي عملي نگراني ۽ تڪميل بنده جي حوالي ڪئي.

ان تجويز مطابق، جنوري ١٩٥٧ع کان لوڪ ادب سهيڙڻ جو ڪم شروع ڪيو ويو، انهيءَ سلسلي ۾ تعلقيوار ڪارڪن مقرر ڪيا ويا ته ڏنل هدايتن موجب، پهراڙي مان مواد گڏ ڪري موڪلين. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ "سنڌي لغت آفيس" سان گڏ "لوڪ ادب" جي مرڪزي آفيس قائم ڪئي ويئي، ۽ ڪارڪن مقرر ڪيا ويا ته مقامي طور گڏ ڪيل توڙي ٻاهران آيل مواد کي هدايتن موجب ورچي ورهائي، پيٽي صاف ڪري، ڇپائڻ لائق بڻائين.

پهريان ٻه سال ١٩٥٧ع ۽ ١٩٥٨ع، لوڪ ادب جي مواد سهيڙڻ ۾ صرف ٿيا. انهيءَ عرصي ۾ تعلقيوار ڪارڪنن، ڳوٺن مان گهربل ڳالهيون هٿ ڪيون، مرڪزي آفيس جي عملي ڇپيل ڪتابي ذخيري مان ضروري مواد اتاريو، ۽ بنده ڪوشش ڪري سنڌ جي هر پاڱي جو گشت ڪري، سڄاڻ سگهڙن سان ڪچهريون ڪيون ۽ عام سنڌي ادب جي هر پهلو کي سمجهڻ ۽ ان جي خاص ذخيري کي قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ سعيي ۽ همت، بلڪ جذبي ۽ محبت سان قدري ايترو مواد گڏ ٿيو جو ان جي آڌار تي عام سنڌي ادب جي هر

ڀاڱي بابت، نموني طور هڪ ڪتاب مرتب ڪري سگهجي. ڪتابن جي تاليف جو سلسلو ٽئين سال ۱۹۵۹ع کان شروع ڪيو ويو.

هت ٻه ڳالهيون واضح ڪرڻ ضروري آهن:

پهريون ته هن تجويز موجب، سنڌي ٻولي جي عام ادب جون اهي جملي جنسون، جيڪي هن وقت تائين ٻهراڙيءَ جي عوام ۾ عام مقبول ۽ مروج آهن، تن کي "لوڪ ادب" جو ذخيرو تسليم ڪيو ويو آهي. انهيءَ ذخيري ۾ سنڌي ادب جون معياري جنسون پڻ شامل آهن، مثلاً: مداحون، مولود، ٽيهه اکريون، قافيون وغيره؛ مگر جيئن ته اهي هن وقت تائين ٻهراڙي ۾ عام مقبول ۽ مشهور آهن، انهي ڪري انهن کي پڻ "لوڪ ادب" جي دائري ۾ شمار ڪيو ويو آهي. انهي لحاظ سان، هن تجويز هيٺ گڏ ڪيل "لوڪ ادب" کي "فوڪ لور" (*Folklore*) جي مغربي مفهوم سان تعبير ڪرڻ صحيح نه ٿيندو. اسان جي ملڪ ۾ شهري زندگي اڃان ايتري وسعت يا خاص نوعيت اختيار نه ڪئي آهي، جو اها عام ملڪي تمدن جو يا "معياري ادب" جو سرچشمو بڻجي. سنڌي زندگي جو مرڪزي دائرو اڃا تائين ڳوٺ آهي، ۽ سنڌي ادب جو وڏو ذخيرو اهوئي آهي جيڪو عوام جي زندگي جو آئينو آهي. انهيءَ ڪري هن مرحلي تي سنڌي ٻولي جي "لوڪ ادب" ۽ "معياري ادب" جي وچ ۾ حد فاصل قائم ڪري نٿي سگهجي.

ٻيو ته هن تجويز ذريعي "لوڪ ادب" جو سمورو مواد گڏ نه ٿي سگهيو آهي؛ ان کي سهيڙڻ لاءِ وڏي ڪشالي ۽ ڪافي ذريعن جي ضرورت آهي. لوڪ ادب جو سچو ذخيرو گڏ ڪرڻ چڻ اٿاهه سمنڊ سوجهي مڙني موتين ۽ ماڻڪن کي ميڙڻ برابر ٿيندو، جو ٿوري وقت اندر ناممڪن آهي. البت جو ڪجهه گڏ ٿي سگهيو آهي، سو لوڪ ادب جي هر جنس بابت مثالي مواد آهي. انهيءَ لحاظ سان هن تجويز هيٺ تاليف ڪيل

ڪتاب اميد تہ آئنده ڪوشش لاءِ نمايان نشان ۽ نيڪ فال ثابت ٿيندا.

”لوڪ ادب“ تجويز جيتوڻيڪ بنده جي طرفان پيش ٿي مگر ان جي عملي سربراهي توڙي تڪميل ۾ گهڻن ئي مخلصن جون ڪوششون شامل آهن. اول تہ سنڌي ادبي بورڊ جي ميمبرن ڪي جس جڳائي، جن هن تجويز کي سنہ ١٩٥٦ع ۾ منظور ڪيو. ان بعد مواد گڏ ڪرڻ، سهيڙيل مواد کي صاف ڪرڻ ۽ ترتيب ڏيڻ، ابتدائي مسودا توڙي پريس ڪاپيون تيار ڪرڻ، ۽ آخر ۾ ڪتاب ڇپائڻ ۾ ڪيترائي ساٿي پاڻهن پيلي ٿي بيٺا. هن تجويز کي ڪامياب بنائڻ ۾ تعلقيوار ڪارڪنن، مرڪزي آفيس جي باهمت فردن، سنڌ جي سڄاڻ سگهڙن، ۽ خاص طور انهن مڙني دوستن جو حصو آهي جن بنده لاءِ سگهڙن کي گڏ ڪرڻ ۽ ساڻن ڪچهرين ڪرڻ ۾ پنهنجي هڙان وڙان مدد ڪئي.

هي ڪتاب ”لوڪ ادب“ سلسلي جو يارهون ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ شامل مواد جا بيت راقم ڪي پهريون ڀيرو سنہ ١٩٤٦ع ۾ لس ٻيلي جي سگهڙن کان مليا ۽ ان بعد ١٩٥٠ع کان وٺي وڌيڪ مواد گڏ ڪرڻ شروع ڪيو ويو، ۽ اهو سلسلو ويندي هن ڪتاب جي ڇپائي تائين هلندو آيو آهي.

هيءُ ڪتاب هن کان گهڻو اڳ تيار ٿي ڇپجي وڃي ها، مگر بدقسمتي سان لوڪ ادب جي تجويز جي تڪميل ۾ وقت بوقت ڪي تہ ڪي رنڊڪون پئي پيون آهن، جن جو ذڪر هن کان اڳ ڇپيل مهاڳن ۾ اچي چڪو آهي. سنڌي ادبي بورڊ جي نئين سر تشڪيل ۽ خاص طرح محترم عبدالحميد آخوند (سنڌ حڪومت جي ثقافتي شعبي جي ڊائريڪٽر) جي همت ۽ ڪوشش سان بورڊ جي ڪم ۾ جيڪا تيزي ۽ توانائي آئي آهي تنهن سان هن ڪتاب جي ڇپائي ۾ ڀڻ سيگهہ

ٿي آهي. هن وقت تائين لوڪ ادب تجويز ميٺ رٿيل ڪتابن سان اٺيهه ڇپجي چڪا آهن ۽ هي اوڻيتاليهون ڪتاب آهي جيڪو شايع ٿي رهيو آهي. جيڪڏهن حياتي وفا ڪئي ته باقي رهيل ڪتاب پورا ڪري ڪم از ڪم چاليهن جلدن جي تحقيقي ڪارنامي کي توڙ تائين پهچايو ويندو.

هن ڪتاب جو مواد وڏا پنڌ ڪري، واهڻ وسيون ووڙي، سگهڙن کي ڳولي ساڻن ڪچهريون ڪري وڏي قرب ۽ ڪشالي سان گڏ ڪيو ويو آهي. سڀ ڪان اول انهن سڄاڻ سگهڙن کي جس ۽ آفرين آهي جن سنڌي سينگار شاعري جا سهڻا پر سمجهڻ ۾ ڏکيا بيت ڪانئن وڏن سگهڙن کان سکي ياد ڪيا ۽ انهن کي سيني به سيني سانڍي سنڌي شعر ۽ ادب جو هي خزانو محفوظ ڪيو. راقم کي جن سڄاڻن کان هي مواد مليو تن جا نالا بويان ضميمي ۾ سندن يادگار طور ڏنا ويا آهن.

پڙهيل طبقي، لوڪ ادب جي قيمتي ذخيري ڏانهن عموماً گهٽ توجهه ڪيو. سينگار شاعري جي صنف کي سمجهڻ ۽ سهيڙڻ ۾ پيو فقط محترم عبدالڪريم سنديلو (هاڻي ڊاڪٽر) هو، جنهن ان ساڳئي وقت ۾ پاڻ پتوڙيو جڏهن راقم ان ڪشالي ۾ رڌل هو. سنه ١٩٥٥ع ۾، راقم جو تحقيقي مضمون رسالي مهراڻ ۾ ڇپيو ۽ ١٩٥٦ع ۾ سڄڻ سنديلي جو ڪتاب "سنڌ جو سينگار" شايع ٿيو. جيئن ته جستجو جي لحاظ سان فقط ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو ئي هن وات کان واقف آهي انهيءَ ڪري منهنجي سڏ تي ڇپيل ڪتاب کان سواءِ باقي جيڪو ڪجهه مواد وٽس هو سو ڏياري موڪليائين. هن ڪتاب ۾، ڊاڪٽر سنديلي جي موڪليل مواد توڙي ڪتاب "سنڌ جو سينگار" واري لکيت ۾ آيل مواد (= س) کي پيش ڪيو ويو آهي.

'سنڌي سينگار شاعري' جا اهي شاعر جيڪي اڳ ئي گذريا تن بابت جيڪو ٿورو گهڻو ڏس مليو تنهن جي آڌار تي هر

انهيءَ ڳوٺ ۽ واهڻ تائين اسان پاڻ پنهنجي سر پهچي وڃي پڇا ڪئي ۽ اهڙيءَ طرح گهڻن شاعرن جي ڪنهن حد تائين سڄاڻپ ٿي. باوجود انهيءَ جي، سواءِ زباني خبرن جي ٻيو ڪو حيلو نه هلي سگهيو. هن ڪتاب لکندي به جتان ڪي وڌيڪ اعتبار جهڙيون خبرون مليون انهن تي ڀروسو ڪيو ويو. پڇا جو اهو سلسلو جاري آهي ۽ هلندو رهندو. صفحي ١٤٣ تي شاعر يوسف ڪٽي جو ذڪر آهي جنهن بابت گمان هو ته هو شڪارپور جو هو. تازو راقم کي پنهنجي ڏيهه سال کن اڳ جي لکيل يادداشتن مان پتو پيو ته: يوسف ڪٽي ڳوٺ جهونگل تعلقي ٺل جو ويٺل هو، ۽ وڏيري ايوب خان ٻرڙي جو ساٿياري هو جيڪو پاڻ وڏو سگهڙ هو.

هن ڪتاب جي مواد کي سهيڙڻ ۾ ڪيترن ئي مهربان دوستن پنهنجي هڙان وڙان راقم جي مدد ڪئي ۽ ڪچهرين جا منڊل مچايا. ڪيترن ئي سڄاڻ سگهڙن پنهنجي سيني به سيني سانڍيل روايتن جو ذخيرو مهيا ڪيو. سندن نالا ڪتاب جي پوين ضميمي ۾ يادگار طور قلمبند ڪيا ويا آهن ته جيئن سندن مدد جو حق ادا ٿي سگهي. جن سڄڻن گهڻي ۾ گهڻي مدد ڪئي تن مان مرحوم محمد اسماعيل خان نون جو نالو اڳاهون آهي. سندس محبت ۽ مدد شامل حال نه رهي ها ته سينگار شاعري جو هيترو سارو قيمتي مواد گڏ ٿي نه سگهي ها. سندس احسانن جي مدنظر هيءُ ڪتاب سندس نالي منسوب ڪيو ويو آهي.

مرڪزي آفيس جي ٻين ڪارڪنن سان گڏ خاص طرح محترم محمد اسماعيل شيخ ۽ محترم ممتاز مرزا هن ڪتاب

جي مواد کي آتاري يڪجا ڪيو جو پريس ڪاپي تيار ٿي سگهي. محترم محمد اسماعيل شيخ پريس تائين مواد پهچائڻ ۽ ڪم سنڀالڻ جو بارو کنيو. سنڌي ادبي بورڊ پريس جي مئنيجر محترم الله بچائي يوسف زئي هن ڪتاب جي ڇپائي جي پوري نگراني ڪئي. ڪتاب جي رٿا ۽ آخري سڀاءَ توڙي ترتيب ۽ تصنيف لاءِ بنده راقم خود ذميوار آهي.

اسلام آباد
٨ - جولاءِ ١٩٨٦ع

خادم العلم
نبي بخش

## عنوانن جي فهرست

## باب ٽيون

### جلال ڪلي: سنڌي سينگار شاعري جو سرواڻ ٧٨-١١٦



## باب چوٿون

### جلال جي وقت جا ٻيا شاعر ١١٧-١٣٠

## باب پنجون

## باب ڇهون

## باب ستون

اُمْ لِلا نسان ما تمنّٰی ٥ فللّٰه آلاخرۃ والاولیٰ

# ديباچو

اندر ڪتاب جا ٻهر يان ٻہ باب، هن ڪتاب جي موضوع جو ڄڻ تفصيلي مقدمو آهن . انهيءَ ڪري ٻئي هڪ 'مقدمي' لڪڻ بدران هيءَ مختصر 'د يباچو' قلمبند ڪيو ويو آهي تہ جيئن ڪي ضروري وضاحتون ڪري سگهجن. هن ڪتاب جو خاص موضوع 'سنڌي سينگار شاعري' آهي جنهن کي سمجهڻ خاطر باب پهرئين هيٺ 'هندي سنگار رس' شاعري واري پس منظر کي بيان ڪيو ويو آهي. ان بعد باب ٻئي هيٺ، ڪافي تفصيل سان اها وضاحت ڪئي وئي آهي تہ ڪيئن 'هندي سينگار رس' واري پس منظر، توڙي سنڌي شاعري ۾ 'مجازي حسن ۽ سينگار' جي تعريف واري مقامي روايت جي اثر هيٺ، 'سنڌي سينگار شاعري' هڪ مستقل فن طور اسري، ۽ وڏي سچاڻ سگهڙ ۽ سالڪ جلال رنگريز (جلال ڪٺي) جي اڳواڻي هيٺ اها اوج کي پهتي.

مجازي حسن جي موضوع بابت سنڌ جي پنهنجي شعري روايت جو مختصر ذڪر باب ٻئي هيٺ(۱) تعارف طور آندو ويو آهي، پر اهو پنهنجي جاءِ تي هڪ وڏو وسيع موضوع آهي جنهن تي وڌيڪ تفصيل سان روشني وجهي سگهجي ٿي. هڪ تہ هن موضوع واراگهڻا بيت عام قصن جي 'سونهن ٻرين' (ليلا، بديعل، هوتل، سارئي، سومل وغيره) بابت چيل آهن جن سان اهي جيڪي لکيت ۾ اچي چڪا آهن تن جو سلسلو ٻہ ٻارهين صدي هجري کان شروع ٿئي ٿو جڏهن ميين شاه عنات رضوي، سومل توڙي سارئي جي سونهن سينگار ۽ سهڻي لباس کي پنهنجن

(۱) ۳۷-۳۸

بيتن ۾ بيان ڪيو. شاهه عنات ۱۱۳۳ھ ۾ وفات ڪئي. ان بعد شاهه عبداللطيف (وفات ۱۱۶۵ھ) حضرت نبي صلعم جي حقيقي صفت بيان ڪئي. ٻئي طرف هن مومل جي مجازي سونهن جو ذڪر آندو. سنه ۱۱۶۶ھ ۾ ڪڇ جي شاعر فاضل شاهه ليليٰ مجنون جو قصو جوڙيو، جنهن ۾ 'ليليٰ' جي حسن کي هن طرح واکاڻيائين ته*:

چئي: آهه مصر شام ۾، هوڙي ليليٰ لال ڪنوار
سُونهن سمانگر سُندري، عاقل عقلدار
هرڻ اکيون، هنج هلڻي، ڪَٽ ڪووَل جي ڪار
نڪ نيزي-ڦر جهڙو، ڀِروءَ ٻنهائي وار
جاءِ ڦُلن جهڙا ڏنس ڏند ڏاتار
پاٻوهيندي پڏرا، ڪر ڪيڙيا ڪنٺهار
ڪُنگوءَ ورنِ ڪرائيون، بازو بند بهار
ميناڪاري مُنڊيون آڱرين آپار

—

پَتڪي وَرن پدمڻي، سانولي سُرنگ
سَربَ ڪنان سونهڻي، آپر سڙوئي انگ

—

ڪبوتر جئن ڪَسَتئي، سيني سُنهاري
چيلهه چيٽائين سُونهڻي، ڏرَئي ڪر ڏاري

—

نَمٽ، نموري، مِٺڙو، جمال هَرائي
ماڻڪ موتي تن ۾ جوهر جڙائي
ڳهڻا سيئي ڳچيءَ ۾ پٽوڻون ٿي پائي
ماڻهو پَسيي منڊ کي، سائين ساراهي

—

*لوڪ ادب سلسلي جو چوٿون ڪتاب "مشهور سنڌي قصا: ٻاهريان قصا ۽ عشقيه داستان"، سنڌي ادبي بورڊ، ۱۹۶۴ع، ص ص ۴۰۱-۴۰۲

کَنين سُونهنَسَ سونَ جا پَونرا بهارِ ي
لَڏي لال ڦُلن سين کر ڏاڙهونءَ ڏارِ ي.

لکيت ۾ آيل اهڙي مواد کان سواءِ، سگهڙن جي زباني روايتن ذريعي جيڪي بيت هلندا آيا آهن ۽ انهن مان ٿورا جيڪي باقي بچيا آهن تن جي مطالعي مان 'حسن ۽ سينگار' جي موضوع تي اجان به وڌيڪ روشني پوي ٿي. معلوم ٿئي ٿو ته سنڌي شاعري جي روايت ۾، محبوب جي سونهن کي خصوصاً ميڻاج، سرهاڻ، سهڻي رنگ ۽ ڪُنئراڻ وارين نزاڪتن جي حوالي سان، ۽ پڻ 'الٿ پيد' واري عجيب صنعت سان (جن ۾ متين نزاڪتن جي ابتڙ ضدن سان سهڻي سبتڙ معنيٰ نڪري) آندو ويو آهي جنهن جو بيان وڌيڪ تفصيل طلب آهي. 'الٿ پيد' صنعت سان تعريف جو هڪ مثال ته:

ڏر هورائي سڄڻا، جر تانگهي جا سير
ڪوڙا جهڙا ڪيوڙي، آنڪا جئن عنبير
سڄڻ ميرا سچ کان، کارا جهڙا کير
هنيون ڪري اکير، منهنجا انهين آڄاهين سڄڻا*.

[يعني سهڻا سڄڻ ڏرتي وانگر هلڪا آهن، تانگهي جر جا اونها سير آهن، ميڻاج ۾ ڪيوڙي کان وڌيڪ ڪوڙا، ۽ سرهاڻ ۾ عنبر کان وڌيڪ آنڪا آهن، سڄڻ سچ کان وڌيڪ ميرا، ۽ کير کان وڌيڪ کارا آهن. آڄاهين=اهڃاڻين.]

'سينگار شاعري' جي عام موضوع تي ۽ سگهڙن سنڌي توڙي سرائڪي ۾ سهڻا بيت چيا آهن، ۽ اسان پڻ ڪن ٿورن شاعرن جي بيان هيٺ سنڌن ڪي سرائڪي بيت آندا آهن. پر هن ڪتاب ۾ شامل مواد گهڻو ڪري 'سنڌي

* سگهڙ ٻڪتي شر جي زباني قلمبند ڪيل.

سينگار شاعري' بابت آهي، 'حسن ۽ سينگار' جي موضوع تي
چيل سرائڪي بيتن جو مطالعو هڪ خاص موضوع آهي جنهن
تي جدا طور تفصيلي بحث ٿي سگهي ٿو.

مجموعي طور سان، هيءَ ڪتاب محض 'تاليف' ناهي پر
هڪ خاص 'تصنيف' آهي جنهن ۾ نه فقط 'سنڌي سينگار شاعري'
جي موضوع ۽ فن تي تحقيقي بحث ٿيل آهي پر هن خاص الخاص
شاعري جي گذريل اڍائي سؤ سالن جي دور ـ وار تاريخ مرتب ڪرڻ
جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. آخري باب ستون تاريخي لحاظ سان
خاص اهميت رکي ٿو جو ان ۾ 'سنڌي سينگار شاعري' جي ذوق کي
نئين سر جيارڻ جو ذڪر آهي. ٽالپور اميرن جي دور تائين
'سنڌي سينگار شاعري' اوج تي رهي، پر انگريزن جي سنڌ تي
غاصبانه قبضي واري دور ۾ سنڌ جي پنهنجي تاريخي ۽ تخليقي
ذوق شوق جا سرچشما خشڪ ٿيڻ لڳا. انهيءَ ڪري جيئن
پوءِ تيئن 'سنڌي سينگار شاعري' جي روايت سگهڙن جي ڪچهرين
۾ رسمي طور به باقي نه رهي، ايتري قدر جو ۱۹۴۰-۱۹۵۵ع
وارن سالن ۾ جڏهن راقم کي ڪي 'سينگار جا بيت' دستياب
ٿيا تڏهن اڪثر سگهڙن کي نه ته سينگار شاعري جي موضوع جي
صحيح ڄاڻ هئي ته نه وري انهن بيتن جي معنيٰ ۽ ماهيت جي ڪين
پوري پروڙ هئي. البت ايترو انهن کي معلوم هو ته اڳئين
وقت ۾ ڪي وڏا سگهڙ هئا جن کي سڄي خبر هئي. اسان
ڪوشش ڪري سينگار شاعري جي موضوع کي پهريائين پاڻ سمجهيو
۽ پوءِ ڪن سڄاڻ سگهڙن کي سمجهايو، ۽ پڻ ڪين همٿايو ته
هو سينگار شاعري جي ڪچهري ڪن ۽ سينگار جا بيت چون.
انهي سعيي ۽ ڪوشش سان سگهڙن جو ذوق شوق نئين سر
جاڳيو ۽ ڪين آفرين هجي جو هن مشڪل موضوع تي هنن
چڱا چڱا بيت چوڻ شروع ڪيا. هن وقت 'سينگار جا بيت'
سگهڙن جي ڪچهرين جو هڪ خاص موضوع آهن ۽

ڪيترن ئي نوجوان سگهڙن پڻ سينگار جا بيت چوڻ شروع ڪيا آهن جن مان ڪن جو ذڪر ’باب ستين‘ هيٺ ڪيو ويو آهي. موجوده دور ۾ سينگار جي بيتن سان ’سگهڙن جي ڪچهري‘ وڌي آهي، ۽ اميد ته هن ڪتاب جي اشاعت سان سڄاڻ سگهڙن کي سينگار جي بيتن جو هڪ وڏو ذخيرو ملي ويندو جنهن سان هو پنهنجي شاعري جي ذوق کي وڌائيندا ۽ پڻ ڪچهرين جا وڏا مچ مچائيندا.

اسلام آباد

۳ - ذوالقعد ۱۴۰۶هه

( ۱۱ - جولاءِ ۱۹۸۶ع )

**ن - ب**

# باب پهريون

## هندي "سنگار رس" شاعري وارو پس منظر

مغلن جي دؤر ۾ هندوستان کي هڪ پايدار نظام حڪومت نصيب ٿيو. اڪبر جي دؤر حڪومت ۾ هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ قريب تر تمدني لاڳاپو ٿيو. ملڪ جو اقتصادي نظام سڌريو. علم ۽ فضل، حڪمت ۽ هنر جي قدرداني ٿي. حسن جي تلاش ۽ تعريف هڪ محبوب ترين مشغلو بنجي ويو: جيئن مصوري، موسيقي ۽ عمارت سازي حسن جي تلاش جا مظهر بنيا، تيئن شاعري به محبوب جي حسن کي پنهنجو خاص عنوان بنايو. هندي ٻوليءَ ۾ جيتوڻيڪ اڳ ۾ "ڀڳتي شاعري" جو دؤر دؤرو هو، مگر هاڻي ان سان گڏ نئين حسن نواز عشقيه شاعري، "سنگار رس" جي دلچسپ نالي سان نعرو هڻي نروار ٿي. مغليه دؤر کان اڳ جي هندي شاعرن پڻ پنهنجي ڪلام ۾ ڪاهي به ڪاهي محبوب جي حسن ۽ سينگار جي مضمونن کي نهايت موثر نموني ۾ نباهيو هو، مگر اڪبر بادشاه جي دؤر حڪومت کان "سنگار رس" يا عشقيه شاعري، هندي شاعرن جي ذوق ۽ تخيل جو خاص عنوان بني، ۽ "ڀڳتي شاعريءَ" جي بجاءِ عام توڙي خاص جو ان ڏانهن زياده توجهه ٿيو.

عشق ۽ محبت جو عنوان ۽ محبوب جي حسن ۽ سينگار جو بيان، ٻئي هن نئين شاعريءَ لاءِ نهايت ئي موافق زمين ۽ ميدان بنيا، جن ۾ حسن نواز شاعرن دل کولي پنهنجا ڪؤنتل ڪڍايا. ڪرپا رام پهريائين ان ڏس ۾ قدم وڌايو، مگر مڙني جو مهندار ۽ هن ميدان جو شهسوار مهاڪوي بهاري لال هو. هو سنبت ١٦٦٠ (١٦٠٣ع) ۾ گوبندپور ضلعي گواليار ۾ ڄائو،

۽ سنبت ۱۷۲۰ (۱۶۶۳ع) ۾ گذاري ويو. جيپور جي راجا جئسنگ کيس جيپور ۾ گهرائي پنهنجي دربار جي خاص شاعرن جي صف ۾ جڳهه ڏني، ۽ جڏهن بهاري لال پنهنجي مشهور شاعرانه شاهڪار ”ست سئي“ کي پورو ڪيو، ته راجا جئسنگ کيس ست سؤ اشرفيون انعام ڏنيون. بهاري لال جو عاشقانه ڪلام هندي شاعريءَ ۾ آتم مڃيو ويو آهي، ۽ ”سنگار رس“ ۾ سندس درجو مٿي شاعرن ۾ مٿاهون تسليم ڪيو ويو آهي. سندس شعر جا مثال ملاحظه هجن:

بهوشن بهار سنبهار هے کيوں يہ تن سکمار
سودهے پاي نہ دهر پرين سو بهائيں کے بهار

(اي نازنين! تون پنهنجي نازڪ بدن تي گهڻن جو بار ڪيئن سنڀاليندينءَ، جو تنهنجا تہ پير به جوانيءَ جي بار ڪان زمين تي سڌا نہ ٿا پون)

نينا نيک نہ ملن هے کتو کهو سمجهاي
تن من هارے هو هنسيں تن سوں کيا بساي

(مون انهن اکين کي ڪيترو ئي سمجهايو آهي، پر مڃين ئي نٿيون؛ جي تن من هارائڻ بعد به پيون کلن، تن سان ڪهڙو وس هلي سگهي ٿو!)

اڪبر جي عهد جا پيا شاعر جن عشقيه شاعريءَ ۾ شهرت حاصل ڪئي، سي هي هئا: (۱) نوب عبدالرحيم خان خانان جنهن پنهنجي شاعريءَ جي پين تصنيفن سان گڏ ”سنگار سورٺا“ نالي پڻ ڪتاب لکيو؛ (۲) فيضي؛ (۳) گنگ؛ (۴) تان سين؛ (۵) سيناپتي؛ (۶) مبارڪ جنهن جا ڪي دوها بهاري لال جي دوهن سان مناسبت رکن ٿا؛ (۷) بلپدر مشر جنهن جي تصنيفن مان هڪ ”سنگار گوبرڌن“ آهي. انهن کان سواءِ سنه ۱۶۳۱ ۾ سندر نالي هڪ شخص کي ”ڪوي راءِ“ جو خطاب ڏنو ويو، ۽ هن شاعريءَ جي فن تي ”سندر سنگار“ نالي ڪتاب لکيو جنهن جو ترجمو برج پاشا ۾ ٿيو. عالم، سنبت ۱۷۳۵ ڌاري،

"سنگار رس" (عشقيہ شاعري) جو نالي وارو شاعر ٿيو. هو پهريائين برهمڻ هو پر پوءِ هڪ رنگريزڻ جي عشق ۾ مسلمان ٿيو، "عالم ڪيلي" نالي سندس ڪتاب مشهور ٿيو. ١٧٨۴ – ١٨٠٠ سنبت ڏاري "ديوڪي نندن" نالي مشهور شاعر ٿيو جنهن جو ڪتاب "سرنگار چرتر" نهايت مقبول ٿيو. سنبت ١٧٩٦ وڪرميءَ ڌاري، اعظم خان نالي شاعر مشهور ٿيو، جنهن جو ڪتاب "سنگار درپن" مقبول ٿيو. سيد عبدالجليل بلگراميءَ جي پاٽيچي سيد غلام نبي بلگرامي جيڪو "رس لين" جي لقب سان مشهور ٿيو، تنهن سنہ ١٧٠١ع ۾ "انگ درپن" ۽ سنہ ١٧٣١ع ۾ "رس پربوڌ" نالي ڪتاب تصنيف ڪيا.

## رس جي حقيقت

"رس" سنسڪرت زبان جو هڪ جامع لفظ آهي جنهن جي لفظي معنيٰ آهي "انتهائي لطف، لذت، خوشي يا مسرت". اصطلاحي معنيٰ موجب "رس" سنسڪرت ۾ جماليات (Aesthetics) جي دائري ۾ هڪ خاص فلسفي جي حيثيت رکي ٿو، جنهن جو تعلق خاص طرح شاعريءَ ۽ ناٽڪ جي اسباب، اثرات ۽ علامات سان آهي. "سنسڪرت ادب جي تاريخ" جي مصنف 'بيرائيڊيل ڪيٿ' ان کي "قلبي واردات ۾ ڪيفيات جي نظريہ" سان تعبير ڪيو آهي (١). محقق پنڊت حبيب الرحمان صاحب "رس" کي

---

(١) Discussion on Poetics occurs for the first time "as a subordinate element in chapter XVI of the Bharatiya Natyacastra ...... It develops the doctrine of sentiment *Rasa,* with its eight subdivisions as erotic, comic, pathetic and those of horror, heroism, fear, disgust and wonder. Sentiment is a condition of a spectator of a drama, or we may add, the hearer or reader of a poem ........" **A History of Sanskrit Literature** by Keith, Oxford University Press, London, 1953, page 272.

”فلسفه انبساط“ قرار ڏنو آهي. جنهن تي هن صاحب مستند سنسڪرت ماخذن جي تصديق سان **رس** تي ”رس يعني فلسفهء انبساط“ جي نالي سان هڪ مستقل ڪتاب لکيو آهي (١)، انهيءَ ڪري اسان **رس** جي معنيٰ ۽ ماهيت کي واضح ڪرڻ لاءِ هيٺ سندس تحقيقي نتيجا پيش ڪريون ٿا:

١- مثلاً: بهار جي موسم آهي، جهڙ بادل ڇانيل آهي ۽ هڪ حسينه نهايت ئي مٺي آواز سان ڳائي ٿي. پڌندڙ جيڪو هن نظاري ۾ محو آهي، تنهن جي دل ۾ محبت پيدا ٿئي ٿي. مڙيئي ظاهري اسباب سندس محبت کي ويتر پڙڪائين ٿا. ان جذبي جي اثر هيٺ ڪيس لڙڪ لڙي پون ٿا ۽ پريشاني پيدا ٿئي ٿي. ان بعد سندس اهي نفسياتي ڪيفيت اميد، مايوسي، جنون ۽ شڪسته دليءَ ۾ تبديل ٿئي ٿي. هاڻي هن منظر ۾ محبت ”جذبه مستقل“ آهي؛ بهار، بادل، حسينه ۽ راڳ ان جذبي جا ”محرڪات“ آهن؛ اشڪباري ۽ سراسيمگي (واردات قلبيه کي ظاهر ڪرڻ واريون ڪيفيات) ان جذبي جا ”اثرات“ آهن؛ ۽ اميد، مايوسي، جنون ۽ شڪسته دلي ”منقلبات“ يعني عارضي جذبات آهن. ناٽڪ ۽ شاعريءَ ۾، محرڪات، اثرات ۽ منقلبات جي منظر (scene) پيدا ڪرڻ سان جذبهء مستقل ۾ هڪ غير محدود لذت، وجداني لطافت ۽ پاڪيزه روشني پيدا ٿئي ٿي، ۽ ان وقت انهيءَ جذبهء مستقل کي ”رس“ چئجي ٿو. اهڙيءَ طرح نو ۹ مستقل جذبات، پنهنجي ارتقائي منزلن مان گذري علي الترتيب (١) عشق

---

(١) محترم مولوي حبيب الرحمان صاحب شاستري B. A. (بعد ۾ پنڊت M. A.) سنسڪرت ليڪچرر، مسلم يونيورسٽي ڪاليج علي ڳڙهه جو هي ڪتاب، مسلم يونيورسٽي پريس مان ١٣٤٩ هه/١٩٣٠ع ۾ شايع ٿيو

(٢) کل (هنسي) (٣) رحم (٤) غضب (٥) بهادري (٦) دهشت (٧) نفرت (٨) حيرت ۽ (٩) سکون جا ”رس“ ٻنجن ٿا، جن کي سنسڪرت ۾ (١) شرنگار رس (٢) هاس رس (٣) ڪرڻ رس (٤) رودر رس (٥) وَيِرَ رس، (٦) ڀيانڪ رس (٧) ويڀٽس رس (٨) اوڀت رس ۽ (٩) شانت رس چيو وڃي ٿو. مطلب ته ٩ مستقل جذبن جي سبباں ’رس‘ جا به ٩ قسم ٻنيا. (ص ص ٤-٥)

٢- مگر هن فن جي استادن ”رس“ جي جا حقيقت سمجهائي آهي ان مان، ۽ پڻ تجربي مان، معلوم ٿئي ٿو ته رس واري لذت هر حال ۾ ساڳي آهي: يعني ته نون رسن مان ڪنهن به هڪ جي لذت ساڳي اهڙي آهي جهڙي باقي ٻين اٺن ۾ آهي. پنڊت وشوناٿ ”ساهتيه درپن“ ۾، معتبر عالمن جي سند سان هي نظريو پيش ڪيو آهي ته ”تجربو ٻڌائي ٿو ته هرهڪ ’رس‘ جو اصلي جوهر ’تحيّر‘ آهي، ۽ انهيءَ ڪري هر جاءِ ’حيرت‘ جوئي رس هئڻ گهرجي“ (ص ص ٦٠-٦١).

٣- ويد جي قولن يعني ”شرتين“ ۾ آتما (خدا) کي رس چيو ويو آهي جئن ته ”تيتريه اپنشد“ ۾. عقلي دليلن موجب پڻ اهو نظريو صحيح آهي، ڇاڪاڻ ته ”رس“ ۾ به انتهائي مسرت (آنند) آهي ۽ پڻ خدا ۾. انهيءَ ڪري ”شرتيءَ“ ۾ خدا کي ”رس“ چوڻ بالڪل صحيح آهي. ساهتي شاستر (فن شاعري) جي ڪتابن ”ڪاوي پرڪاش“ ”رس گنگا ڌر“، ”ساهتيه درپن“ وغيره مان پڻ هن نظريي جي تائيد ٿئي ٿي، ڇاڪاڻ ته انهن مڙني ۾ ”رس“ ۾ انتهائي مسرت جو هجڻ تسليم ڪيو ويو آهي. پڻ ”برهم سوتر“ (ويدانت فلسفي جي پهرئين باب جو ٻارهون سوتر)، جيڪو ”شرتين“ تي ٻڌل آهي، ان جو

مطلب ہہ اهو آهي تہ خدا ۾ انتهائي مسرت آهي، ڇاڪاڻ تہ ويدن ۾ خدا لاءِ ”مسرت“ جو لفظ ڪثرت سان استعمال ڪيو ويو آهي (ص ص ٣٨-٣٩). ”رس“ جي هن تشريح مطابق سنسڪرت جو هي مقولو بالڪل درست آهي تہ ”مطالب شاعريءَ ۾، محويت ذريعي خدائي مسرت جي لطف اندوزي ”رس“ آهي“ (ص٤٨).
جذهن (محبت، بهادري وغيره جا) عملي واقعات شاعري يا ڊراما ۾، مصنوعي حرڪات، اثرات ۽ منقلبات ذريعي، ڏسندڙ (يا پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ) جي آڏو پيش ڪجن ٿا، تہ اهي سندس وحدت نما احساس کي جاڳائي هڪ قسم جو عالم محويت ۽ تحيّر پيدا ڪن ٿا. ان محويت جي عالم ۾ شاعرانہ لٽريچر پڙهندڙن ۽ ڊرامہ جي ڏسندڙن جو وجدان جنهن ”مسرت رباني“ مان لطف اندوز ٿئي ٿو اهوئي ”رس“ آهي (ص ١٦١).

”رس“ جي معنيٰ ۽ ماهيت بابت مٿيان ٽي نظر يا اصولي حيثيت رکن ٿا. (١) ڀهرتين ۾، سنسڪرت جي جمالياتي فڪر جي دائري ۾ ”فن شاعري“ جي ماتحت ”رس“ جي علمي نظريي جي تشريح ٿيل آهي، ۽ ”رس“ جي معنيٰ توڙي قسمن کي واضح ڪيو ويو آهي. قدري انهي ساڳي معنيٰ ۾ سنڌي زبان ۾ پڻ ”رس“ جو لفظ استعمال ٿئي ٿو. حقيقت ۾ ”رس“ جو پيدا ٿيڻ، ”رس“ جي لذت جو پيدا ٿيڻ آهي؛ انهيءَ ڪري مجازاً چئبي سگهجي ٿو تہ ”رس پيدا ٿيو“. سنڌيءَ ۾ چوندا تہ ”رس لڳو“. سنڌيءَ ۾ اهو اصطلاح ’راڳ جي رس‘ لاءِ استعمال ٿئي ٿو. چوندا تہ ”فلاڻي ڳايو ۽ واهہ جو رس لڳو“. يا چوندا تہ ”فلاڻي (ڳائيندڙ) جو رس لڳو“. ساڳيءَ طرح ڪنهن بہ محفل جي ميناج ۽ سرور کان متاثر ٿي ان کي مجازاً ”رس ڀري محفل“ يا ”رس ڀري رهاڻ“

چوندا. ”رس رهائيون“ ۽ ”رس راوٽا“ ساڳي معنيٰ ۾، سنڌي جا عام مروج اصطلاح آهن. انهن اصطلاحن مان ظاهر آهي ته سنڌيءَ ۾ لفظ ”رس“ جي اصل معنيٰ ۽ ماهيت وارو تخيل موجود آهي. (٢) ٻئي نظريي ۾ ”رس“ جي سمجهاڻي نفسياتي نقطہ نظر کان (Psychological Interpretation) ڏني ويئي آهي، جنهن جو مقصد آهي ته جيتوڻيڪ مختلف جذبات (Emotions) جي بناء تي ”رس“ کي جدا جدا نالن سان سڏيو ويو آهي، مگر حقيقت ۾ ”رس“ اهو لطف ۽ لذت وارو اصولي احساس (Sentiment) آهي، جيڪو هر جذبي جي اثر ۽ ڪيفيت جو ماحصل آهي. (٣) ٽئين نظريي جو تعلق ”رس“ جي حقيقي معنيٰ سان آهي، جنهن کي ويدانت توڙي اسلامي تصوف جي روشنيءَ ۾ ”ذات الاهي“ سان تعبير ڪيو ويو آهي، جو ته ”ذات الاهي“ ئي لامحدود مسرت ۽ وجداني تجليءَ جو واحد سرچشمو آهي — ”والله نور السموات والارض“ ۽ ”ان الله جميل يحب الجمال.“

## سنگار رس

مٿين وضاحت مان معلوم ٿيو ته انسان جا ٩ مستقل جذبات، جن جي بناء تي آسانيءَ خاطر ’رس‘ جا به ٩ قسم تجويز ڪيا ويا آهن، انهن مان هڪ ”شرنگار رس“ آهي. ”شرنگار رس“ هڪ نفسياتي ڪيفيت آهي، جنهن جي ارتقائي درجي کي عشق ۽ محبت سان تعبير ڪري سگهجي ٿو. اصل سنسڪرت نظريي موجب ”شرنگ“ محبت جي ديوتا ’ڪامديو‘ جي آيرڻ کي چئجي ٿو. هن جي آيرڻ سبب ۽ اعليٰ ترين هيرو (Hero) جي رس کي عشق جو رس چئجي ٿو (١).

---

(١) مولوي پنڊت حبيب الرحمان صاحب جو مذڪور ڪتاب ”رس، يعني فلسفه انبساط“، ص ١٢٧.

انهيءَ مناسبت سان، هندي زبان جي نئين عشقيه شاعريءَ تي ”سنگار رس“ جو اصطلاحي نالو پيو. مگر انهيءَ اصطلاحي نالي ۽ اصل ”شرنگار رس“ ۾ جو فرق آهي، تنهن کي سمجهڻ ضروري آهي. ”شرنگار رس“، ”رس“ جي فلسفي جي دائري ۾ اچي ٿو ۽ ”رس“ جي ۹ قسمن مان هڪ قسم جو نالو آهي؛ مگر ’سنگار رس‘ پوءِ جو اصطلاحي نالو آهي، جنهن جو تعلق هندي عشقيه شاعريءَ سان آهي. ”شرنگار رس“ اها بي انتها سرور ۽ لطف واري نفسياتي ڪيفيت آهي، جنهن کي شاعري يا ڊراما ذريعي، محبت جي مستقل جذبي جي محرڪات، اثرات ۽ عارضي علامات جي عملي يا بياني مناظر پيش ڪرڻ سان پيدا ڪيو وڃي؛ مگر ”سنگار رس“ هندي زبان ۾ هڪ شاعريءَ جو قسم آهي، جنهن جو عنوان اڪثر عشق و محبت آهي. اها عشقيه شاعري (يعني سنگار رس) بذات خود ”شرنگار رس“ ناهي، مگر ان جي ذريعي ”شرنگار رس“ پيدا ڪري سگهجي ٿو.

هاڻي سوال آهي ته ”سنگار رس“ ذريعي، خود هندي شاعر ڪيتري قدر ”شرنگار رس“ پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا؟ هن مسئلي تي هندي شاعريءَ جي عالمن شايد ڪا روشني وڌي هجي، مگر هن سوال جو ڪو فيصلہ ڪن جواب به ٿي نٿو سگهي؛ چاڪاڻ ته ان جواب لاءِ ضروري آهي ته ڪو اهل ذوق محقق، هندي شاعرن مان هرهڪ جي ڪلام جو اطمينان سان مطالعو ڪري، ۽ هر شاعر جي ڪلام پڙهڻ سان جيڪي جذبات، احساسات ۽ قلبي واردات خود سندس اندر پيدا ٿين، تن جو جائزو وٺي ته واقعي اهي ”شرنگار رس“ واري لذت ۽ سرور جا متحامل آهن يا نه؟ مگر اهڙي متلاشيءَ جو اهڙو نظريو به بهرحال سندس شخصي نظريو ٿيندو، چاڪاڻ ته هر شخص جي جذبات ۽ احساسات جي ذاتي دنيا نرالي آهي ۽ هرڪو پنهنجي پنهنجي نموني ۾ متاثر ٿيندو. البته

جيڪڏهن ڪنهن شاعر جو ڪلام، سنڌس اڪثر پڙهندڙن ۾ "شرنگار رس" وارو انتهائي سرور پيدا ڪري ٿو، تہ پوءِ چئبو تہ واقعي سنڌس شاعري صحيح معنيٰ ۾ "سنگار رس" آهي.

"رس" جي اصلي نظريي موجب، مرد (هيرو) توڙي عورت (هيروئن)، "رس" جي بنيادي محرڪات (اپاريندڙن) ۾ شمار ٿيل آهن، ۽ "شرنگار رس" جو بنيادي محرڪ خصوصاً عورت آهي (١). انهيءَ لحاظ سان عورت ۽ سنڌس حسن ۽ سينگار، هندي عشقيہ شاعريءَ جا مرڪزي پهلو بڻجي ويا؛ اهڙيءَ طرح "مقصد" (قلبي سرور) جي بجاءِ سمورو توجهہ "اسباب" (عورت جي حسن ۽ سينگار) تائين محدود رهجي ويو، ۽ "معنيٰ" جي بدران سچو خيال "صورت" ۾ سمائجي ويو. "سنگار رس" يا عشقيہ شاعريءَ جي علمبردارن "حسن خوبان" جي بيان ۾ حسن خيالي پيدا ڪئي، مگر نفس مضمون جي معنيٰ ۽ بلند خياليءَ ۾ ڪو خاص اضافو ڪونہ ڪيائون. خود "سنگار رس" جي بلند شاعر بهاري لال متعلق هڪ مضمون نگار لکي ٿو تہ "بهاريءَ جي ڪلام ۾ شاعرانہ حسن حد درجي آهي، مگر بلند خياليءَ جو پتوئي ڪونهي. پر رڳو بهاري لال ڇا، "سنگار رس" جي سڀني شاعرن جو اِهو حال آهي" (٢).

هي نظريو پنهنجي جاءِ تي صحيح آهي، مگر ان جو وڏو سبب اهوئي آهي جو شروع کان ئي "شرنگار رس" ۽ "سنگار رس شاعري" ۾ ڄڻ "حقيقت" ۽ "مجاز" وارو فرق آهي، ۽ جيئن سگهي ٿو تہ "سنگار رس" جا اڪثر شعراء پنهنجي نئين فن جي مجازي دلچسپين ۾ ئي محو ٿي ويا. سنڌن شاعريءَ جي اڪثر تصنيفن جي نالن ۾ "رس" جو لفظ داخل آهي، جنهن

---

(١) ايضاً. (٢) سريواستو: "هندي شاعري مين روحانيت ڪا دور"، رسالہ "اردو"، ماہ اپريل ١٩٥٢ع، ص ص ٢٥٠-٢٥١.

سان ظاهر آهي ته نظرياتي طور هو ”رس“ جي حقيقت کان
واقف هئا، مگر عملي طور سندن شاعرانه احساسات ۽ جذبات
”شرنگار رس“ جي محرڪ (عورت) ۾ محو ٿي ويا، ۽
سندن معجز نما اشعار پڻ عورت جي ظاهري حسن ۽ سينگار
جو نذر ٿي ويا.

## ”سنگار رس“ شاعريءَ جا عنوان

شروع کان ئي هندي عشقيه شاعريءَ جا رجحانات
”نايڪا ڀيد“ ۽ ”سنگار“ جي عنوان سان نمودار ٿيا. انهن
ٻن مضمونن جي علاوه ٽيو موضوع وري ”پدمٽي“ عورت
جي مخصوص ۽ معياري سونهن سوڀيا ۽ عادات اطوار جي
خيالي نظريي جي صورت ۾ نروار ٿيو.

<u>نايڪا ڀيد.</u> ”نايڪ“ يا ”نائڪ“ جي معنيٰ قافلي جو سالار،
سردار، سربي يا سرتاج. ”نايڪا“ يا ”نائڪا“ معنيٰ نايڪ جي زال.
عشقيه يا ڊرامائي شاعري جي خاص اصطلاح ۾ ”نايڪا“ معنيٰ
سورمي (هيروئن). انهيءَ لحاظ سان ”نايڪا ڀيد“ معنيٰ
سورمي يا هيروئن جي دل جو راز يا محبت جي مام، جنهن کي
هوءَ پنهنجي لفظن ۾ ڪناين ۽ اشارن سان ظاهر ڪري.
عشقيه شاعري جي استاد شاعرن، هيروئن جي زباني، محبت جي
مام کي نهايت نازڪ خيالي ۽ حسن بياني سان پنهنجي اشعار
ذريعي نروار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ شاعري جي
انهيءَ موضوع کي ”نايڪا ڀيد“ نالو ڏنو. هن فن جي شروعات
ڪرپا رام ڪئي، نواب عبدالرحيم خان خانان هن فن ۾
”بردي نائڪم ڀيد“ نالي ڪتاب لکيو، ۽ ديوڪي نندن
”نايڪا ڀيد“ ۾ ”سرنگار چتر“ نالي ڪتاب لکيو جو نهايت
مقبول پيو.

<u>عورت جو ساڻ سينگار.</u> ”شرنگار رس“ جي بنيادي
اپارينڌ (عورت) جي سهڻي ۽ سينگاريل تصوير کي ذهن نشين

ڪرائڻ لاءِ، نڪتہ دانن هيٺيان اٺاويهہ زيور، جوان عورت جي حسن کي چمڪائڻ لاءِ ڪارگر قرار ڏنا آهن:

(١) ڪيف شوق (٢) وجد محبت (٣) جوش محبت (٤) رنگ ۽ روپ يعني جسماني حسن (٥) رعنائي (٦) جمال (٧) محبوبيت (٨) پختہ ڪاري (٩) نرمائي (١٠) ثابت قدمي (١١) مماثلت يعني تہ اندام، لباس، زيورات ۽ محبت پرين ڳالهين ذريعي محبوب سان مشابهت پيدا ڪرڻ (١٢) ادا (١٣) سينگار يعني فطري حسن کي چمڪائڻ خاطر ٿورو ظاهري سينگار ڪرڻ: مثلاً شفاف پاڻيءَ سان غسل ۽ بدن جي صفائي، پان سان لب ڳاڙها ڪرڻ ۽ نرم، نازڪ ۽ صاف ڪپڙا پائڻ (١٤) غرور حسن (١٥) رنگين ڪرشما يعني تہ انتهائي مرغوب شيءِ جي حاصل ٿيڻ واري خوشي سبب ذرا مرڪ، ذرا گريہ خشڪ، ذرا ڪِل، ذرا خوف، ذرا ڪاوڙ، ۽ ذرا اندوکي ٽڪ جو اظهار ڪرڻ (١٦) محويت جي ادا (١٧) جهجهڪ (١٨) گهبراهٽ (١٩) نزاڪت (٢٠) ناز (٢١) شرميلائي (٢٢) ونجهل (٢٣) چاٺي اٺ چاٺائي (٢٤) آس (٢٥) اشتياق (٢٦) ٺهڪ (٢٧) چرڪڻ ۽ (٢٨) چلولائي (١).

ظاهر آهي تہ هن اصلي ۽ اصولي نظريي موجب، جوانيءَ ۾ حسن جا مٿيان چمڪائيندڙ اسباب زياده تر محبوب جي جذبات ۽ احساسات، ناز و ادا جي نفسيات، مخصوص رد عمل ۽ حرڪات، حسن اطوار ۽ عادات سان تعلق رکن ٿا. محبوب جو جسماني ۽ ظاهري سينگار انهن اٺاويهن ذريعن سان فقط ٻہ ذريعا آهن. ”سنگار رس“ جي استاد شاعرن، پنهنجي شعرن ۾ مجموعي طور انهن سڀني حسين ادائن ۽ دلفريبين کي بيان ڪيو، مگر سندن خاص توجهہ ٻن مخصوص خوبين يعني حسن جسماني ۽ ظاهري سينگار ڏانهن ئي مائل رهيو.

---

(١) ”رس يا فلسفهٔ انبساط“ مذڪور، ص ٨٢

محبوب جي جسماني حسن جو موضوع بذات خود ڪافي ڪشادو هو: قدقامت، شڪل شبيهه، چهري جي رونق، رفتار ۽ گفتار جي مختلف نمونن ۾ ڪيترائي مضمون مخفي هئا، اکين جي اشارن ۽ زلفن جي پيچن ۾ ڪيترائي بيان بيتاب هئا، ازانسواءِ ڏندن، چپن، نڪ، پيشاني، آڱرين ۽ ٻين اندامن ۾ تشبيهات جا دفتر سمايل هئا. مطلب تہ شاعرن لاءِ محض محبوب جي فطري حسن جي تعريف جو مضمون ڪافي وسيع هو. ان سان گڏ محبوب جي ظاهري هار سينگار جي شامل موضوع ويتر هن ميدان کي ڪشادو ڪيو. فطري حسن جي گوناگون رعنائين جي تہ انتهائي ڪانہ هئي، مگر ظاهري هار سينگار جي قسمن کي شمار ڪرڻ نسبتاً آسان هو، انهيءَ ڪري هن فن جي ماهرن عورت جا جملي ”سورهن سينگار“ قرار ڏنا: ان بعد ”سورهن سينگار“ بذات خود هن فن جو هڪ خاص مضمون بنجي ويو.

## سورهن سينگار

چئي نٿو سگهجي تہ ”سورهن سينگارن“ جي حد بندي ڪڏهن ٿي. بقول پياري لال، ”اسان جي ديس ۾ استرين جا سورهن سينگار، پراچين زماني کان هلندا اچن ٿا“ (شرنگار شاستر)، مگر ”شرنگار رس“ جي محرڪات جي اصولي نظريي موجب، جو مٿي بيان ٿي چڪو آهي، عالم شباب ۾ جي زيور عورت جي حسن کي چمڪائين ٿا، سي جملي ٢٨ قرار ڏنل آهن ۽ نہ ١٦ ، ازانسواءِ انهن اٺاويهن وصفن ۾ ”ظاهري ساٺ سينگار“ محض هڪ زيور طور شمار ٿيل آهي. ظاهر آهي تہ ”سورهن سينگار“ جو اصطلاح پوءِ جي ايجاد آهي ۽ ان جو تعلق ”ظاهري ساٺ سينگار“ جي سورهن قسمن سان آهي. ڀانئجي ٿو تہ هندي شاعري، پنهنجي اوائلي آزاد تخيل وارا دؤر طيءِ ڪري، جڏهن ”سنگار رس“ جي نسبتاً تصنع ۽ تڪلف واري دؤر ۾ قدم رکيو، تڏهن هن فن جي سگهڙن ۽ شاعرن

محبوب جي ظاهري سينگارن متعلق اهي اشارا ۽ ڪنايا، جي ڪلاسيڪل شاعرن جي شعر ۾ اچي چڪا هئا ۽ جن سان ذهن مانوس ٿي چڪا هئا، تن جو اندازو لڳائي مجموعي طور جملي سورهن قسمن جا سينگار تسليم ڪيا. پيو ته "سورهن سينگارن" جي نظريي جي رائج ٿيڻ سان محض سينگارن جي قسمن جي مجموعي عدد جي تخصيص ٿي ته سينگار جا قسم مجموعي طور ١٦ آهن: مگر اهي ڪهڙا ڪهڙا آهن ان بابت ڪا لازمي حدبندي مقرر ڪانه ٿي، جيئن تہ هيٺين مثالن مان ظاهر آهي.

هندي شاعري مان مثال. هنديءَ جو استاد شاعر ملڪ محمد جائسي (وفات ١٠٤٩ھ/١٦٣٩ع)، پنهنجي مشهور نظم "پدماوت" ۾، سلطان علاؤالدين جي آڏو پدماوت رائيءَ جي حسن جو بيان، راگهو پنڊت جي زباني هن طرح ڪري ٿو تہ

ديرگهہ چار، چار لگهہ سوئي
سبهر چار، چهون کهيني سوئي

(سندس بدن ۾ چار شيون ڊگهيون، چار ڇوٽيون، چار ٿلهيون (نرم) ۽ چار سنهيون آهن)

پرتهم ڪيس ديرگهہ سر مونهين
اور ديرگهہ اونگريں ڪر سونهين
ديرگهہ نيں تيکهہ تيتهہ ديکها
ديرگهہ گيون ڪنٺهہ تر ريکها

(يعني تہ: چئن ڊگهين شين ۾ پهريان سر جا وار، پيون آگريون، ٽيون اکيون، چوٿين ڳچي ۽ ان جي هيٺان خط)

پنهہ لگهہ دسن هونهہ جن هيرا
او لگهہ کچ او ننگ جن بهيرا
لگهہ لـلاٽ دويج پر گاسو
اونا بهہ لگهہ چندن باسو

(چوٿين شين ۾، هڪ سندس هيرن جهڙا ڏند، ٻيو نارنگيءَ جهڙا پستان، ٽيو پهرينءَ جي چنڊ جهڙي پيشاني ۽ چوٿون چندن بوءِ دن.)

ناسک کهين کهرک کي دهارا
کهين لنک جن کيهر بارا
کهين پيٽ جانو نہ آنتا
کهين ادهر بدرم رنگ راتا

(باريڪ شين ۾، هڪ تلوار جي ڌار مثل سندس نڪ، ٻيو چيتي کي شهہ ڏيندڙ چيلهہ، ٽيو لڪدار پيٽ جنهن ۾ چڻ آنڊائي ڪين آهن، چوٿان چپ جي مرجان مثل آهن.)

سوبهر کپول ديکهہ ديکهہ سوبها
سبهر تنب ديکهہ من لوبها
سبهر کلائين ات بني، سبهر جنگهہ گج پال
سوره سنگار برن کي کرنهہ ديوتا مال

(پريل ۽ نرم شين ۾، پهرئين سندس پريل ڳل، ٻيو پريل پنڊ، ٽيو پريل ڪرايون، ۽ چوٿون پريل رانون: بدن جي **سورهن سينگارن** جي ديوتا بہ تعريف ۽ پوڄا ڪن ٿا.)

مٿئين مثال مان ظاهر آهي تہ شاعر ”پدماوت“ جي سورهن سهڻن عضون ۽ اندامن جي تعريف ڪئي آهي ۽ انهن کي سورهن سينگار سڏيو آهي. هت ”سورهن سينگار“

جي اصطلاح جو استعمال "پدماوت" جي فطري حسن سان تعلق رکي ٿو، چو ته هت سندس "ظاهري هار سينگار" سان شاعر جي وصف بيانيءَ جو ڪوبه واسطو ڪونهي.

ادیبن جا نظریا. هنديءَ جي ڪن اديبن ۽ لغت نويسن جن "سورهن سينگارن" جي تشريح ڪئي آهي، تن فقط سورهن "ظاهري هار سينگار" ڳڻيا آهن، ۽ ان ۾ به هرهڪ اديب جي پنهنجي پنهنجي راءِ آهي، يعني ته سورهن ظاهري سينگارن جي قسمن بابت سندن مختلف رايا آهن. مثلاً ڪن جي خيال ۾ عورت جا "سورهن سينگار" هي آهن: (١) بدن جي صفائي ڪرڻ، (٢) ڏندڻ ڪرڻ، (٣) صاف ڪپڙا پهرڻ، (٤) ڪجل لڳائڻ، (٥) لاک وغيره سان هٿن پيرن تي لالائي لائڻ، (٦) وار سنوارڻ، (٧) سينڌ ۾ سيندر لڳائڻ، (٨) پيرن جي وچ ۾ ڳاڙهو تلڪ لڳائڻ، (٩) ڪاڏيءَ ۾ تل بنائڻ، (١٠) ميندي لائڻ، (١١) خوشبوءِ لڳائڻ، (١٢) پان چٻاڙڻ، (١٣) گلن جا هار پائڻ، (١٤) ڏندن کي ڳاڙهيرو ڪرڻ، (١٥) لبن کي لال ڪرڻ، ۽ (١٦) زيور (ڳچيءَ جا هار) پائڻ.

پليٽس (Platts) جي "هندوستاني لغت" ۾ "سولهه سينگار" اصطلاح جي تشريح طور عورت جا هيٺيان سورهن ظاهري سينگار شمار ڪيل آهن: ١. ڏندڻ ٢. منجن (ڏندن صاف ڪرڻ جو ڪوبه خوشبوءِ دار پورو) ٣. آپٽڻ (يعني "باٽڻ": ڪڻڪ جي اٽي کي سرهي تيل ۽ ٻين خوشبوءِ دار شين ۾ ڳوهي، صابڻ طور بدن تي صفائي خاطر مهٽڻ) ٤. سيندر (سينڌ ۾ وجهڻ لاءِ) ٥. ڪيسر (پيشاني تي زعفران ملي وچ ۾ سيندر جي تلوڪڙي بنائڻ، يا ستارن سان چمڪندڙ نشان بنائڻ) ٦. آنجن (يعني سرمون يا ڪجل) ٧. بندي (يعني سنهڙي "آلپي" وارو ڳهه جو پيشاني تي لٽڪي بيهي) ٨. سرهو تيل (وارن لاءِ) ٩. ڪنگي (ڦڻي وارن سنوارڻ لاءِ)

١٠. آرگجا (پيلي رنگ جو خوشبوءِ دار مرڪب جو چندن، ڪافور، مشڪ، عنبر، مکڻ ۽ عرق گلاب ۾ تيار ڪجي ۽ ڪنوار جي ڪپڙن تي نشانن لڳائڻ خاطر استعمال ڪجي) ١١. پان (وات جي صفائي ۽ خوشبوءِ لاءِ) ١٢. مسي (لوهہ جي ٻوري، ڦٽڪي، ۽ مازو ڦل جو مرڪب) ڏندن ۽ چپن جي صفائيءَ ۽ سونهن (هلڪي ڳاڙهيري رنگ لاءِ) ١٣. نير (سونهن خاطر تلڪو ڙين ۽ ترن بنائڻ لاءِ) ١٤. ميندي (هٿن پيرن جي لالائيءَ لاءِ) ١٥. گل (گلن جي ڪنڊي گلي يا وارن ۾ سونهن خاطر) ١٦. آلتا (لاک جي رنگ ۾ ٻڏل لال ڪپهہ پيرن کي لالائيءَ لائڻ واسطي).

هاڻي اديبن ۽ لغت نويسن جي مٿين تحقيق، توڙي خود هنديءَ جي استاد شاعر ملڪ محمد جائسي جي شعر مان پدماوت راڻيءَ جي سونهن جي تعريف وارو مثال، ثابت ڪن ٿا تہ هندي شاعريءَ ۾ "سورهن سينگارن" جي قسمن بابت ڪو متفقه طور فيصلو ڏنل نہ آهي تہ اهي فلاڻا فلاڻا آهن. محض سورهن جي عدد بابت ئي اتفاق آهي. ٻيو تہ آيا "سورهن سينگارن" جو تعلق محض "جسماني حسن" سان آهي، يا فقط عورت جي ظاهري ۽ مصنوعي "هارن سينگارن" سان آهي، ان بابت بہ ڪو متفقه نظريو موجود ناهي. بلڪ ائين معلوم ٿئي ٿو تہ انهيءَ باري ۾ بہ مختلف نظريا آهن: (١) پهرئين نظريي جو اندازو "شرنگار رس" جي محرڪ اساسي يعني "هيروئن" جي فطري حسن کي جي ٢٨ وڏيڪ اسباب چمڪائين ٿا، تن مان ۽ خود "پدماوت" جي حسن جي تعريف بابت ڏنل شعرن مان لڳائي سگهجي ٿو. ظاهر آهي تہ هيروئن جي انهن چاڙايل اٺاويهن اسبابن ۾ جسماني حسن توڙي ظاهري هار سينگار شامل آهن. "پدماوت" واري بيان جو تعلق پڻ فطري حسن سان آهي. ان مان هيءُ نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو تہ "سنگار رس" شاعري جي اصلي سرچشمي توڙي ان جي

هڪ استاد شاعر جي تخيل موجب ”سورهن سينگارن“ ۾ فطري حسن توڙي ظاهري هار سينگار جون وصفون اچي وڃن ٿيون. (٢) ٻئي نظريي جو مدار اديبن ۽ لغت نويسن جي ڪيل تحقيق تي آهي، ۽ ان تحقيق جو مدار غالباً هندي شاعريءَ جي پوئين تڪلف ۽ تصنع واري دؤر تي آهي، جڏهن عام شاعرن ”سورهن سينگارن“ جي بيانن کي محض عورت جي ظاهري هارسينگارن تائين محدود ڪري ڇڏيو.

هندي عشقيه شاعري جي شروعات واري تاريخي دؤر جي واقفيت، ۽ ”سنگار رس“ نالي جي حقيقت کي سمجهڻ لاءِ ”رس“، ”سنگار“ ۽ ”سورهن سينگارن“ جي ايتري اصولي وضاحت بعد، اسان هن ڳالهه کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪنداسون، ته هندي عشقيه شاعريءَ جي هن مخصوص تخيل ۽ ان جي مختلف مضمونن ۽ عنوانن جو سنڌ ۾ ڪيئن ۽ ڪيتري قدر چرچو پيدا ٿيو، ۽ انهن ۾ هندي ۽ سنڌي تخيل جي آميزش ڪهڙي صورت اختيار ڪئي.

## ”سنگار رس“ شاعري جو سنڌ تائين پهچڻ

سنڌ ۾ جوڳ واري شاعريءَ جو تخيل ۽ هٺ يوڳي فقيرن جا نظريا ان طبقي جي سيلاني جوڳين فقيرن جي ذريعي پهتا، ”ڀڳتي شاعري“ وارا نظريا صوفي تارڪن ۽ درويشن جي ذريعي رائج ٿيا، ۽ هندي ”سنگار رس“ يا عشقيه شاعريءَ جا عنوان ۽ اشعار سگهڙن ذريعي پهتا. اسان جي خيال ۾ حسن ۽ عشق جا اهي مضمون غالباً اول اول راجستان جي سگهڙ ڀاٽن ۽ چارڻن آتي جي راجائن، سردارن ۽ عوام جي وندر ۽ ورونهه خاطر ياد ڪيا ۽ اهڙيءَ طرح سنڌ جي سرحدي ۽ پاڙيسري رياستن، بيڪانير، جوڌپور ۽ جيسلمير ۾ انهن جو چرچو پيدا ٿيو. ان بعد ”سنگار رس“ شاعريءَ جا اهي دلچسپ عنوان ۽ اشعار سنڌ جي سگهڙ ڀٽن ۽ چارڻن، منچلن

مڱٺھارن ۽ ٻين سڄاڳ سگھڙن سنڌ ۾ رائج ڪيا. مغلن جي دؤر حڪومت ۾ "سنگار رس" شاعري عروج کي پھتي ۽ پانھنجي ٿو ته آنھيءَ دؤر جي آخر ڏاري مغل سلطنت جي ٻين صوبن ۾ به ان جو عام چرچو ٿي ويو. سنڌ ۾ ڪلھوڙن جي (ميان نور محمد) دؤر ۾ ان جو نئون ۽ نرالو سنڌي تخيل پنھنجي عروج تي نظر اچي ٿو. ڪلھوڙن جي دؤر حڪومت ۾ سنڌ ۽ ان جي مذڪور پاڙيسري رياستن، يعني بيڪانير، جوڌپور ۽ جيسلمير جي درميان نسبتاً گھاٽا سياسي ۽ تمدني تعلقات پيدا ٿيا ۽ انھي ڪري غالباً سنڌ ۽ انھن رياستن جي سگھڙن جون باھمي محفلون متيون، ذھن کليا، ۽ نه فقط ھن نئين شاعرانه فن ترقي ڪئي پر ان ۾ نوان نوان نقطا پيدا ٿيا.

اسان جي خيال ۾ پھريائين پھريائين ھندي "سنگار رس" شاعريءَ جا عنوان ۽ اشعار سنڌ جي ٿرپارڪر واري حصي ۾ رائج ٿيا، ڇاڪاڻ ته اھو پاڱو، جيسلمير، جوڌپور رياستن جي علائقن سان مليل ھو ۽ انھيءَ پاڱي جي ڀٽن، چارڻن ۽ سگھڙن جو راجستان جي سگھڙن سان زياده گھاٽو تعلق ھو. ٻيو ته انھي پاڱي جا سگھڙ جي سنڌي ٻوليءَ جي "ٿري - ڍاٽڪي" محاوري سان آشنا ھئا تن لاءِ ھندي اشعار سمجھڻ نسبتاً آسان ھئا. انھن سگھڙن جي پنھنجي طبعي شگفتگي خواه سنڌن مجلسن جي مخصوص رنگ رھاڻ سبب، اھي اشعار جي حسن ۽ مجاز متعلق ھئا سي انھن خاص طور ازبر ڪيا. انھي لحاظ سان پدمڻيءَ جي وصفن ۽ "سور ھن سينگارن" جھڙن رنگين عنوانن سان سنڌن خاص دلچسپي رھي ۽ انھن بابت جوڙيل افسانن ۽ بيتن کي پنھنجي سگھڙپائيءَ جي محفلن ۽ مجلسن ذريعي عام رائج ڪيائون.

اھوئي سبب آھي جو اھي عنوان اڄ ڏينھن تائين سنڌ جي سگھڙن جي سارڪن جا خاص موضوع آھن. ٻيو ته انھن

عنوانن بابت جي اشعار ملن ٿا تن ڪي جي گهريءَ نگاه سان ڏسجي ٿو ته انهن ۾ سنڌي ۽ سنڌيءَ جي ”ٿري-ڍاٽڪي“ محاورن جا الفاظ ۽ اصطلاح ملن ٿا، جن مان اسان جي مٿئين نظريي جي تائيد ٿئي ٿي ته غالباً انهن شعرن جي روايت سنڌي ٻوليءَ جي ”ٿري-ڍاٽڪي“ محاوري ذريعي ئي سنڌ ۾ عام رائج ٿي: يعني ته اول اول سنڌ ۾ اهي عنوان ۽ اشعار ٿرپارڪر جي ڀٽن، چارڻن ۽ مڱڻهارن جي زباني عام رائج ٿيا. ان جي مزيد تصديق هيٺ ”ڍول-مارو“ جي عنوان هيٺ ڏنل بيتن مان ٿئي ٿي، جو ته ”ڍول-مارو“ جو افسانو جيتوڻيڪ راجستان جي ڪن ڀاڱن، ڪڇ، گجرات توڙي ڪاٺياواڙ ۾ عام مشهور آهي، مگر سنڌ ۾ ان جي شهرت ۽ مقبوليت جو تعلق خاص طرح ٿرپارڪر جي ڀاڱي سان آهي.

<u>پدمڻي جون وصفون.</u> ”پَدمُ“ سنسڪرت جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي پبڻ جو ”ڪنول گل“ يا گل نيلوفر. هن گل جي نزاڪت ۽ سونهن جي لحاظ سان سنسڪرت ۾ نازڪ ۽ حسين عورت کي ”پَدمِني“ جو صفاتي نالو مليو، ۽ جنسيات جي لحاظ سان عورت جي چئني قسمن (١. پَدمِني ٢. چِترِني ٣. سَنکِني ٤. هَستِنِي) ۾ ”پدمني“ قسم جي عورت کي سڀني جو سرتاج ڪري مڃيو ويو. هنديءَ ۾ ”پدمني“ جو تلفظ ٿري ”پَدمَڻي“ ٿيو. جئن جنسياتي نظريي جي موجدن ”پدمڻي“ قسم جي عورت جا اوصاف لکيا، تئن سگهڙ شاعرن به پنهنجي تخيل جو گهوڙو ڊوڙايو ۽ ”پدمڻي“ عورت جي حسن جون خاص خوبيون بيان ڪيون.

سنڌ ۾ ”پدمڻي“ جي وصفن بابت جي اشعار مشهور آهن، تن جي ابتدا اسان جا سگهڙ اڪثر هڪ خيالي قصي سان ڪندا آهن، جنهن جو حاصل مطلب هي آهي ته اڪبر بادشاهه، بيربل کي پنهنجي حرمسراءِ ۾ وٺي ويو انهيءَ لاءِ ته هو فيصلو

ڪري ته حرمسراءِ جي بيگمات مان ڪا پدمني به آهي يا نه؟ اڪبر ڇهه چونڊ زالون هڪ ٻئي پويان بيربل کي ڏيکاريون ۽ هن هرهڪ بابت نظم جي هڪ مصرع ۾ جواب ٿي ڏنو ته انهن مان ڪابه پدمني ڪانهي-

("ڪهي بيربل سنئي شاهه اڪبر، اسي گهر نهين نار پدمني")

درحقيقت نظم جون اهي مصراعون ڪنهن سگهڙ شاعر جي تخيل جو نتيجو آهن، جنهن ۾ هن نشست برخواست جي ڪن خاص سنجيده اوصاف کي مدنظر رکي "پدمني" ۽ ٻين عام رواجي عورتن جو فرق بيان ڪيو آهي. انهن مصراعن جو مٿئين قصي سان ڪوبه تعلق ڪونهي. اهي مصراعون هي آهن:

١. پدمني تو پلڪ نيندر، پهر نيندر ڪامني
اڌ رات جاگي استري، اور سورج جاگي سنکٹي.

[يعني ته پدمني اهڙي ته نازڪ ۽ بيدار آهي جو ان جي ننڊ هڪ پلڪ کن مس آهي؛ جيڪا عورت هڪ پهر ننڊ ڪري سا پدمني نه چئبي مگر اها "ڪامني" يا هڪ چڱي معياري عورت آهي؛ ۽ جيڪا عورت ٻه پهر ننڊ ڪري ۽ اڌ رات جو جاڳي سا ڄڻ استري يا عام رواجي زال آهي؛ ۽ جيڪا سڄي رات سمهي ۽ سج اڀري اک ٻٽي، سا "سنکٹي" يعني خالي نالي زال آهي.]

٢. پدمني تو پون جاگي، پائون جاگي ڪامني
سڏ جاگي استري، اور سٽ جاگي سنکٹي.

[يعني ته پدمني ايڏي حساس آهي جو ذرا هوا هٽڻ سان سجاڳ ٿيو پوي؛ جيڪا پير جي اشاري سان سجاڳ ٿئي اها ڄڻ "ڪامني" آهي؛ جيڪا سڏ سان جاڳي اها عام رواجي استري آهي؛ باقي جنهن کي سٽ ڏيئي ٻٽي سجاڳ ڪجي سا ته خالي نالي زال آهي.]

٣. پدمڻي تو پانچ تولا، ڏهن جهيمي ڪامڻي
پاءَ جهيمي استري، اڌ سير جهيمي سنکڻي.

[پدمڻي جو قوت پنج تولا، جيڪا ڏهه تولا يا اڌ پاءُ کن کاڌو کائي سا ڪامڻي چئبي، جيڪا پاءُ ويلي تي کائي، سا چئڻ عام رواجي استري آهي، باقي اها جا اڌ سير ويلي تي چٽ ڪري سا چئڻ تلهي نالي زال آهي.]

٤. پدمڻي تو سات برسي، پانچ برسي ڪامڻي
تين برسي استري، اور بارهن ماسي سنکڻي.

[پدمڻي ستن ورهين بعد ٻار ڄڻي، جيڪا پنجن ورهين بعد ٻار ڄڻي سا ڪامڻي چئبي، جيڪا ٽن ورهين جي وٿي بعد ٻار ڄڻي سا چئڻ عام رواجي زال آهي، باقي جيڪا ٻارهين مهني ويامي سا چئڻ خالي نالي زال آهي.]

٥. پدمڻي تو هنس چالي، گج چالي ڪامڻي
مور چالي استري، اور ڍور چالي سنکڻي.

[پدمڻي هلي ته چئڻ هنج وانگر تلي، جنهن جي هاٿي (گج) جهڙي سهڻي چال آهي سا ڪامڻي، جا مور وانگر هلي سا به استري چئبي، باقي جا ڍورن وانگر هلي سا ته خالي نالي زال آهي.]

٦. پدمڻي تو ڪڙيان ڪيسي، ڪڙيان ڪيسي ڪامڻي
آرهه ڍڪي استري، اور ڪنان ڪيسي سنکڻي.

[پدمڻي عورت اها آهي جنهن جا ڊگها (ڪيس) وار پويان ڪڙين تي پيا پون، جنهن جا وار چيلهه تائين ٻيهن سا ڪامڻي چئبي، جنهن جا وار ارهه ڍڪي ٻيهن سا چئڻ عام رواجي استري آهي، باقي جنهن جا وار ايترو ڇوٽا هجن جو ڪنن تائين پهچن، سا ته خالي نالي زال آهي.]

مٿين مصراعن تي غور ڪرڻ سان معلوم ٿيندو تہ اهي سگهڙ شاعرن جي تخيل جو نتيجو آهن. صرف مصرع - ٥ ۾ ’پدمٺي تو هنس چالي‘ وارو فقره اصلي آهي، ۽ غالباً ان کان متاثر ٿي سگهڙن مٿيون مصراعون بنايون آهن. هنن مصراعن جي زبان بہ هندي ڪانهي، بلڪ سنڌي ۽ ان جي ”ٿري - ڍاٽڪي“ محاوري جو مٿن رنگ چڙهيل آهي. اڌ رات، سڌ، سٽ، اڌ سير، ڍور، ڪرڙيان، ۽ ڍڪي الفاظ سنڌي آهن ۽ ”ڌس جهيمي“، ”ڪرڙيان ڪيسي“، ”ڪرڙيان ڪيسي“، ۽ ”ڪنان ڪيسي“، جا اصطلاح زياده تر ”ٿري - ڍاٽڪي“ محاوري ۽ لهجي جي ساک ڀرين ٿا. انهن اهڃاڻن مان معلوم ٿئي ٿو تہ اهي مصراعون غالباً سنڌ جي سگهڙن جون ئي بنايل آهن.

ڍول - مارو بابت اشعار. اسان مٿي بيان ڪري آيا آهيون تہ جيتوڻيڪ ڍول - مارو جو افسانو سنڌ کان ٻاهر بہ مشهور آهي، مگر سنڌ ۾ ٿرپارڪر وارو پاڳوئي ان جي عام مقبوليت جي خاص ايراضي آهي. ”ڍول - مارو“ افساني جا هيٺيان اشعار سنڌي ٻوليءَ جي ”ٿري - ڍاٽڪي“ محاوري ۾ رچيل آهن ۽ انهن جي مطالعي مان صاف ظاهر آهي تہ اتي جي سگهڙن ساڳي ”سنگار رس“ واري زمين ۽ اسلوب بيان ۾ پنهنجي مڪاني افساني کي نظم ڪيو آهي. مطلب تہ تخيل ۽ اسلوب بيان هندي آهن تہ افسانو ۽ زبان سنڌي آهن، جن جو سنهنڌ هنن اشعارن ۾ بالڪل نمايان آهي(١).

---

(١) هي اشعار اسان کي مٺي، ضلعي ٿرپارڪر جي سگهڙ عارب فقير منگڻهار جي زباني مليا، ۽ الهيءَ ڀاڪيلي روايت جي بناء تي هي اشعار قلمبند ڪيا ويجن ٿا - ٻي ڪا روايت ملي ها تہ شايد انهن جي صحت کي بهتر بنائي سگهجي ها ۽ ڪن لفظن جي معني وڌيڪ واضح ٿئي ها.

١. اجـچـر، گجچر، ڪـُستـمچر، انـگـچـر اڌ ڪـار
سو سندر نہ بسرے، جس ڪا سورهن هے سينگار.

[جنهن دلبر جو حسن سڀني جاندارن جـي سهڻين صفتن جو جـامع آهـي- مثلا سندس ڪارا وار واسينگ نانگـ مثل (اجچر) آهـن، سندس سهڻي هلڻي هـاٿي جهڙي (گچر) آهي وغيره(١). سـو سهڻو سڄڻ ڪنان ڌـو وسري جنهن جا ويتر سورهن سينگار آهن.]

٢. سـُت رپ ڪـي چـال هـے، آڪارپ ڪا نـيـڻ
سـيو واهڻ ڪي لڪ هـے، جيون آنبارپ ڪا ويڻ.

[هنج (ست رپ = موتين جـي آفت = يعني هنج، جـو موتي چڳي) جهڙي سندس تور آهي، هرڻ (آڪارپ=اڪن جي آفت = هرڻ، جو اڪن کي کائي) جهڙا سندس نيڻ آهن، چيتي (سو واهڻ = شو ديوتا جي ويهڻ يعني سواري=شينهن، جنهن تي شو ديوتا سواري ڪئي) جهڙي سندس چيلھ آهي، ۽ ڪوئل (آنبا رپ=انبن جي آفت) جهڙي سندس ٻولي آهي.]

٣. هيم برن، ٻالڪ بدن، جهـيڻ لڪ، مرگهہ چڪـ
سو سندر ڪب بسرے، جهڙو ايڪ جيو گڻ لڪ.

[سندس سون جهڙو لال رنگ، ٻار جهڙو نـرم نازڪ بدن، سنهي چيلھ، ۽ هرڻ جهڙيون اکيون آهن: اهڙو سهڻو سڄڻ ڪئن وسري، جنهن جي جان هڪ ۽ گڻ لک آهن.]

---

(١) عارب فقير جـي زباني موجب 'ڪسمچر' معنيٰ شينهن آهـي ۽ انگچر معنيٰ هـرڻ آهي (۽ الهيءَ لحاظ سان معنيٰ ٿينديٰ تہ سندس چيلھ چيتي جي مثل سنهي آهي ۽ اکيون هرڻ مثل آهن.) 'اجچر' ۾ 'اج' معنيٰ نـانگ، 'گجچر' ۾ 'گج' معنيٰ هـاٿي: 'چر' جي پڇاڙي چال چلت ۾ مشابهت ڏيکاري ٿي. مثلاً 'سهچر' معنيٰ ساٿي.

٤. ڪٽ ڪيهر، بال پويَنُگ، ڪونج بدن ڪنُٽ لنُڪ
هيرا دسن، پودُ رُ ڪجوبهن (؟)، مارو مُنگهٽ مَتهَنُڪ.

[سندس چيلهه چيتي جي چيلهه وانگر سنهي، وار واسينگ وانگر ڪارا، ۽ ڳچي ڪونج جهڙي ڊگهي ۽ سنهي، ۽ ڏند هيرن جهڙا آهن (پودرڪ جوبهن، جو معنيٰ ٽٽن جو او پار آهي)؛ ۽ پڻ ان مارو (محبوب) جو موڙ منگهٽ مٺيادار آهي.]

٥. اکـ ڪاجل، نڪ سل، خنجر نـيـن ختنگ
مارو ترانُوڙـ مرگهه جيون اويي موڙـ انگ.

[سندس اکيون ڪجليون، نڪ سنهي سوراخ وارو، ۽ اکيون تلوار مثل آهن؛ منهنجي مارو (محبوب) چـڻ تهنڊڙ هرڻ وانگر، ڪر موڙي ناز سان پئي نهاري.]

٦. پاتر پينڊي، پينگهه ڏن(؟)، وَنءِ واسينگان جيون وَٽ
ڍولا! تميٺي مارو، جيون پلي گهوڙي ڪا نٽ.

[سنهي پنڊي، پينگهه جي لوڏ، ۽ رفتار ۾ انتظار يا نازن سبب واسينگن وارا وٽ ۽ پيچ، اي ڍوليا! تنهنجي مارو ڄڻ پلي گهوڙي وارا گُهنڊ ۽ ناز آهن!]

٧. پـاتـر پهرڻ، پل چڙهڻ، پـوم تريان آتم ڪل
لالـچ ڪَـيُٽي نـه لپٽا، ڍولا! لکيا لاپيا ول.

[نازڪ نفيس ڪپڙا پهرڻ ۽ اهڙين پلين گهوڙين تي چڙهڻ جن جو بـڻ روءِ زمين جي ٻڻن ۾ آتم آهي، ڍوليا! اهو بخت لالچ ڪندي نه ملي، البت لکيي سان نصيب ٿئي.]

## سورهن ۽ ٻارهن سينگار

مٿي سينگار جي اصولي نظريي توڙي هندي شاعريءَ ۾ "سورهن سينگارن" جي اصطلاحي معنيٰ تي روشني وڌي وئي آهي. "شرنگار رس" جي محرڪات جي اصولي نظريي موجب عورت جي فطري حسن جا اوصاف توڙي ظاهري ساٿ،

”سينگارن“ ۾ شامل آهن. ملڪ محمد جائسي پڻ پدماوت جي فطري حسن جا اوصاف بيان ڪندي سورهن سينگار جو نالو ڪنيو آهي. مگر هندي شاعريءَ جي پوئين تڪلف ۽ تصنع واري دؤر ۾ غالباً هندي شاعرن محض عورت جي ظاهري سينگارن کي ڳايو ۽ انهيءَ ڪري ادبين ۽ لغت نويسن ”سورهن سينگارن“ جي تشريح ڪندي انهن جو تعلق محض عورت جي ظاهري سينگارن سان ئي ڄاڻايو. البته پليٽس (Platts) پنهنجي ”هندستاني لغت“ ۾ لفظ ”سنگار“ هيٺ ”سوله سنگار باره آڀرَنَ (يا آبرَنَ)“ جو اصطلاح بنا تشريح جي ڏنو آهي، ۽ لفظ ”اڀرن“ يا ”ابرن“ جي معنيٰ لفظ ”آڀرن“ هيٺ هن طرح ڄاڻائي آهي: ”جواهرات زيور، زيب و زينت“ ان مان معلوم ٿئي ٿو ته ”آڀرن“ يا ”ابرن“ جو لفظ هندي ٻوليءَ ۾ ٻارهن قسمن جي ڳهن ۽ زيورن جي معنيٰ ۾ آيل آهي. آيا اهو لفظ هندي شاعرن به استعمال ڪيو ۽ محبوب جي سينگارن کي واکاڻيندي انهن ٻارهن قسمن جي ڳهن ۽ زيورن جو به ذڪر ڪيو، اهو اسان کي معلوم نه ٿي سگهيو آهي. ممڪن آهي ته هندي شاعرن محبوب جي ٻارهن قسمن جي زيورات جو ذڪر پنهنجي اشعار ۾ ڪيو هجي، مگر غالباً سنڌ ن اهو مضمون مشهور ڪونه ٿيو.

بعد ۾ جڏهن هندي عشقيه شاعريءَ جا عنوان سگهڙن جي رس رهاڻ جا موضوع بڻيا، تڏهن سنڌ ن سگهڙپائي انهن کي سموهي سنواري نوان معنوي نقطا ايجاد ڪيا. اسان جي خيال ۾ اهو سنڌ ۽ ٿرپارڪر جي سگهڙن جو انوکو تخيل هو جن انهن عنوانن کي نئون رنگ ڏنو بلڪ منجهن نئين جان پيدا ڪئي. هنن ”سنگار رس“ جي اصلي نظريه توڙي ”سورهن سينگارن“ جي پوءِ واري اصطلاحي معنيٰ، يعني ”فطري حسن“ ۽ ”ظاهري سينگار“ جي ٻنهي عنوانن کي پنهنجي نئين تخيل ۾ سموهي ”سورهن ۽ ٻارهن سينگارن“ جو هڪ نئون نظريو

قائم ڪيو، جنهن موجب ”سورهن سينگار“ عورت جي فطري حسن سان مخصوص ڪيائون، ۽ باقي ”ٻارهن سينگار“ عورت جي جڙتو جنسارن سان مخصوص ڪيائون. جيتوڻيڪ انهن ٻارهن بناوتي سينگارن لاءِ هندي لفظ ”ابرن“ سان صفت ”ابرنوي“ استعمال ڪيائون، مگر سندن هن تقسيم جو بنياد غالباً ”شرنگار رس“ جي نظريہ تي ٻڌل هو جنهن موجب ”شرنگار رس“ جي اساسي محرڪ (عورت) جي جوانيءَ کي چمڪائڻ لاءِ جملي ٢٨ اوصاف مقرر ڪيا ويا هئا جن ۾ ناز و ادا، فطري حسن، توڙي ظاهري سينگار شامل هئا. هنن سگهڙن جڏهن انهن اٺاويهن وصفن کي ٻن حصن ۾ تقسيم ڪري، ١٦ اوصاف فطري حسن لاءِ مخصوص ڪيا ۽ ١٢ اوصاف عورت جي ٻنهنجي سينگارن لاءِ مقرر ڪيا. انهيءَ تقسيم جي علاوه هنن سگهڙن انهن ٻنهي قسمن جي تشريح ڪري سورهن ۽ ٻارهن سينگارن مان هر هڪ جي سڃاڻپ جا اصول مقرر ڪيا. اسان جو هيءُ خيال تہ غالباً اهو نئون نظريو سنڌ جي سگهڙن پيدا ڪيو، هن حقيقت تي مبني آهي تہ انهيءَ نظريہ جي وضاحت ۾ جي اشعار ملن ٿا تن جي ٻولي ۽ اسلوب بيان ۾ سنڌي ٻولي ۽ سنڌي تخيل جو دخل آهي، جئن تہ هيٺين تشريح مان واضح ٿيندو.

سورهن فطري سينگار. هن نئين تخيل موجب، ”سورهن سينگارن“ جو اصطلاح خاص طرح حسن جي سورهن فطري وصفن لاءِ مخصوص ٿيو، ۽ انهن سورهن فطري وصفن جي تقسيم هن طرح ڪئي وئي تہ:

> ”چار چِلَنَتْ، چار اِڏَنْت، چار ڦول، ڦَلَ چار
> اهي سورهن ئي سينگار، آبِرَنوِيءَ اٺ چار“.

يعني تہ محبوب حسن جي سورهن فطري وصفن سان سينگاريل هجي، جن مان چار وصفون زمين تي هلندڙ جاندارن

(چلنت) واريون سهٽيون هجن، چار وصفون اڏامندڙن (اڏنت= پکي وغيره) واريون هجن، چار وصفون گلن (ڦول) واريون هجن، ۽ چار وصفون ڦلن (ڦل) واريون هجن: حسن جا فطري سينگار اهي ئي آهن، باقي آڀرنوي يعني بناوتي سينگار ٻيا جدا ٻارهن (اٺ+چار) آهن.

سورهن سينگارن جي مٿين اصولي تشريح نهايت ئي شاندار آهي: اول ته سورهن وصفن کي ڇهن مقرر قسمن ۾ وراهي انهن جي سڃاڻپ کي زياده واضح ڪيو ويو آهي، ٻيو ته انهيءَ سڃاڻپ جون فقط وسيع حدون مقرر ڪيون ويون آهن، هنديءَ ۾ "سورهن سنگار" جي وضاحت وانگر هرهڪ وصف جو نالو وٺي هر وصف کي محدود ڪونه ڪيو ويو آهي. هندي اديبن ۽ لغت نويسن جي تشريح موجب سورهن سينگارن جا نالا جيتوڻيڪ مختلف نظرين موجب مختلف آهن ته به هر حالت ۾ مقرر ٿيل آهن، جنهن جي معنيٰ ته هر شاعر محض اهي ئي مقرر ڪيل سينگار پنهنجي شعر ۾ بيان ڪري سگهي ٿو. مگر هن نئين نظريه موجب سندس آزاد تخيل لاءِ ڪافي ڪشادو ميدان ڇڏيو ويو آهي: شاعر ڪهڙن به جانورن، پکين، گلن يا ميون جون ڪهڙيون به چار سهٽيون وصفون تشبيهه طور آڻي سگهي ٿو. مثلاً هڪ سگهڙ اهي سورهن وصفون هن طرح بيان ڪيون آهن:

مرگهه جون ماٿهي نين هي، ڪٽ چيٽي بنراج
گهنگهٽ وانُ ڪو ترِيءَ ڪو، درگهه چالي گجراج.

[ مرگهه=هرڻ. ڪٽ=چيلهه. بنراج=شينهن. وانُ = آنُ جو. تري = گهوڙي. درگهه چالي = آهسته ڊيگهه وارا قدم کڻي هلڻ. گجراج = هاٿي. هن مصرع ۾ سگهڙ، محبوب جي حسن جون چار جانورن واريون فطري وصفون بيان ڪندي چوي ٿو ته: پيشانيءَ ۾ هرڻ واريون اکيون اٿس ۽ چيلهه چيتي شينهن

جهڙي سنهي اٿس، سندس گهنڊ ۽ ناز ڀليءَ گهوڙي جهڙو آهي، ۽ سندس خرامان تـور هاٿي جي سهڻي هلڻي وانگر آهي.]

ناس ڪيٽل، ڪوڪيٽل ٻولي، ڪنٺ گلے سيز مـور
پـرون سجن کے سيام هيں، جونؔ چمپا تي ڀونرَ.

[ ڪيل=چتون. ڪوڪيل=ڪوئل. ڪنٺ=ڳچي. سيام= ڪارا. چمپا=چنبيلي گل. هن مصرع ۾ سگهڙ محبوب جون پکين واريون چار وصفون بيان ڪندي چوي ٿو تہ: سندس نڪ طوطي جهڙو، ٻولي ڪوئل جهڙي مٺي، ۽ ڳچي مـور جي ڪنڌ جهڙي ڊگهي ۽ سنهي آهي؛ سجڻ جا ڀرون اهڙا ڪارا آهن جڻ چڻ چنبيلي جي سفيد گل تي ڀؤنر ويٺا آهن.]

آڌر ڪپول گلاب هيں، ڪيس سوسن ڪي ريهہ
ڪيسر روپ، مکهہ ڪنْول، اٹهہ ساجن وصل لے.

[ آڌر=چپ. ڪپول=ڳل. ڪيس=وار. سوسن=ڪارو گل. ريهہ=ليڪون (ڪاريون). ڪيسر=گل زعفران. ڪنول= گل نيلوفر. هن مصرع ۾ سگهڙ محبوب جون گلن واريون چار وصفون بيان ڪندي چوي ٿو تہ: لب ۽ رخسار گلاب جي گـل وانـگر لعل آهـن، ۽ وار سوسن گـل وانـگر ڪارا آهن؛ بدن جو رنگ ڪيسر مثل ڳاڙهو ۽ منهن ڪنول جي گل وانـگر سهڻو ۽ ٻهڪندڙ آهي. اهڙي حسن وارا سهڻا سجڻ! اٿي ڪو وصل جو لطف وٺ.]

ڪرَ ڪيلے، دچـن انار هيں، آري سوپاري تـان
استن ڪـامـن نـاريـلؔ هيں، آنـگيا سوپيا مان.

[ ڪر = ڪرايون. دچن=ڏند. آري =ڪڙي. تان=وانـگر. استن = پستان. انگيا= چولي، سوپيا= سونهن. هن مصرع ۾ سگهڙ محبوب جـون چـار قلنؔ واريون سهڻيون وصفون بيان ڪندي چـوي ٿـو تـہ: سندس ڪارايون ڪيلي جي قريءَ

جهڙيون آهن، ڏند ڏاڙهون جي داڻن جهڙا آهن، ۽ پير جي ڪڙي سوپاري جهڙي گول ۽ ننڍي آهي؛ ڪامڻيءَ جا پستان سنڌس مٺي چولي اندران چڻ ناريل آهن.]

مٿين مصراعن جي پڙهڻيءَ جو مدار لس ٻيلي جي سگهڙن جي روايت تي آهي. مرحوم آخوند عبدالرحيم وفا پڻ پنهنجي هڪ قلمي بياض ۾ اهي اشعار قلمبند ڪيا آهن ۽ سنڌس روايت ۾ ٻي مصرع (جنهن ۾ پکين واريون وصفون شمار ڪيل آهن) جي ٻي سٽ هن طرح آهي ته "ٽريهر چيها ڪے شام هين جيئن چنپا تے ڀؤنر". مگر انهيءَ پڙهڻيءَ مان ڪو صاف مطلب ڪونه ٿو نڪري. سنڌ جي ٻين موجوده سگهڙن کي اهي مصراعون بالڪل ناقص نموني ۾ ياد آهن. ٻي مصرع جي ٻيءَ سٽ ۾ سڀني متفقه روايت موجب "چرن چيهي جهڙا" واري مشابهت هئڻ گهرجي، يعني ته محبوب جا پير اهڙا لعل رتل هجن جهڙا چيهي پکيءَ جا پير. مجموعي طور مٿيون مصراعون هندي ٻوليءَ جي اسلوب بيان ۾ چيل آهن ۽ انهيءَ ڪري يا ته سنڌ-ٿرپارڪر جي ڪنهن وڏي سجاڳ سگهڙ جون چيل آهن يا ته ٻاهرئين ڪنهن سگهڙ جون آهن. البت "گهنگهٽ وان ڪو ترٽيءَ ڪو" واري جملي ۾ "ترٽي-ڏانڪي" محاوري جو ذرا عڪس نظر اچي ٿو ۽ "اٿهه ساجن وصل لے" واري فقره ۾ "سجن" جي بدلي "ساجن" ۽ خاص طرح عربي لفظ "وصل" جو استعمال خالص هندي بيان جي برعڪس آهي. ازانسواءِ ٻي مصرع جي ٻي سٽ جي ڏنل پڙهڻي جيڪڏهن صحيح آهي ته پوءِ ان ۾ "ڀرون" (ف. ابرو) جو لفظ چڻ سنڌي ٻولي جو لفظ آهي ۽ پڻ ڀرون جي ڀؤنر سان تشبيهه خاص طرح سنڌي تخيل مطابق آهي: "ڀؤنر ڀرون ڪارا" جو فقره ته سنڌ ۾ زبان زد عام آهي، مگر سنڌي شاعرن جي شعر مان پڻ هن تشبيهه جا ڪيترائي مثال پيش ڪري سگهجن ٿا، جئن ته:

- "لَڪ ليئي، آهر ڪَپُور، پروان پؤنر پونگ" (جلال)
- "آلده انگ عجيب جا، پؤنر پرون بنسئا" (دوست محمد)
- "پرون تنهن جا پؤنر جان، آکيون ميگهه ملار" (خضر)
- "ڪُنگو ورن ڪرائيون، پرون پؤنر پونگ" (سليمان)

مگر هندي شاعريءَ ۾ پرن جي پؤنر سان تشبيهه عام مروج ناهي. خصوصاً ڪنول يا چنبيلي گل تي ويٺل پؤنر کي هندي شاعرن محبوب جي اکين سان تشبيهه ڏني آهي. جئن ته هنديءَ جو استاد شاعر ملڪ محمد جائسي، پدماوت راڻي جي حسن جي تعريف ڪندي چوي ٿو ته:

نين چتر دے روپ چتيرے،
ڪنول پتر پر مدهڪر پهيرے.

(محبوب جون هوشيار تيز نظر اکيون ۽ حسين چهرو ائين پيو معلوم ٿئي جو چڻ ته ڪنول گل جي پن تي پؤنر ويٺو آهي.)

فطري حسن جي ١٦ وصفن ڪـي ڪن سگهڙن وري هن طرح شمار ڪيو آهي ته:

مرگهه نين، ڪيهر لڪ، اسپ گهونگهٽ، گـج گام
ڪوئل ٻولي، طوطي نڪ، مور ڳچي، پاريوَر قدام
سوسن بال، مـک ڪنول، ڏند چنبيلي، اڌر گل لالا فام
اونڌ سوپاري، نيپـوُ پـپهل، مگ ڦرانگلي، ٺـٻي آم.

يعني ته هرڻ جهڙيون اکيون، شينهن (چيتي) جهڙي سنهي چيلهه، گهوڙي وارو گهنڊ ۽ ناز، هاٿي واري سهڻي ٽور، ڪوئل جهڙي مٺي ٻولي، چٽـون جهڙو ڪنڊو نڪ، مور جهڙي سهڻي ڳچي ۽ ڪبوتر جهڙا گلابي پير، سوسن گـل جهڙا نرم ڪارا وار، ڪنول گل جهڙو سهڻو منهن، چنبيلي گل جهڙا سفيد ڏند ۽ لالہ جي گل جهڙا لعل لب، سوپاريءَ جهڙي گول ننڍي ڪڙي، ليمي جهڙا پستان، مگـ جي ڦريءَ

جهڙيون سنهيون آگريون، ۽ انب جي هيئين چوٽي جهڙي سهٽي ڪاڏي.

(ب) آبڙنوي يا ٻارهن ٻناوتي سينگار.

اسان ستي چئي آيا آهيون ته پليٽس جي "هندوستاني لغت" ۾ "سوله سنگار ٻارهه ابرن (يا ابرن)" جو اصطلاح ملي ٿو، ۽ "ابرن" جي معنيٰ "جواهرات زيور، زيب و زينت" ڏنل آهي. سنڌ جي سگهڙن "ابرن" مان "آبڙنوي" (يعني "ابرن" سان تعلق رکندڙ) صفت بنائي اهو نالو عورت جي ٻارهن ٻناوتي سينگارن کي ڏنو. ڪنهن سگهڙ هيٺين نظم ۾ اهڙن ٻارهن سينگارن جا مثال ڏنا آهن:

١- ٻوڪن، ڪنڇن قسم ڪي، ستٽ پاٽر نيڻني نار
٢- ڪاٽ سنواريت، بيڻني رپ، ٻسن چوڏو ٻازار
٣- درپن شاهي سجوڪي، سيندر سيند سينگار
٤- چوٽا، چندن، ميندي، تيل، اي سڀ ڪامن ڪي ڪار
٥- سنت ڪهي سچ بوليا، هي آبڙنوي اٺ چار.*

يعني ١. ڪپڙا (بوڪن = بوچن) ٢. زيور (ڪنڇن = ڪنچن = سون)- اهي ٻئي قسم قسم جا، ٣. سرمون (ست پاٽر = پٿر جو پٽ = سرمون جو ڪاٺين مان نڪري ۽ هڪ قسم جو پٿر آهي) جو عورت جي اکين ۾ سونهي، ٤. ڦٽي

---

* هن نظم جون ٻه ٽي روايتون آهن. ١ ۽ ٢ مصرع سڀني روايتن ۾ متفقه طور آيل آهن، باقي ٻين ٽن مصراعن جي روايتن ۾ اختلاف آهي. انهن مصراعن جون ٻه مکيه روايتون هيٺ ڏجن ٿيون:

(الف) ڏر پت شاهي سُجر ڪي، سندر سيند سينگار
عطر، ميندي، تيل، اي سڀ ڪامن ڪي ڪار
سچ ديکيا جو ڪچ ڪها، ابرنوي اٺ چار.

(ب) سياهي، سرخي سڀ رنگ قد ڪامن ڪي ڪار
چوٽا، چندن، ميندي، سيندور سيند سنوار
منت ڪهي، سچ بوليي، هي ابر(ن) پيي اٺ چار.

(ڪاٺ جي ڦٽي جا وار سنواري) ٥. ڏوري يا سينڌ (بيني ر پ=نڪ جي آفت - ڏوري به نڪ جي مٿان بيهي، ۽ جي سينڌ ڪڍجي ته به نڪ مٿان سڌي آڱر مٿي ڏيئي ان جو نشان ڪجي) ٦. سساڳ (بن چوڏو=وڻ جو چوڏو) لبن جي لالائي لاءِ. ٧. وڏي آرسي (درپن) جا جواني ڪي چمڪائڻ ۾، يا سينگار جي تياري ۾ مدد ڪري (سجوون=جواني ماٽيندڙ، جواني وارو. سجوانا=تيار ڪرڻ، تياري ڪري رکڻ) ٨. سينڌر، جو سينڌ جو سينگار آهي ٩. خوشبوءِ دار چوئو ١٠. چندن يا سرڪنڊ جو پيشاني تي ملجي ١١. ميندي جا هٿن پيرن ڪي لائجي، ۽ ١٢. تيل هرقسم جو، جو وارن ۾ وجهجي يا خوشبوءِ ۽ چمڪ خاطر منهن تي مکجي - اهي جملي شيون ڪاسڻ (ڪامڻي) جي ڪم جون آهن. درويش چوي ٿو ته، مون سچ چيو آهي ته ”ابرنوي“ يا بناوتي سينگار ٻارهن (اٺ+چار) ئي آهي.

مٿين مصراعن ۾ ”ڪاٺ سنوارت“، ”بن چوڏو“، ”سينڌ“ ۽ ”اٺ چار“ جا الفاظ سنڌي آهن ۽ ازانسواءِ قسم، بيني ۽ شاهي جهڙا عربي ۽ فارسي الفاظ به ڏيکارين ٿا ته هي نظم سنڌ جي ڪنهن مسلمان سگهڙ جي شگفته طبع جو نتيجو آهي.

مٿي ڏنل ٽن عنوانن، يعني ١. پدمڻي جي وصفن، ٢. ”ڍول - مارو“ جي افساني وارن شعرن، ۽ ٣. سورهن ۽ ٻارهن سينگارن، جي وضاحت مان معلوم ٿيو ته هندي عشقيه شاعري جا مضامين ۽ عنوان سڄاڳ سگهڙن ذريعي سنڌ تائين پهتا، سنڌ جي سگهڙن پنهنجي هڪ مڪاني افساني ”ڍول - مارو“ توڙي هندي ادب جي عنوانن ذريعي پنهنجي انوکن خيالن کي هندي اسلوب بيان ذريعي ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ خاص طرح عورت جي سينگارن جي ”سورهن ۽ ٻارهن“ واري تقسيم کي پنهنجي انوکي تخيل ذريعي نئين تشڪيل ڏني.

اهو وچ وارو دؤر هو جڏهن هندي مضمونن ۽ عنوانن ۾ سنڌي تخيل جي آميزش سان نوان نقطا پيدا ٿيا. تاريخي لحاظ سان غالباً اهو ڪلهوڙن کان اڳ ۽ ڪلهوڙن جو اوائلي دؤر هو. انهيءَ دور ۾ سنڌي سگهڙن اچا پنهنجي خيالن کي هندي اسلوب بيان ۾ اظهار ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. اندازاً ميان نور محمد ڪلهوڙي جي ايامڪاريءَ کان سنڌ جي پختہ۔مشق شاعرن هنن عنوانن تي خاص سنڌي زبان ۾ پنهنجا شاعرانہ جوهر ڏيکارڻ شروع ڪيا، ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ مستقل طور فن "سينگار" جو بنياد رکيائون.

# باب ٻيو

## سنڌي "سينگار" شاعري

ڪلهوڙن کان اڳ ۽ ڪلهوڙن جي اوائلي دؤر ۾ سنڌ جي سگهڙ شاعرن هندي شاعريءَ "سنگار رس" وارن مضمونن ۽ عنوانن ۾ پنهنجي سنڌي تخيل جي آميزش سان نوان نڪات پيدا ڪيا، البت انهيءَ اوائلي دؤر ۾ هنن پنهنجن خيالن کي هندي زبان جي اسلوب بيان ۾ ادا ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي. ميان نور محمد ڪلهوڙي جي اياسڪاريءَ کان سنڌ جي پخته مشق شاعرن، حسن ۽ سينگار جي مضمونن کي نئين سنڌي اسلوب بيان ۾ نباهيو، ۽ مستقل طور "سنڌي سينگار شاعري" جو بنياد رکيائون.

سنڌي سينگار شاعريءَ جو اوج ۽ ڪمال اسان کي سڀ کان پهريائين سگهڙن جي سرتاج جلال ڪنڌي جي بي بها بيتن ۾ نظر اچي ٿو. جلال غالباً پهريون استاد شاعر هو جنهن پنهنجي انوکي تخيل ۽ جادو بيانيءَ سان "سنڌي سينگار شاعري" کي اوج تي پهچايو. جلال، ميان نور محمد جي عهد جو شاعر هو ۽ غالباً ڀٽائي صاحب جو وڏو معاصر يا هم عمر هو. ان وقت جي عام سنڌي شاعري تصوف جي رنگ ۾ رڱيل هئي ۽ مجاز کان زياده حقيقت ڏي مائل هئي: جئن ته ان جو خاص مقصد اصلاح نفس هو ۽ ان جو خطاب عام ماڻهن کي هو، انهيءَ ڪري ان کي نهايت مؤثر مگر عام فهم زبان ۾ ادا ڪرڻ ضروري هو. ان جي ڀيٽ ۾ 'سنڌي سينگار' شاعري پنهنجي پس منظر جي لحاظ سان هڪ خاص 'فن' هو، جنهن ۾ محبوب جي حسن ۽ سينگار جي موضوع کي هڪ خاص انوکي اسلوب بيان ۾ ادا ڪرڻ لازمي هو. سينگار شاعريءَ جي هن

’فني حيثيت‘ سبب، ان کي نباهڻ لاءِ شاعرانه طبع سان گڏ هنر مندي ۽ سگهڙپائيءَ جي به ضرورت هئي. انهيءَ لحاظ سان ’سينگار شاعريءَ‘ جا استاد شاعر ساڳئي وقت هنر مند شاعر به هئا: البته هن سلسلي جا ڪافي اهڙا شاعر ٿي گذريا آهن جن جي شاعرانه طبع سندن ’هنر منديءَ‘ تي غالب هئي، وري ٻيا ڪي اهڙا آهن جن جي ڪلام ۾ ’هنر مندي‘ يا سگهڙپائي زياده نمايان آهي.

بحيثيت هڪ ”فن“ جي، سينگار شاعري نسبتاً هڪ مشڪل موضوع آهي، انهيءَ ڪري هن ميدان ۾ هر شاعر يا هر هنرمند جو ڪُڏڻ پوڻ مشڪل هو. اهوئي شايد هڪ مکيه سبب آهي جو هن سلسلي جي سچاڻ شاعرن جو تعداد محدود نظر اچي ٿو. حالانڪ هي سلسلو ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دَور جي شروعات کان وٺي ويندي اڄ تائين، يعني ته تقريباً پوڻا ٻه سؤ ورهيه، لاڳيتو نظر اچي ٿو. مگر هن تعداد جي ڪمي جا ٻيا ڪي خاص سبب پڻ نظر اچن ٿا. پهريون ته سينگار شاعريءَ جو خاص الخاص موضوع ”مجاز“ هو يعني ته محبوب جي ظاهري حسن ۽ سينگار جي تعريف. مگر سنڌ جي سر زمين عالمن، درويشن ۽ صوفين جي اصلاح نفس واري مسلسل تبليغ سبب هميشه ”حقيقت“ کي ”مجاز“ تي ترجيح ڏني، ۽ ”صورت“ جي بدلي ”سيرت“ جي قائل رهي، انهيءَ ڪري سينگار شاعري عالمن ۽ صوفي درويشن جي خاص طبقي ۾ عام رائج نه ٿي. جئن ته ان وقت لکيل پڙهيل طبقو به اهوئي هو، انهيءَ ڪري اهو شعر جنهن جو تعلق فن ”سينگار“ سان هو قلمبند ڪونه ٿيو، ۽ محض سگهڙن جي سينن ۾ ئي محفوظ رهيو. ٻيو ته ، ڀٽائي صاحب يا ٻين صوفي شاعرن جا بيت عام فهم زبان ۾ چيل هئا ۽ انهيءَ ڪري زبان زد عام ٿي ويا ۽ مگر ”سينگار شاعري“ بحيثيت هڪ فن جي، ڳوڙهي زبان ۽ انوکي اسلوب بيان ۾ ادا ڪيل هئي، انهيءَ ڪري

ان جو ذوق خاص طرح ان فن جي ماهرن جي مجلسن جو ورد وظيفو بڻيو. جيتوڻيڪ ان کي ڪافي مقبوليت حاصل ٿي مگر اها مقبوليت خاص طرح عوام جي سچاڻ سگهڙن ذريعي پيدا ٿي ۽ انهيءَ فن جي روايت به گهڻو ڪري سگهڙن جي سيني تائين محدود رهي.

سگهڙن جو سرواڻ ۽ سرتاج سگهڙ جلال کي سنڌي زبان ۾ "فن سگهڙپائي" جو باني مباني هو: فن "هنر" به ڪانئس هليو ته "ڏهسنامي" جي ڏاهپ به وٽانئس شروع ٿي، جنهن جي پوءِ هر ڏس ۾ ڏاهم پئجي وئي. "ڏهسنامي" جي ڏاهپ سان جلال سنڌي شاعريءَ جي فن "سينگار" کي ويتر وڌيڪ سينگاري اوُج ۽ ڪمال تي پهچايو. پين شاعرن جن حضرت جلال واري واٽ ورتي، ۽ خاص طرح سنڌي شاعريءَ جي فن "سينگار" ۾ پاڻ موڪيو، تن مان پهريون گروه خود جلال جي همعصر شاعرن جو هو. ڏاتو، خضر ۽ خانو ٽيئي ڪٽي هئا ۽ غالباً جلال جا عزيز ۽ همعصر هئا. صابر موچي پڻ جلال جو دوست ۽ همعصر هو. انهن کان سواءِ نه معلوم پيا به ڪيترائي وڏا سگهڙ شاعر ان وقت هئا جن جا نالا اسان تائين نه پهتا آهن.

بهرحال حضرت جلال کٽي واري دوُر ۾ "سينگار" شاعري اهڙي ته اوج کي پهتي جو وڏا درويش صوفي شاعر پڻ ان کان متاثر ٿيا. سيد ميون شاهه عنايت رضوي ۽ شاهه عبداللطيف ان وقت اعليٰ شاعريءَ جا امام ۽ اڳواڻ هئا ۽ سندن ئي رسالن ۾ اسان کي پهريون دفعو حقيقت سان گڏ مجازي شاعريءَ جي جهلڪ پڻ نظر اچي ٿي، جنهن ۾ محبوب جي ناز ۽ انداز ۽ پڻ ظاهري حسن ۽ سينگار کي سهڻي نموني ۾ بيان ڪيو ويو آهي: اهو رنگ کانئن اڳين بزرگن جي ڪلام ۾ اڪثر ناپيد آهي، ۽ جي آهي ته به نسبتاً بالڪل گهٽ آهي. اسان جي خيال ۾ اهو سندن همعصر شاعرن (جلال ۽ پيا جن فن "سينگار" ذريعي محبوب جي ظاهري حسن

کي چمڪايو) جو اثر هو جنهن هنن سرتاج سالڪن جي ڪلام ۾ به محبوب جي مجازي حسن ۽ سينگار جي جهلڪ پيدا ڪئي. شاهه عبداللطيف محبوب جي حسن ۽ ناز کي پنهنجي هيٺئين بيت ۾ نهايت ئي پاڪيزه ۽ بلند مقام کان حقيقي رنگ ۾ بيان ڪيو آهي ته:

نـاز منجهارا نڪري، جڏهن پرين ڪري ٿو پنڌ
پوڻ پٺ 'بسم الله' چئي، راهه چمي ٿي رند
آپيون گهٽي ادب سين، وٺي حورون حيرت هنڌ
سائينءَ جو سوڳنڌ، منهنجو ساجن سڀني سوهڻو!

(سر بروو سنڌي)

سيد ميين شاه عنايت رضوي غالباً پهريون دفعو، سر مومل راڻي ۾ مومل ۽ سندس سهيلين جي حسن جي مجازي تعريف زياده ڪليل الفاظ ۾ ڪئي ته:

گلبدن جون گجريون، اِرَم اوڏيائون
چوٽا تيل قليل مان واسينگ ويڙهيائون
انهيءَ پر، عنات چئي، راڻو رانيائون
سو سوٽي ڪيئن پاهون، جو گل گجر کي گڏئو!

پٺائي صاحب انهيءَ مضمون ۾ اچان به اڳتي قدم وڌايو، ۽ "سر مومل راڻي" ۾ هن رنگ جا ٽي بيت چيائين جيڪي پنهنجو مٽ پاڻ آهن:

١. جهڙا گل گلاب جا تهڙا مٿن ويس
چوٽا تيل چنبيلئا، ها ها، هو، هيس
پسئو سونهن، سيد چئي، نينهن اچن ٿا نيس
لالڻ جي لبيس، آتڻ اڪر نه اڇهي.

٢. جهڙا پانن پن، تهڙيون سالون مٿن سائيون
عطر ۽ عبير سان، تازا ڪئائون تن
سڙهيائون مشڪ سين، چوٽا ساڻ چندن
سونهن رُپي سونَ سين، سندا ڪامڻ ڪن

كيائين لال لطيف چئي، وڏا ويس وَرن
منجهه، مَرڪَس مَـنَ ۾، سوڍي سين سگ ٿئو.

٣. سون ورنيون سوڍيون، رُپي رانديون ڪن
اگر اوطاقن ۾، ڪٿوريون ڪمن
اوتيائون عَبير جا، مٿي طاق ترن
ٻاٽن ٻيلئون ٻڌيون، پسو سونهن سَڙن
ٿيا لاهوتي، لطيف چئي، پسڻ لئه پرين
اجهي تا اچن، ڪاڪ ڪکورئا ڪاپڙي.

انهن ظاهري سائن سينگارن کان سواءِ مجازي حسن جي حملي کي پڻ ڀٽائي صاحب واضح لفظن ۾ بيان ڪيو ته ”مومل کي مجاز جا آڪين ۾ الماس“ ۽ پڻ ”مومل کي مجاز جون تارن ۾ تبرون“. مجموعي طور ”سينگار“ شاعريءَ جي انهيءَ جهلڪ کان سواءِ، خصوصاً ”فن سينگار“ جي مضمون تـوڙي اسلوب بيان جـو اثـر پڻ سيد ميين شاه عنايت توڙي ڀٽائي صاحب جي ڪن بيتن ۾ چٽيءَ طرح نظر اچي ٿو، جنهن جو ذڪر اڳتي ايندو.

جلال ۽ سندس همعصر گروه کان پوءِ، سنڌي ”سينگار“ شاعريءَ جـي نامور شاعرن ۾ هڪ طرف جلال جا پاڙيسري ۽ جمن چارڻ جا عزيز، جان محمد، صدرالدين ۽ گلاب چارڻ هئا ته ٻئي طرف وري سيد ڪبير شاه، شيخ ابراهيم ۽ سنڌن ساٿي هئا، جن لس ٻيلي ۽ ملير طرف هن شاعرانه فن جو چرچو پيدا ڪيو. سليمان نالي ”فن سينگار“ جو استاد شاعر به غالباً هن ٻئي گروه سنجهان هو. ان بعد هن طبقي جي ٽئين گروه ۾ هڪ طرف دادو طرف جا سگهڙ شاعر ڪنڀار (نالونامعلوم)، لونگ، وڌو، مانجهي ڏڪڻ، ڪمڻ چارڻ ۽ چاڪر خان رستماڻي هئا، ته ٻئي طرف لس ٻيلي ۽ ملير ۾ چاڻ مراد علي، غلام الله جوکيو، قيصر خان ڀنڀ، دوس محمد، راڄڻ شاه، ۽ شيخ سائينداد جهڙا اعليٰ هنرمند استاد شاعر هئا. انهن ٽن گروهن کانسواءِ

سنڌ ۾ ٻيا ٻه ڪيترائي شاعر هن ميدان جا شهسوار هئا، جن جي محض نالن ۽ چند بيتن ڪانسواءِ هن وقت تائين ٻي ڪابه معلومات حاصل نه ٿي سگهي آهي. البت پوئين ويجهي دور ۾ جن 'سينگار شاعري' ڪئي تن بابت وڌيڪ معلومات ملن ٿا. اندازاً گذريل ٽيهن سالن کان وٺي اسان هن فن کي ڪچهرين ۾ پڻ بيان ڪيو آهي، جنهن ڪري ڪافي سگهڙن 'سينگار' جا بيت چيا آهن(١) ۽ 'سنڌي سينگار شاعري' جو هيءَ فن وري جڙو ٿيو آهي.

## سنڌي سينگار شاعريءَ جون خصوصيتون

سنڌي سينگار شاعريءَ جي مٿئين تاريخي پس منظر ۽ هن فن جي سڃاڻ شاعرن جي مختصر بيان بعد، اسان "سنڌي سينگار شاعريءَ" جي انهن خاص خصوصيات جو ذڪر ڪنداسون جيڪي ان کي هندي "سينگار رس" کان اسلوب بيان خواه عنوانن ۾ بي نياز ڪري، سنڌي شاعريءَ جي دائري ۾ بطور هڪ فن جي جداگانه ۽ مستقل حيثيت ڏين ٿيون.

### لغت جي وسعت ۽ بيان جي ڳوڙهائي

"سنگار رس" شاعريءَ جا عنوان ۽ مضمون هندي ٻوليءَ يا ان جي ٻين ويجهن محاورن ۾ رچيل هئا. سنڌي سگهڙن ۽ شاعرن لاءِ اهي ٻوليون غير سنڌي ۽ نيون هيون. انهيءَ ڪري غالباً هيءُ خيال پيدا ٿيو ته عورت جي حسن ۽ سينگار جي مضمونن کي انوکي لغت ۾ ادا ڪرڻ ضروري آهي. جڏهين سنڌ جي استاد شاعرن، پنهنجي نئين "سنڌي سينگار" جي فن کي هندي ٻولي ۽ ان جي محاورن جي بدلي سنڌي ٻوليءَ جي قالب ۾ سموهيو، تڏهين اهو لازمي ڇاتائون ته ان ۾ اهڙا انوکا الفاظ استعمال ڪن جو سندن زبان جي ڳوڙهائي، "سنگار رس" جي هندي ٻوليءَ واري انوکائيءَ جو مقابلو ڪري ان جي مٽ ۽ برابر ٿئي، بلڪ ان کان اتم ۽ اعليٰ بنجي.

(١) انهن جو ذڪر پين ٻاٻن هيٺ ايندو.

’سنگار رس‘ لاءِ استعمال ٿيل هندي ٻوليءَ جي لغت محض سنسڪرت ۽ هندي محاورن تائين محدود هئي. سنڌ جي سجاڻ سگھڙن پنهنجي ”سنڌي سينگار“ فن لاءِ هڪ طرف پنهنجا انوکا سنڌي الفاظ اختيار ڪيا، ٻئي طرف ’سنگار رس‘ شاعريءَ ۾ عام استعمال ٿيل سنسڪرت ۽ هندي اسمن کي پنهنجو ڪيو، ۽ ٽئين طرف وري عربي، فارسي ۽ بلوچي وغيره ٻولين مان انوکن اسمن جو هڪ وڏو سرمايو هٿ ڪيو. اهڙيءَ طرح ’سنڌي سينگار‘ شاعريءَ کي انوکي ۽ ڳوڙهي اسلوب بيان ۾ ادا ڪرڻ لاءِ پنهنجي لغت ۾ هڪ وڏي وسعت پيدا ڪيائون، بلڪ انهن چئجي ته خاص ’سنڌي سينگار‘ فن لاءِ ڄڻ هڪ نئين لغت تيار ڪيائون، جنهن ۾ سنڌي، سنسڪرت، عربي، فارسي، بلوچي، براهوئي، سرائڪي، ٿري ۽ ڍاٽڪي ٻولين جي انوکن اسمن جو سرمايو شامل هو. مختلف ٻولين جي مطلوب اسمن جي واقفيت ۽ ڄاڻ کي سنڌ جي سگھڙن هڪ خاص ’سگھڙپائيءَ جو فن‘ قرار ڏنو، جنهن کي ’ڏهسنامو‘ ڪري سڏيائون.

## ڏهسنامو

سنڌ جي موجوده سجاڻ سگھڙن جي متفقہ نظريي موجب ’ڏهسنامو‘ سنڌي سگھڙپائي جو آڳاٽو فن آهي، جنهن جو مطلب آهي: لفظن جي اها ڄاڻ ۽ بيان جو اهو نمونو جنهن ۾ ”ڏهہ ٻوليون ۽ ڏهہ معنائون هجن.“ سنڌ ن متواتر روايت موجب ”ڪٽي ڏهسنامي جا پهريان استاد هئا“ - يعني تہ جلال ڪٽي ۽ سندس قريب ساٿي ڏهسنامي جي فن جا پهريان ڄاڻو ۽ ماهر هئا. سنڌ جي هن سيني-بہ-سيني هلندڙ روايت مان ظاهر آهي تہ ڏهسنامي جي فن جي شهرت جلال جي ڏينهن کان ٿي، ۽ سنڌي سينگار شاعريءَ جو فن بہ ان وقت اوج تي پهتو، انهيءَ ڪري سمجهجي ٿو تہ ڏهسنامي جو فن، جنهن جي ذريعي مختلف ٻولين جي انوکن اسمن جي ڄاڻ

پيدا ٿي، سنڌي سينگار شاعريءَ جي عروج لاءِ بنيادي ڏاڪو هو.

غالباً سنڌ جي سگهڙن "ڏهسنامي" جو نالو ان وقت جي فارسي تعليم جي اصطلاحن کان متاثر ٿي اختيار ڪيو. فارسي سکڻ لاءِ 'دووايو'، 'ترواپو' ۽ 'آمدنامو' مشهور اصطلاحي نالا هئا. سنڌ جي سگهڙن جو معياري نظريو هو گهٽي ۾ گهٽ ڏهن ٻولين جا انوکا الفاظ سکڻ، انهيءَ ڪري "ٻن" يا 'ٽن' جي بدلي 'ڏهن' جو عدد نظر ۾ رکيائون، ۽ 'آمدنامي' جي لحاظ سان پنهنجو نئون اصطلاح "ڏهسنامو" ايجاد ڪيائون.

سگهڙن جي ذريعي 'ڏهسنامي' جا جيڪي مثال اسان تائين پهتا آهن، انهن مان معلوم ٿئي ٿو ته 'ڏهسنامي' جي چاڙ خصوصاً 'سنڌي سينگار' شاعريءَ جي خدمت واسطي پيدا ٿي. سنڌ جي سگهڙن خاص طرح انهن اسمن جا هم معنيٰ الفاظ ٻين ٻولين مان کولي هٿ ڪيا، جن جو تعلق محبوب جي سهڻن عضون ۽ اندامن سان يا انهن جي مشابهات سان هو. مثلاً محبوب جا وار، اکيون، ڏند، چپ، نڪ، چيلهه ۽ ٻيو خاص طرح تعريف جي لائق هوندا آهن، انهيءَ ڪري انهن اسمن جا هم معنيٰ الفاظ ٻين ٻولين مان هٿ ڪيائون. تشبيهات جي دنيا ۾ محبوب جي حسن، چهري جي رونق ۽ بدن جي صفائيءَ جي ڀيٽ سج، چنڊ، ڪنوڻ، سون وغيره سان ٿي سگهي ٿي؛ وارن جي ڀيٽ ڪاري رات ۽ ڪارن نانگن سان ٿي سگهي ٿي؛ اکين جي ڀيٽ هرڻ جي اکين سان ٿي سگهي ٿي؛ ڏندن جي ڀيٽ موتين سان ٿي سگهي ٿي؛ لبن جي لالائي جي ڀيٽ 'مينهن وساڙي' جيت ۽ لعلن وغيره سان ٿي سگهي ٿي؛ سنڌس سهٽي هلڻي جي ڀيٽ هاٿي، هنجهه ۽ مور وغيره سان ٿي سگهي ٿي؛ سنڌس سنهي چيلهه جي ڀيٽ شينهن جي سنهي چيلهه سان ٿي سگهي ٿي. انهيءَ لحاظ سان سج، چنڊ، ڪنوڻ، سون، مينهن وساڙي جيت، رات، نانگ، موتي، هرڻ، هاٿي، هنج، مور ۽ شينهن جي اسمن جا هم معنيٰ الفاظ مختلف

ٻولين مان ڳولي هٿ ڪيائون، انهيءَ لاءِ تہ انهن انوکن لفظن جي موثر ۽ موزون استعمال سان سنڌي سينگار شاعريءَ جي اسلوب بيان ۾ اها ساڳي انوکائي ۽ ڳوڙهائي پيدا ڪري سگهن، جا ڪين هنديءَ جهڙي ڊاري ٻوليءَ ۾ نظر ٿي آئي.

اسان هت 'ڏهسنامي' جا ڪي مثال قلمبند ڪريون ٿا، انهيءَ لاءِ تہ لغت جو هي مخصوص فن، جنهن تي سنڌي سينگار شاعريءَ جي اسلوب بيان جو دارومدار آهي، ان جي ماهيت قدري معلوم ٿئي. 'ڏهسنامي' جي ڄاڻ ۽ رهاڻ جا عملي مثال اسان جا سگهڙ سيني بہ سيني سانڍيندا پئي آيا آهن. اڳاٽي ۾ آڳاٽا سگهڙ جن جي ذريعي هي مثال اسان تائين پهتا آهن، سي هي آهن: (۱) لس ٻيلي جي سڄاڻ سگهڙ ۽ شاعر نم فقير مڱڻهار (۱۷۵۰/۱۸۰۰-۱۸۹۳/۹۶) جي روايت، جا سنڌس عزيز صالح محمد کان معلوم ٿي. (۲) لس ٻيلي ۽ ڪراچي طرف جا گذريل صديءَ جي نصف جا سگهڙ جن جي زباني ڪي چند مثال آخوند عبدالرحيم "وفا" سنہ ۱۲۷۳هہ ۾ سندس هڪ هٿ لکيل قلمي ڪتاب ۾ ڏنا آهن، ۽ (۳) حمل فقير لغاري جنهن پنهنجي عرصہ حيات (۱۲۲۵-۱۲۹۶) ۾ ڏهسنامي جا مثال مختلف سگهڙن وٽان ٻڌا، جن کي هن پنهنجي شعر جي قلمي بياض جي ڇئن پنجن صفحن ۾ تفصيل سان قلمبند ڪيو آهي. غالباً اوائلي روايتن ۾ هرهڪ اسم جي هم معنيٰ لفظن کي هڪ منظوم مصرع ۾ پوتو ويو، انهيءَ لاءِ تہ اهي نالا آسانيءَ سان ياد ڪري سگهجن - البتہ زماني جي گذرڻ سبب ڪن اسمن جون منظوم مصراعون سلامت نہ رهيون آهن. هيٺيان مثال عضون جي هم نام نالن جا آهن:

وار = آڪ، رَڏان، ڪيس، ڪَچ، تَرنگ، چڪُر، وار(۱)
شَعْر، سوءِ، قُٽ، زلف، ساجن سَرَ سينگار.

---

(۱) ٻيءَ روايت ۾ 'رڏان' جي بدران 'ريڏا' آهي. حمل جي روايت ۾ 'چڪر' جي بدران لکيل لفظ صاف نا هي، مگر اندازاً 'چين' (؟) معلوم ٿئي ٿو.

اکيون= آنک، اکيان، نيک کنول، چاهه، چشم، بن، رَين
پيپ، کَنجَن، چَپ، کَن، اک، پيي لوچَت دونَين .

يا

آنک، اکيان، نينک، کنول، نيهتر، چاهه، چشم
چتر، چکس(؟)، پيي، درگ، لوچن(؟)، کنجن، چَم.

نک = نک، بيني، ڦونر، پامَس، انف
چپ = هونٺ، لب، شفت، چَپ

هيٺيان مثال تشبيهات وارن اسمن جي هم نام نالن جا آهن :

(الف) ڪاري رات ۽ ڪارا نانگ جن سان محبوب جي ڪارن وارن کي تشبيهه ڏيئي سگهجي ٿي

رات = تَنگي، ٽهاري، تامني، تَمٿهرَ، تام، تَمَس
رات، رجني، رَيڻ، ليل، پَهپ، چَنيهر، نِس
شب، شام، شف، تامسَر، تاڳي، پَهَنب، آنس

نانگ = ڦڻ، پنَيگ، پوَنگ، آزگر
ڪرشن، بدويس، نانگ، وسيهر
مار، ثَعبان، آليهرَ، تَليهر .

(ب) سج، چنڊ، سون، ۽ کنوڻ جن سان محبوب جي حسين منهن جي رونق کي تشبيهه ڏيئي سگهجي ٿي:

سج = شارق، شمس، وجون، ويڌا، سجبَرن،
ديِ سرخي، دِيتاب
آڏت، وَرن، سج، رَيَن، خورشيد، بانا، بانَر
(يا بانسر؟)، آرن، آفتاب .

چنڊ = پونو، پنرو، پونَم، چاند، چَندورو، چَند
دِرگ، سَسَو ٺو، دَچراج، پورب، سس، مکرند (۱)
نوخ، قمر، ماهتاب، بَدر، ماهه، هلال، هسند.

---

(۱) ٻي روايت ۾ 'درگ' جي بدران 'هرگ' ۽ 'مکرند' جي بدران 'کرنت' آهي .

سون = ذَهب، سوسن(؟)، سُهرُو(؟)، ڪَنچن، سون، ڪُندَن
فيم، ورتافر، ٽهنگو، رچي، طلا، رتن.
ڪنوڻ = برق، دامني، ٻيج، سمہ (؟)، جهاڙڪ(؟)چيَ، ڪنگور
ڪنوڻ، وڄ، بجلي، ڪروخ، ملارگهنہ، چڇور.
(ج) هرڻ، جنهن جي اکين سان محبوب جي اکين کي مشابهت ڏيئي سگهجي ٿي:
آدگَر، آهُو، کرڊ ٻدن(؟)، هرن، ڪُرنگهان، چيُل (١)
جهوڪا(؟)، مرگه، غزال، آلَڪ، آسها، اسهول، نيُل.
(د) طوطو، جنهن جي ڪنڍي چهنب سان محبوب جي ڪنڍي نڪ کي تشبيهہ ڏيئي سگهجي ٿي:
ڪيُل، آنَنگ، تيمر، ٻُدر، سوندلہ.
(ه) موتي جن سان سهڻن ڏندن کي ڀيٽي سگهجي ٿو:
تنگن، پدماوت، مرواريد، دوڏر(٢)
تاهل، سُندر، در، موتي، احمر.
(و) هاٿي، جنهن جي سهڻي رفتار سان محبوب جي سهڻي هلڻي ۽ لوڏ کي ڀيٽ ڏيئي سگهجي ٿي:
ڪُنجل، ڪُنجن، هنوت، هاٿي، گج، سُنگَر، غيدان
هستي، چنچل، هرنو، فيل، ڪَنيرَ گتُ گيان.
(ز) شينهن، جنهن جي سنهي چيلهہ سان محبوب جي باريڪ ڪمر کي تشبيهہ ڏيئي سگهجي ٿي:
سينُگ، ڪُنير، ڪاروُو، قيصر، لَيثُ، مَزار(٣)
آسد، چيتا، شير، شينهن، آينُتَر نانڪ نروار.

---

(١) ڏهسنامي جي هن روايت موجب لفظ 'چيل' آهي، مگر عام طرح سينگارشاعريءَ ۾ 'چيهَل' استعمال ٿيو آهي. (٢) حمل فقير 'دوڏر' لکيو آهي، مگر عام طرح سينگار شاعريءَ ۾ 'ڏوڏر' استعمال ٿيل آهي. (٣) ڪن ٻين روايتن ۾ 'ڪاروُو' جي بدران 'ساروُو' ۽ 'قيصر' جي بدران 'ڪنٺر' يا 'ڪنٺل' آهن.

هن وقت انڪل ٻن سون ورهين ڪان پوءِ ٻه ڏهسنامي جي لغت جي انهن مثالن ۽ مصراعن جو باقي رهڻ ثابت ڪري ٿو ته جلال ۽ سندس ساٿين جي وقت ۾ هن فن جو ڪافي چرچو هوندو- لغت جي هن ذوق ۽ چاڻ ذريعي سنڌ جي سڄاڻ سگهڙن ۽ شاعرن اهي انوکا الفاظ چڻ پنهنجا ڪري ڇڏيا، ۽ انهن جي موزون ۽ مؤثر استعمال سان پنهنجي سنڌي سينگار شاعريءَ ۾ اها ڳوڙهائي پيدا ڪيائون جو ان جي پيٽ ۾ سنڌن اهل وطن واسطي "سنگار رس" جي هندي ٻوليءَ واري انوکائي هيچ بنجي وئي، ۽ هو هندي "سنگار رس" جي بدران، هاڻي ڪلي طور "سنڌي سينگار" ڏانهن متوجهه ٿيا.

هن ڪاميابيءَ جو سهرو يقيني طور حضرت جلال جي سر تي سونهي، جنهن پهريون دفعو "فن سينگار" کي نهايت مؤثر ۽ ڳوڙهي اسلوب بيان ۾ بهترين نموني سان نباهيو، جنهن ڪري انوکو ۽ ڳوڙهو اسلوب بيان سنڌي سينگار شاعريءَ جي هڪ خاص خصوصيت بنجي ويو. اها حقيقت اڳتي آندل بيتن مان پوريءَ طرح واضح ٿيندي، مگر اسلوب بيان جي ڳوڙهائيءَ کي هت ابتدائي طور سمجهڻ لاءِ، جلال جو هڪ بيت مثال طور ڏجي ٿو:

١. تَمهَر روپ تُرَنگ، آهن ڪنول ڪيس قريب جا
٢. سيهه ڳچي، قد سروَ سنئون، ڪَنوُنتر نيهف نيسنگ
٣. ڦوڪرَ ڦوڪَ پريانهَ جا، مژگانُ ڪيس خدنگ
٤. لڪ لئيشي، ڏهَرَ ڪپُور، پروان پڻر پَونگ
٥. تَنهن سُسايا سارنگ، جُلوي سان جلال چئي.

ظاهر آهي ته لغت جي وسيع چاڻ کان سواءِ هن بيت جي ڳوڙهائيءَ کي سمجهڻ مشڪل آهي. قابل هنرمند شاعر محبوب جي حسن جي تعريف ڪندي چوي ٿو ته:

١- ڪاري اونداهي رات (تمهر) مثل، محض محبوب جا ڪارا ڊگها وار (ترنگ) ڪنول گل جهڙا نرم وار (ڪيس) آهن. ٢- سندس سهڻي ڳچي ڪونج (سهه) جهڙي، قد سنئون سروَ جهڙو، ۽ نڪ (نيف=ع. انف) طوطي (ڪئونتر) جي چهنب مثل نروار ڪنڊو آهي. ٣- پرينءَ جا ڳل (ڦوڳر) مينهن وساڙي جيت (ڦوڳ) جهڙا ڳاڙها لال، ۽ سندس پنبڻين (مژگان) جا وار (ڪيس) تيرن (خدنگ) مثل آهن. ٤- سندس ڪمر (لڪ) شينهن (ليث) جي چيلهه جهڙي سنهي، ڏند (ڏهر) اڇا ڪافور (ڪپور) جهڙا، ۽ پرون اهڙا ڪارا آهن جهڙا پونئر ۽ نانگ. ٥- بقول جلال، (هن سڀني صفتين سهڻي سڄڻ) سندس حسن جي جلوه ساڻ سانوڻ (سارنگ) جي سهسين رنگ سونهن کي به جهڪو ڪري ڇڏيو آهي!

جلال جي هن بيت ۾ عربي، فارسي، سنسڪرت، هندي ۽ سنڌي زبانن جي لغت سمايل آهي، ۽ غالباً سندس ئي هن سيڻاء ذريعي سنڌي سينگار شاعريءَ ۾ انوکن لفظن جو استعمال هڪ مجيل معيار بنجي ويو. نه فقط ايترو مگر هن انوکي اسلوب بيان کان همعصر صوفي شاعر پڻ متاثر ٿيا. ڀٽائي صاحب، جو جلال ۽ سندس ساٿين جو همعصر هو، ۽ جنهن پنهنجي ذاتي فڪر ۽ طبع زاد بيان جي علاوه، ضرورت آهر هر ڳل مان واس وٺي پنهنجي فڪر کي عالمگير ۽ بيان کي جامع البيان بنايو، تنهن پڻ پنهنجي همعصر شاعرن جي هن نئين شاعرانه فن ۽ انوکي اسلوب بيان کي قدري پنهنجي زباني ڳايو ۽ چمڪايو.

مثلاً سر ڪوهياري جا هيٺيان ٻه بيت جن ۾ عمداً انوکن عربي لفظن کي استعمال ڪيو اٿس، سي هن معاصرانه سينگار شاعريءَ جي ڳوڙهي اسلوب بيان جو عڪس ڏيکارين ٿا:

۱. 'ليل' نہ جاڳئين ليک سين، ڪلي 'نوم' ڪياءِ
'قمر' تي پهچ قريب ڪي، 'اجلس' تو نہ جڳاءِ
مٿي! مهمانن سين ويهي رات وهاءِ
جيلانہ ننڊ ڪياءِ، تيلانہ روز رئين تي راهہ ۾.

۲. 'اجلس' ڪري اٿيا، تنوار يو تو ڏن
'نوم' نوازي ان ڪي، مرحبا موڏن
رڙهي رس روڏن، 'آئيوم' سيرُوا' سيئي!

نہ فقط ايترو پر خود معاصرانہ سينگار شاعريءَ جي دلچسپ مضمونن کان متاثر ٿي، ڀٽائي صاحب هيٺيون بيت بالڪل انهيءَ رنگ ۾ چيو تہ:

ڪنئيرَ گت سڪن، چلڻ جي چاهہ پٺي
هيندوا حيرت ۾ پيا، لاليءِ ڪي لبن
چمڪن چوڏس چنڊ جئن وچڙيون وهسن
لوچن ٽيون لطيف چئي، پسڻ لئي پرين
ڪيسر قريبن، سنباهي ساڻ ڪيا.

(سر سارنگ: د ـ ۳)

هن بيت ۾ 'ڪنير گت' (هاٿيءَ جي چال)، هندوا (ڳاڙها ميٺهن وساڙا جيت) ۽ ڪيسر (زعفران جنهن جي ڳاڙهي رنگ ۽ خوشبوءِ سان محبوب جي بدن جي لال ڀڪندڙ رنگ ۽ هٻڪار ڪي مشابهت ڏجي ٿي) خاص طرح ڏهسنامي جي لغت جا الفاظ آهن جي سينگار شاعريءَ ۾ عام استعمال ٿيل آهن. ساڳيءَ طرح ميين شاهہ عنايت رضويءَ پڻ معاصرانہ سينگار شاعريءَ کان متاثر ٿي ان جي هڪ خاص عنوان تي بيت چيو آهي جنهن جو ذڪر اڳتي ايندو.

مطلب تہ انوکي لغت ذريعي ڳوڙهو اسلوب بيان 'سينگار شاعريءَ' جي هڪ امتيازي خصوصيت بنجي ويو ۽ ان جو اثر هن فن جي علمبردارن کان سواءِ ٻين شاعرن تائين

پڻ پهتو. ازانسواءِ عام اسلوب بيان ۾ مجازي حسن جي تعريف پڻ "سينگار شاعري" جي زير اثر شروع ٿي، جيئن ته هن ڪان اڳ بيان ڪيو ويو آهي. ميون شاهه عنايت رضوي ۽ ڀٽائي صاحب غالباً پهريان بلندپايه صوفي شاعر هئا، جن مجازي حسن کي ابتدائي طور صاف سنڌي زبان ۾ ڳايو. انهيءَ عام فهم اسلوب بيان ۾ محبوب جي مجازي حسن جي موضوع کي ان وقت کان وٺي ويندي موجوده دور تائين مختلف شاعرن مسلسل طور پنهنجي بيتن ۽ ڪلامن ۾ ڳايو آهي، مگر اهو مجازي حسن جي تعريف جو موضوع عام فهم اسلوب بيان سبب 'سينگار شاعريءَ' جي مخصوص فن جو جز بنجي نه سگهيو. بيشڪ ڪبيرشاهه، حمل ۽ راڃن شاهه جهڙا استاد شاعر، جي 'سينگار شاعريءَ' جي فن ۾ پڻ ممتاز هئا، تن عام فهم اسلوب بيان ۾ مجازي حسن جي موضوع کي واه جو نباهيو، مگر عموماً مجازي حسن جي موضوع تي چيل شعر خاص امتيازي صورت وٺي سنڌي شاعريءَ جي جمهوري ذخيري ۾ ڪا جداگانه حيثيت پيدا نه ڪري سگهيو. اسان هن مسئلي تي ڪافي جستجو ڪئي ته آيا 'سينگار شاعري' جي فن کي ڪن شاعرن عام فهم اسلوب بيان ۾ پڻ نباهيو يا نه؟ مگر اهڙا خاص مثال معلوم ٿي نه سگهيا. البته ميين شاهه عنايت رضوي، مومل ۽ سندس مجيجائين جي مجازي حسن جي بيان ۾ هڪ دلچسپ عنوان "گلبدن جون گجريون - الخ" قائم ڪري بيت چيا، جن جي پيران ڀٽائي صاحب به پنهنجي فصيح ۽ عام فهم اسلوب بيان ۾ بي نظير بيت چيا. انهيءَ عنوان کان متاثر ٿي پوئين دور جي هڪ شاعر مير دوست ٽالپر، هيٺيون بيت چيو جنهن جو اسلوب بيان پڻ عام فهم آهي، مگر ان جون تشبيهون خاص طرح "سينگار شاعريءَ" واريون آهن:

گل بدن جون گجريون، کهڙي رَوَش رون!
ڏند اڇا، سينڌ سنئين، وار ڪتوريءَ ون
ڏاڍن چوڙي چڏيا منهن تي معشوقن
ڪنڊو نڪ نراڙ ۾، ڀهه ڀهه نيڻ ڀرن
منهن پوپٽ ڪؤن پڌرو، لاتي لاس لڱن
آره آهي چنڊ جان، تو ترنساه ٽٽن (١)
سينو ڪشادو سانول جو، آ سنهي ڪمرڦر يبن
ٻاسريون پرين جون، ڪانجهي جان ڪرڪن
ٻسو ٻسو تنهن نار تي متئون آگر ين
ڇلا منڊيون مانُ جهي يار جا، ٽا ڳوليا ڳوٽ لهن
ميڙا، موريون، منگليون، جهومڪ جهالر جن
هلڻ جن جو هستيءَ جو، آ ڳچي ڪونج ڪرن (٢)
ڪرڪن ڪيل ڀڪيءَ جان، لات لطيف لنون (٣)
آهيني ڪان آجرا، وڇن جهڙي ون
هرڻ ڏسي حيران ٿيا، مات لڳي مرگهن
انهيءَ آريڻ ٻاريڻ سڀرين، چڻي نه، چڏجن
من وجهي ويا مامري، ڏيئي اوجاڳا ٻه اکين
مانُ جو ڀنڌ نه اڇهي، ٻنا دلبرن
لهي منجهه لڪن، من محب ملي مير دوست چئي (٤).

سنڌي سينگار شاعريءَ جي ٻن بنيادي ۽ امتيازي خصوصيتن يعني ته لغت جي وسعت ۽ اسلوب بيان جي ڳوڙهائيءَ جي مٿين مختصر وضاحت بعد، اسين هن فن جي مخصوص عنوانن ۽ مضمونن، خيال جي جدت ۽ تشبيهات جي وسعت وغيره خوبين تي قدري روشني وجهنداسون، جي 'سنڌي سينگار' کي هندي 'سنگار رس' جي ڀيٽ ۾ نه فقط هڪ مستقل امتيازي حيثيت ڏين ٿيون بلڪ ان کي هر نقطه نظر کان اميازي فوقيت ڏين ٿيون.

---

(١) ر: آره ڪڙي ٿو چنڊ جان ـ الخ. (٢) هستي = هاٿي. (٣) ڪيل = طوطو.
(٤) ر: لهي منجهه ڪن، محب گڏيو مير دوست چئي.

## ٻوريءَ جا سورهن ــ ٻارهن سينگار

هن کان اڳ تفصيل سان بيان ٿي چڪو آهي ته هندي ۽ جينوٽيڪ "سولهہ سنگار باره آڀرن" (يعني سورهن سينگار ۽ ٻارهن زيور) جو تصور موجود هو، مگر ان جي وڌيڪ تشريح يا تعريف ناپيد هئي. سنڌ جي سچاڻ سگهڙن انهيءَ نظريي کي پنهنجي انوکي تخيل جي قالب ۾ سموهي "سورهن ۽ ٻارهن سينگارن" جو هڪ نئون نظريو قائم ڪيو، جنهن موجب "سورهن سينگار" عورت جي فطري حسن سان مخصوص ڪيائون ۽ باقي "ٻارهن سينگار" عورت جي جڙتو جنسارن سان لاڳو ڪيائون، ۽ پڻ ٻنهي قسمن جي وڌيڪ تشريح ڪري سورهن ۽ ٻارهن سينگارن مان هرهڪ جي سڃاڻپ جا اصول مقرر ڪيائون ته:

چار چٽنٽ، چار آڏنٽ، چار قول، ڦل چار
اهي سورهن ئي سينگار: آبرنوي، اٺ چار.

يعني ته سهڻو محبوب جن سورهن فطري وصفن سان سينگاريل هجي، تن مان چار وصفون گهمنڊڙ جاندارن (چلنت) واريون هجن؛ چار اڏاسندڙن (اڏنت) واريون، چار ڳلن (قول) واريون، ۽ چار ميون (ڦل) واريون هجن. ساڳيءَ طرح "آبرنوي" يعني عورتن جي ٻارهن بناوتي سينگارن جي پڻ سڃاڻپ مقرر ڪيائون. سندن انهيءَ تحقيق ذريعي "سورهن ۽ ٻارهن" سينگارن جو چرچو عام ٿي ويو ۽ انهن جي معنيٰ ۽ ماهيت سڀني کي معلوم ٿي وئي. انهيءَ ڪري سنڌ جا هنرمند شاعر انهيءَ ڳالهہ جا محتاج نہ رهيا تہ هو پنهنجي "سينگار شاعري" ۾ ويهي "سورهن ۽ ٻارهن سينگارن" جو تفصيل سان بيان ڪن. جهڙيءَ طرح صوفي شاعرن، مثلاً ميين شاه عنايت ۽ ڀٽائي صاحب سمجهيو تہ سندن مخاطب سنڌ جي ڪٿهنن قصن (عمر مارئي، سسئي پنهون وغيره) جي

تفصيل کان اڻڄاڻ آهن، اهڙيءَ طرح "سينگار شاعريءَ" جي استاد شاعرن کي به خاطري هئي ته سندن سامعين "سورهن ۽ ٻارهن سينگارن" جي معنيٰ ۽ ماهيت کان اڳيئي واقف آهن. هندي شاعر پنهنجي "سنگار رس" شاعريءَ ۾ اڃا محض ابتدائي منزل طيءِ ڪري رهيا هئا ۽ انهيءَ ڪري محبوب جي حسن بابت سندن تخيل تـوڙي بيـان محض مختلف تشبيهن تائين محدود هئا، مگر سنڌي شاعرن جي تخيل جو پرواز هاڻي پري وڃي پهتو. هنن هي نقطو واضح ڪيو ته جو سڄڻ سڀني پرين سهڻو آهي سو سورهن ۽ ٻارهن سينگارن جو تـه يقيني طور حامل آهي: يعني تـه جاندارن، اڏامندڙن، گلن توڙي ميون وارين فطري سهڻين وصفون توڙي لباس ۽ ڳهن جا جملي جنسار سندس حسن ۽ سينگار جا ادنيٰ ڪرشما آهن، انهيءَ ڪري انهن کي ڪهڙو شمار ۾ آڻبو! سهڻو محبوب جنهن جي حسن جو معيار گهڻو بلند ۽ بالا آهي سو انهن ڳاڻ ڳڻين وصفن کان اڃا ڪي افضل ۽ اعليٰ آهي. بقول هـن بيت جي هڪ شاعر جي:

> وڏي وڏي وڏراه، آءٌ ڪوڙين قلم جوڙيان
> ڌرتـي ڌَر ڪاغـذ ڪري لـکـان لعلڻ لاءِ
> مس جو، مرادعلي چئـي، سمنڊ پـاڻـي پـاءِ
> ته به ساجن ڳڻ سنداءِ، آءٌ قلم چاڙهيان ڪيترا!

دراصل سنڌ جي سچاڻ شاعرن جي فڪر تي تصوف جو رنـگ چڙهيل هو، ۽ جيتوڻيڪ هنن مجازي شاعريءَ جي ميدان ۾ پئي ڪؤنتل ڪڍايا، ته به سندن ذهن، فڪر ۽ طبع حقيقت ڏانهن مائل هئا. انهيءَ ڪري جڏهن پنهنجي سينگار شاعريءَ ۾ سورهن ۽ ٻارهن سينگارن جي مضمون کي پيش ڪيائون تڏهن مجموعي طور "سورهن ۽ ٻارهن" سينگارن جـو اهڃاڻ ڏيئي، نموني طور چند تشبيهون بيان ڪري، آخر ۾ نتيجي طور هـن حقيقت کي واضح ڪيائون تـه حقيقي محبوب جو حسن

جملي ظاهري وصفن کان بالاتر آهي. درويش جلال رنگريز پهريون دفعو سورهن ۽ ٻارهن سينگارن جي مجازي رنگ ۾ حقيقي حسن جو اهو بلند تخيل پيش ڪيو، ۽ انهيءَ معنيٰ ۾ سنڌس هيٺيون بيت پوين شاعرن لاءِ پڻ مشعلِ راه بڻيو.

١. جب گوري گهڻا ڪري 'اٺ ڏوٺا' اغماز
٢. 'ده دو' دائم درس رکي ڪُل ڪامڻ ويس قواز
٣. ان جي چرنن طير چريا ڪيا، پس وتن پرواز
٤. آهو، مين مشاهدي، ڪن طائوس تواض
٥. ترنگن طرح تپاسيا، ڪن نيون نانگ نياز
٦. سرو، صنوبر سر زمين، ڪم ڪنچن ماه ڪماز
٧. اِنهان دور دراز، منهنجا جانب وڃ، جلال چئي.

يعني- ١. جڏهن اها گوري حسين عورت فطري حسن جي سورهن (اٺ ڏوٺا) غمزن کي پنهنجو گهه ۽ زيور بنائي ٿي. ٢. ٻارهن (ده + دو) قسمن جي ويس وڳن ۽ سينگارن کي پڻ اها ڪامڻ عجب هنر (قواز = قواعد) سان هميشه قائم رکي ٿي. ٣. (تڏهن سنڌس حسن ۽ سينگار، ناز ۽ انداز اهو اثر رکي ٿو جو:) سنڌس قدمن (چرنن) جي سهٽي ٽور (هنجهه، مور، پاريهر ۽ ڪبوتر وغيره) پکي (طير) چريا ڪري ڇڏيا، جي ڏس تِم (انهيءَ ديوانگيءَ ۾ سرگردان ٿيا) اڏامندا وتن. ٤. هرڻ (آهو) توڙي مڇي (پهريون سنڌس سهڻين اکين ۽ ٻي سنڌس ننڍڙي سهٽي گول وات جي) مشاهدي ۾ (حيران) آهن، ۽ (سنڌس سهٽي رفتار سببان) مور (طائوس) پڻ تواضع ڪري رهيا آهن. ٥. ڍگهن ڪارن وارن (ترنگن) کين تعجب ۾ حيران ڪيو (تپاسيا) جو ڪارا واسينگ نانگ پڻ نياز ۾ نمي رهيا آهن. ٦. (سنڌس سنئين قد جي پيٽ ۾) روءِ زمين جي سرو ۽ صنوبر وڻن جي سڌائي گهٽ آهي، ۽ (سنڌس چهري جي سهٽي رنگ ۽ رونق جي آڏو) سون (ڪنچن) توڙي چنڊ جو جلوو ڪم آهي. ٧. پر ان (ايڏي حسن ۽ ناز واري

سهڻي عورت) ڪان ٻ، جلال ٿو چوي ته، منهنجا پرين اجا ڪي گهڻو وڏيڪ آهن.

جلال جي هن بيت ۾ اسلوب بيان جي لحاظ سان هيءَ نقطو قابل غور آهي، ته جلال غالباً پهريون بلند شاعر هو جنهن هندي ”سنگار رس“ شاعريءَ جي بدران سنڌي ”سينگار شاعريءَ“ کي فروغ ڏنو. جيئن ته ”سورهن يا ٻارهن سينگار“ جي مضمون جي ابتدا هندي ”سنگار رس“ کان ٿي، جلال پڻ ان تاريخي تسلسل جي لحاظ سان پنهنجي بيت جو پهريون فقره، ”جب گوري گهنا ڪري“، هندي ٻوليءَ جي اسلوب بيان جي مناسبت سان قائم ڪيو. سنڌس اهو دلچسپ عنوان ايترو ته مقبول ٿيو جو ٻين ڪيترن ئي شاعرن سنڌس بيت جو اهو ساڳيو عنوان يا مضمون سامهون رکي طبع آزمائي ڪئي. اسان انهن مڙني وڏن خواهه ننڍن شاعرن جا انهيءَ رنگ ۾ چيل بيت، جي اسان کي ايستائين معلوم ٿي چڪا آهن، هيٺ ڏيون ٿا انهيءَ لاءِ ته سنڌي سينگار شاعريءَ جي عام مقبوليت ۽ هن خاص عنوان جي جابجا چرچي جو اندازو لڳائي سگهجي. سنڌس ٻيا بيت ساڳئي عنوان تي، مگر زياده مجازي رنگ ۾ چيل آهن.

جلال واري وات وٺي پوءِ ٻين سچاڻ شاعرن هن ساڳئي موضوع تي سهڻا بيت چيا. خاص طرح ڪبير شاهه، يوسف، هوندن، شير خان ۽ راڇن شاهه جا چيل بيت توجهه طلب آهن، جيڪي اڳتي ٻين ٻاٻن هيٺ ڏنا ويا آهن.

<u>سنڌي سونهن - پري پنهنجي فطري ماحول ۾</u>

هندي ”سنگار رس“ شاعريءَ ۾ عورت جي سورهن سينگارن توڙي ٻارهن ڳهن ۽ زيورن وارو نظريو تڪلف کان خالي نه آهي. هندي شاعرن جي آڏو اها محبوبه آهي جا پنهنجي فطري حسن جي علاوه ”فيشن“ ۾ به پنهنجو مٽ پاڻ آهي، ۽ ظاهر آهي ته هو شهري تمدن جي پيداوار آهي ۽

سماج جي رنگينيءَ جي رازدار آهي. هوءَ بدن جي آڏمڪ، ارگجا عطر، سينڌ سرمي، مسي مساڳ، ويس وڳن ۽ زيورن جي هار سينگار سان پنهنجي حسن کي چمڪائي ٿي، ۽ اکين جي الحاظ، ناز ۽ انداز، سهڻي گفتار ۽ ڪبڪ رفتار سان ويتر دليون گهائي ٿي. مطلب ته هي محبوبه حريف ۽ هوشيار آهي ۽ سرتاپا تڪلف آهي.

سنڌ جي سچاڻ شاعرن هن روايتي مضمون کي بطور هڪ فني عنوان ۽ فرضي تخيل جي سنڌي سينگار شاعريءَ ۾ ڀڻ سمايو: بلڪ ان کي ويتر وڌيڪ وڌايو ۽ ويجهايو، ان جي هر پهلو کي ورجايو، ان جي هر نقطه ۽ معنيٰ کي نباهيو، ۽ مجموعي طور سان ان کي نهايت سهڻي نموني ۾ ڳايو- ۽ واه جو ڳايو!

مگر سنڌن سليم طبع محسوس ڪيو ته هندي ”سنگار رس“ واري محبوبه جو تخيل بهرحال هڪ هوشيار ۽ حريف شهري عورت جو آهي، ۽ سنڌ جي سادي زندگي ۽ ٻهراڙيءَ جي عام فطري ساحول ۾ اهڙو تخيل محض هڪ فرضي تخيل ٿيندو. سنڌ جي حقيقي محبوبه ٻهراڙيءَ جي عورت آهي جنهن جي فطري حسن کي ٻهراڙيءَ جو فطري ماحول چمڪائي ٿو، هوءَ عموماً هڪ ڪم ڪندڙ عورت آهي جنهن کي سندس روزاني مشغول زندگيءَ ۾ هارن ۽ سينگارن جي تصنع ۽ تڪلف لاءِ نه وقت آهي ۽ نه ضرورت. انهيءَ ڪري سنڌي سينگار شاعريءَ ۾ عوام جي انهيءَ حقيقي محبوبه کي سندس ٻهراڙي واري فطري ماحول ۾ پيش ڪجي: ٿاهجي ته اهو مضمون ٿاهجي ۽ ڳائجي ته انهيءَ کي ڳائجي.

**جلال.** جلال غالباً پهريون بلند شاعر هو جنهن انهيءَ نئين عنوان جي ابتدا ڪئي. مجموعي طرح سان، ٻهراڙيءَ جي سوٻياوان زال ۽ سندس فطري ماحول جو تخيل جو جلال پيش ڪيو، سو هيءُ هو ته: مينهن جي مند آهي ۽ مال وارن

سانگي ماڻهن جا گهر آهن. پيو سال پهري ويل آهي باقي ڪير پياڪ ننڍڙا ڦر واڙي جي آسپاس پيا گهمن. اوچتو ڪڪر پرجي اچن ٿا ۽ مينهن جي ڦڙ ڦڙ پوڻ شروع ٿئي ٿي. گهر واري نوجوان حسين زال کي ننڍڙن ڦرن جو خيال ٿئي ٿو ۽ ٻاهر نڪري اچي انهن ڦرن کي واڙي ۾ وجهڻ جي ڪوشش ڪري ٿي. انهيءَ تڙ تڪڙ ۾ سندس وار ڪلهن تي وکري پون ٿا ۽ منهن تي مينهن جا ذرا ذرا ظاهر بنجي بيهن ٿا. انهيءَ فطري ماحول ۾ سندس چهرو پهڪي ٿو ۽ حسن چمڪي ٿو: سندس انهيءَ بي مثال پاڪيزه سونهن جي تعريف بيان ڪان ٻاهر آهي.

جلال اهو انوکو تخيل پنهنجي هيٺين بي نظير بيت ۾ پيش ڪيو ته:

١. گورب وجهندي گُونڊ، ڪريا ڪيس ڪلاه تان
٢. آل اليهر آنسُرا، نيين ته نرگس نُونڊ
٣. تي ڦڙ ڦڙ ڦوهارن، جئن دَ دُسُت صاف سموند
٤. ميگهم پسي مستان ٿيو، برسي بادل بوند
٥. چا خوبي خورشيد جي، مُک آذو محمود
٦. چٿين چکين چڪ چؤنڊ، ڪنهنجي ناهي جوت جلال چئي.

يعني ته - ١. ائين جا گورڙا (گورب) ننڍڙي واڙي يا گوندي ۾ واڙيندي، سندس وار (ڪيس) ڪلهن تي وکري پيا، ٢. (۽ مٿان مينهن جي بوند سببان اهي آلا تي ڪلهن تي ائين چمڪي بيٺا جو چڻ ته) ڪارن نانگن (الهير) جا اڻ سرندڙ (انسرا) ننڍڙا ٻچا (ال) آهن. (ان سو پياوان جون) اکيون (نين) اهڙيون ته سهڻيون ۽ نيم خوابي آهن جهڙو نرگس گل، جو اڃا پورو کليو ناهي (نوند) ٣. (سندس حسين چهري تي) مينهن جي ڦڙين جا پاڻي جا قطرا ائين چمڪي رهيا آهن جهڙا سمنڊ جا سچا موتي (د ڌ=درياء + ست = پٽ، سمنڊ يعني درياء جو پٽ=موتي).

۴. خود سينهن جو بادشاه ميگهه پڻ سندس سهڻي صورت ڏسي مدهوش ٿي ويتر وڌيڪ بوندون وسائڻ لڳو. ٥. انهيءَ فطري ماحول ۾ سندس سهڻي منهن (سڪ محمود) جي جلوه جي پيٽ ۾ خود سج (خورشيد) جي تجلي ۽ سهڻائي به هيچ آهي، ۽ ٦. بقول جلال، سندس اهڙي سهڻي صورت سان، بي ڪنهن به چڻن چڳن واري چوندڙ زال جي سونهن پيٽ ۾ ئي نٿي اچي سگهي.

جلال جو هيءُ نئون مضمون پين شاعرن لاءِ مشعلِ راه بڻيو. نہ معلوم الائجي پين ڪهڙن ۽ ڪيترن سجاڻ شاعرن هن مضمون کي نباهيو هوندو جن جا نالا، زماني جي لٽ سبب، اسان تائين نہ پهتا آهن. اسان جي موجوده تلاش ۽ تحقيق سان هن عنوان تي ٽن چئن پين شاعرن جا بيت هٿ آيا آهن، جنهن مان ظاهر آهي تہ هي نئون مضمون ڪافي مقبول ٿيو ۽ "سنڌي سينگار شاعريءَ" جو هڪ مخصوص عنوان بڻيو.

## ميون شاهہ عنايت

ميون شاهہ عنايت، جلال جو همعصر هو، ۽ هن کان اڳ بيا ٿي چڪو آهي تہ، صوفي شاعرن مان ميون شاهہ عنايت غالباً پهريون شاعر هو جو سنڌي سينگار شاعريءَ جي مضمونن کان متاثر ٿيو ۽ انهيءَ رنگ ۾ بيت چيائين. هيٺين بيت ۾ ميين شاهہ عنايت ساڳئي جلال واري فطري ماحول جا اهڃاڻ ڏيندي چيو آهي تہ:

۱. لار لئيندي وچڙا، چڙهيي پهر رتاس
۲. ڪڙيون ڪنهيي ورنيون، موتي منهن ڳتاس
۳. پسو! مينگهہ، سيون چوي، جوهر جال جڙياس
۴. جهومڪ بڻنسر ياس، وسي سينهن پسائيا.

يعني ته ١. مينهن جا ننڍڙا (لار) وچڙا پڌ ندي (لڙينديون)، ٻهرئين وسڪاري تي موريل چيهي گاهه تي هلڻ سان ان گاهه جي رس سبباں سندس پير ڳاڙها ٿي پيا آهن، ٢. ۽ انهيءَ ڪري قدم ڪڻڻ وقت سندس ڳڙيون ڳاڙهيون ڪڻهبي ورنيون نظر اچن ٿيون، (مينهن جي ڦڙين) سندس حسين چهري تي ڄڻ موتي مڙهي چڙيا آهن، ٣. ميون ٿو چوي ته، ڏسو ته سارنگ جي وس ڪيترا نه اهڙا جواهر سندس بدن توڙي ڳهن تي جڙي چڙيا آهن، ٤. ۽ مينهن جي ٻوند سندس جهومڪن ۽ نٿ کي پڻ آلوده ڪيو آهي.

ڏاتو ڪنٻي. ڏاتو ڪنٻي جو غالباً جلال جي عزازت مان هو، تنهن ميين شاهه عنايت جي بيت جي آخري فقره کي مدنظر رکي، پنهنجي هيٺين بيت ۾ هن حسين محبوبه جي حسن جي تعريف کي وڏيڪ تفصيل سان بيان ڪيو ته:

١. وسي مينهن پسائيا، ان جا منهن ۾ ميرکهه ته ميين
٢. سبزه لٽاڙن هليون، ڪري ٻجليون برمڻ ٻيڻ
٣. منهن ته ميرکهين سهڻو، ٻي چيلهه چيلاني چيڻ
٤. عين عجب، پڳ پالڻو، پيا ڳم گام برو بر ڪين
٥. ان جي ڳن گهرائيءَ سين، اچن ڪيسر ڪين
٦. سينـي گڏيـا شينڙ دو رنگـي گـل رشين
٧. مي ڏسڻ سين، ڏاتو چئي، ٿا ڏک ڪسيو سک ڏين
٨. جي اهڙي حُسن حَسين، تن ماه مشابهت ناهه ڪا.

يعني ته ١. مينهن جي ٻوندن، ان محبوبه جي منهن ۾ جي "مرکهه" (=هرڻ=اکيون) ۽ "مين" (=مڇي يعني ننڍڙو وات مڇيءَ جهڙو) آهن، تن کي آلو ڪيو. ٢. (جڏهن اها صورتمند ٻاهر نڪتي ته سندس حسن جي سلامي خاطر بي انتها خوشيءَ مان) ڪنوڻيون ٻه ساٿ سينگار سان چؤطرف ساون ميدانن مٿان تجلا ڪري هلڻ لڳيون. ٣. ان سهڻي

سڄڻ جو رخ، سهڻين اکين جي لحاظ سان، هرڻن (مرگهن) جو همسر آهي ۽ سندس سنهي چيلهه چيلاڻي جي چيلهه (چين) جهڙي سنهي آهي. ٤. سندس اکيون عجب سهڻيون، ۽ پير اهڙا ته پوشيدا آهن جو پيو ڪوبه. سندس نازڪ خرامي (گر=هلڻ، گام=قدم يا وک) سان برابري ڪري نٿو سگهي. ٥. سندس گهري گلابي رنگ (گن=گون=رنگ) سان ڪيسر جي ڇا مجال آهي جو مقابلو ڪري سگهي. ٦. سندس سيني ۾ کير جا به سرچشما (يعني پستان) ڄڻ ته گونٽا گل آهن. ٧. اهي سهڻا محبوب، ڏاتو ٿو چوي ته، پنهنجي هڪ نظر سان سيٺي ڏک ميٽي سگهن سان بدلائي ٿا ڇڏين. ٨. اهڙن سونهن پرين سڄڻن سان چنڊ جي ڇا مجال جو مشابهت جي ميدان ۾ بيهي سگهي.

<u>جام مراد علي.</u> ملير جي ڄامن مان ڄام مراد علي جوکيي، سيد شاهه عنايت جي بيت واري ساڳي زمين ۾ هيٺيون بيت چيو ته:

١. سارنگ نيڻن سچ جڻن، وه جي آکميياس
٢. انگ قمر، ڪيس ڪڪر، اوڍڻ ڪيسرياس
٣. سبزه لتاڙڻ هليون، بوندون پرسياس
٤. ڙيون فيروزن جڻن لگن لال لکياس
٥. منهن ۾ ميکهه، مراد علي چئي، جوهر جال جڙياس
٦. بيٽنا بينيون بجليون، هيرن هار هياس
٧. واڙي وچ وڏياس، ڪچوٽل ڪوُنر پڇانيا.

يعني ته ١. سندس سهڻيون اکيون (سارنگ نين) جن ۾ سچ واري تجلي ۽ تاب آهي، سي عجيب نموني ۾ آکمجي يعني خمار جي ڳاڙهيون ٿي بيٺيون آهن. ٢. سندس (انگ=عضوا ۽ اندام) جي رونق چنڊ جهڙي، وار (ڪيس ڪڪرن جهڙا ڪارا، ۽ لباس ڪيسر جهڙو رنگين ۽

مهڪندڙ آهي. ٣. مينهن جون ٻوندون سندس استقبال ۾ ساوا ميدان سَرڪرڻ هليون ۽ مٿس ڳهور ٿي وسڻ لڳيون. ٤. سنهيون سنهيون ڦڙيون سندس سهڻي لال بدن تي پنهنجي پاڻيءَ جا قطرا چڻ فيروزن وانگي ٻنائي بيٺيون. ٥. مراد علي ٿو چوي ته مينگهه ملار پنهنجي ٻوندن سان سندس وارن ۽ منهن تي چڻ اڪيچار جواهر جڙي ڇڏيا آهن. ٦. سندس سهڻي نڪ جي ڪنار جا تجلا ٻجلي جهڙا آهن، جن (وس ڪري پنهنجي ڦڙين ذريعي) سندس ڳچيءَ ۾ چڻ هيرن جا هار وجهي ڇڏيا آهن. ٧. (انهيءَ مينگهه ملار واري ماحول ۾ هن صورتوند) پنهنجي مينهن جي وَچ ڪي ورائي واڙي ۾ ٻوريو آهي، جنهنڪري سندس وار (ڪچوٺل=ڪچ=وار) ۽ نازڪ ٻانهون (ڪونئر=اصطلاحاً بمعنيٰ پڻ جي ڪوٺي جهڙيون سنهيون لسيون يا ڪنول گل جهڙيون سنهيون نازڪ ٻانهون) پسي پيا آهن.

بلوچ. هن ساڳيءَ زمين ۾ ڪنهن بلوچ شاعر، جنهن جو نالو معلوم نه ٿي سگهيو آهي، بيت چيو ته:

١. سَرس سَدا سارنگ جان، ڪَنڊن ڪوُنئر ڪَياس
٢. عشق پيچ ائين تي، ڪنٺهار ڪيڙياس
٣. سنها موتي منهن ۾، لبن لال ڳتاس
٤. هلڪو هار هڪيءَ تي، ٻنسر واه بنياس
٥. ٻرمي ٻوند، بلوچ چئي، ٻرون ٻوُنر ٻيناس
٦. گڏي کامڻ کانڌ ڪي، ڪئيسر ياَ ڪليِ ياس
٧. جيلانه واڙي وچ وڏياس، تيلانه ڪچوٺا ڪوُنر پسائيا.

يعني ته ١. سدا سائي ۽ سرهي سارنگ وانگر، سندس ڪرايون (ڪوُنر=اصطلاحاً يعني ڪرايون) "سَرڪَنڊي" جي ڳلن (جن کي ٻوٽي ڪراين ۾ ٻڌو اٿس) مينگاري سرهيون ڪيون آهن. ٢. اکين جي اٺين مٿان سندس سهڻا

پرون "عشق پيچ" گلن وانگر ٽڙي پيئا آهن، ۽ گلن وقت سندس سهڻا ڏند اھا سهڻائي ۽ سنڌ ڏيکارين ٿا جو ڄڻ "ڪنڌهار" گل ڪڙي پيا آهن. ٣. مينهن جي بوندن جا ذرا سندس منهن تي ڄڻ سنهڙا موتي بنجي بيٺا آهن، ۽ سندس لال لب بوند ۾ پسي ويتر اهڙا لال ٿيا آهن جو ڄڻ مٿانئن لعلون مڙهيل آهن. ٤. (سندس ڳهه مختصر ۽ سادا آهن پر سندس فطري حسن سببان اهي ڪي نهن ٿا!) هڪ ننڍو هلڪو هار ڳچيءَ ۾، ۽ سهاڳ جي نٿ نڪ ۾ پئي واه جا سهڻا لڳن ٿا! ٦. ڪيس پنهنجي پاهران موتندڙ مڙس ڪي گڏجڻو آهي، انهيءَ ڪري هن زعفران مثل رنگين ۽ مهڪندڙ لباس ڪيڍي پاتو آهي. ٧. هن ميگهه ملار ۾ جڏهن جو وڄ ڪي ورائي واڙي ۾ پوريو اٿس، تہ سندس نرم وار (ڪچوٽا) ۽ نازڪ پانهون (ڪونئر) بوندن ۾ پسي پيا آهن.

جلال، ميين شاه عنايت، ڏاتي، چام مراد علي ۽ "بلوچ" مٿين بيتن ۾ سنڌ جي پهراڙيءَ جي سوپياوان عورت ڪي ميگهه ملار جي فطري ماحول ۾ پنهنجو گهرو ڪم ڪار ڪندي پيش ڪيو آهي. بلوچ پنهنجي بيت ۾ هي نڪتو پڻ صاف ڪيو آهي تہ هن پاڪيزه اخلاق عورت جيڪي ٿورا گهڻا ڳهہ ۽ خاص رنگين ڪپڙا پاتا آهن سي محض پنهنجي خاوند جي خوشنوديءَ خاطر.

ڪبير شاه پنهنجي هيٺين بيت ۾ مضمون تـوڙي ماحول کي ذرا تڪلف سان پيش ڪيو آهي: هڪ حسين معشوق آهي جنهن کي زندگيءَ جون سڀ نعمتون نصيب آهن. اها موسم بهار جي بوندن ۾ هڪ باغ ۾ سير جي بهاني سان پنهنجي محبوب کي ملڻ لاءِ مشتاق آهي. سيڙي ساٿ سينگار ڪري آئي آهي ۽ ليمي جي لام ۾ پڌل پينگهہ تي اچي لڏي ٿي. بالاخر محبوب سان ملي ٿي ۽ ان سان ويهي ورونهہ ڪري ٿي. ساغر ۽ صراحي پڻ موجود آهن. ہن وڇڙيلن جي انهيءَ وصال

واري موقعي تي مٿان بادل بوندون وسائين ٿا ۽ ٻنهي جا ڪپڙا ڀڄي پون ٿا:

سرس سدا رنگ سارنگ جا، گل ڦل 'جايون' جام
'ستبرگ'، 'چمپا'، 'ڪيوڙو'، 'ڪيتڪي'،
'دائودي' دل مدام
'آرزن بار' 'گلاب' 'ڪرنا' 'سيوتي'، ٿا
'سورج' ڪن سلام
'ٻيهل' 'چنبيلي' 'سرڪنڊي'، 'زرد آسمان' عام
'دوپهري' 'دل پيچ' هئا، تنهن سان 'تڪمان'
طرح تمام
انهيءَ باغ بنئي، ۽ بره سين، هڪ هئي ڪامڻ آهوگام (١)
تنهن 'نوني' 'ٺامر' تي ٺيڪ ڪئي، مٿي مُڪ مدام (٢)
سا ڪينُوڻ جان ڪُهنبا ڪريو، ٿي، لُڏي ليمي لام
تان مليس چنڊ چمن ۾، جنهن هئي چولينديءَ جام (٣)
تڏ دست ٻٽيي، ڏي پيالو پير ڪي، اٿين گڏيا گل اندام (٤)
تنهين ڪوتل، ڪبير شاه چئي، ٿي ٻولي ٻولي، سام
وسي بادل مٿان ٻام، ٻوند ڀڄائين ڪپڙا.

## ٤. تشبيهات ۾ وسعت

سنڌ جي سڄاڻ سگهڙن ۽ شاعرن، هندي شاعريءَ جي 'سورهن سينگارن ۽ ٻارهن زيورن' واري ابتدائي نظريي جي نئين سر تقسيم ۽ تعريف ڪري، ان ۾ معنوي لحاظ سان وڏي وسعت پيدا ڪئي. مثلاً سورهن فطري سينگارن کي هڪ

(١) آهوگام = هرڻ رفتار يعني جواني سبب هلڻ ۾ ڪڏ ۽ ناز هجڻ.
(٢) تنهن نوني ٺامر الخ = غالبا معنيٰ ته تنهن محبوبه جي منهن تي ٻولو ۽ ڦلي (يا نٿ ۽ ٻولو) اٿين ها سونهن سو جن "ٺامر" گل جي مٿان "ٺرنيه" جو گل ٻيٺو آهي. (٣) جنهن هئي چولينديءَ جام = جنهن جام (سحب) کي چليندي هئي، يعني ٻوليندي هئي. (٤) دست ٻٽي = هٿ ۾ صراحي.

هڪ ڪري ڳائڻ ٻڌران، انهن کي ڇهن جنسن ۾ تقسيم ڪيائون
تہ چار وصفون زمين تي هلندڙن واريون، چار اڏامندڙن واريون،
چار گلن واريون ۽ چار ميون واريون هجن. ٻارهن بناوتي
سينگارن مان ٻہ ڪم از ڪم ٻن کي ڪپڙن ۽ ڳهن جي جنسن
۾ شمار ڪيائون. هن نظريي موجب انهن ڇهن جنسن، يعني
تہ زمين تي هلندڙ جاندارن، اڏامندڙن جاندارن، گلن، ميون،
ڪپڙن ۽ ڳهن، جا جملي مختلف قسم اچي ويا ۽ انهيءَ ڪري
تشبيهات جي دائري ۾ وڏي وسعت پيدا ٿي. انهيءَ نئين تقسيم
۽ تشريح ۾ زمين توڙي هوا جون مکيہ شيون، جن سان حسن
جي مختلف خوبين جي ڀيٽ ممڪن هئي اچي ٿي ويون.
مگر سنڌ جي سچاڻ شاعرن جي خيال جي گهرائي هڪ طرف
زمين کان هيٺ وارين سهڻين شين-سون، چاندي، هيرن جواهرن،
فيروزن، لعلن، مرجانن وغيره، توڙي سمنڊ اندر موتين ۽ ماڻڪن
تائين پهتي، تہ ٻئي طرف سندن تخيل جو پرواز پکين جي
پرواز کان مٿين فضا ۾ بادلن، کنوڻين ۽ قوس قزح جي رنگينين
کي طيءِ ڪري اچا ٻہ آسمان طرف اڏاڻو، ۽ سج، چنڊ، نکٽن
۽ تارن جي بلندين کي وڃي سميٽيائين.

هيرن ۽ جواهرن، ماڻڪن ۽ موتين، سج ۽ چنڊ، تارن
۽ نکٽن سان محبوب جي حسن جي مختلف رعنائين ۽ خوبين
جي تشبيهن جا ڪي مثال هن کان اڳ آندل بيتن ۾ موجود
آهن، البتہ سارنگ جي سونهن ۽ سناءِ، جهڙ بادلن جي بهار ۽
ميگهہ ملار جي رنگين فضا جي ماحول سان محبوب جي حسن
جي مجموعي تمثيل، يا ان ماحول جي مختلف جزن سان محبوب
جي حسن جي مختلف وصفن جون تشبيهون، سنڌي سينگار
شاعريءَ ۾ هڪ خاص انداز رکن ٿيون، جن جو بيان دلچسپيءَ
کان خالي نہ ٿيندو.

جلال: حضرت جلال پنهنجي هيٺين بيت ۾ غالباً پهريون
دفعو "ابر بهار" جو عنوان ٻڌو، ۽ محبوب جي مدّ ڀرين

ڪڪوريل اکين کي ميگهه ملار سان، ۽ آگمن جي اوسر ۽ نظاري کي، سهڻي سرت پريي (عارف) محبوب جي آمد سان پيٽ ڏيئي (مصرع - ١٠)، سنڌي سينگار شاعريءَ ۾ تشبيهه ۽ تمثيل جو هڪ نئون ورق ورايو:

١. جئن سي ابر بهار، تئن ڪنول ڪيس قريب جا
٢. آليهر واسکي الئيا، اچي ڏريا بدن ڏار
٣. سرو ڪنان سوڏا پرين، مُک موتين ڪؤن موچار
٤. هنجهه ڏسي لوڏ لڪي ويا، بس گنيڙ کي گفتار
٥. ٻڌي ٻولي ٻاجهه ڀري، ڪي ڪوئل نا ڪوڪار
٦. چنڊي شمس شعاء ويو، گڏجي منجهه غبار
٧. آهن چيئن چڪور جان، پسي پپيهل پار
٨. ڀنئيا پيرُ ونُ ڀونئر جان، اکيون ميگهه ملار
٩. سينو موڪرو سچئين، گلبدن گلزار
١٠. عارف جي اچڻ جا، آگم ٿيا اظهار
١١. ساجن ۾ سنسار، جانب وڏ، جلال چئي.

هيٺين بيت ۾ جلال قوس قزح يا انڊلٺ جي تشبيهه جو عنوان قائم ڪيو آهي، ۽ ٻي مصرع ۾ محبوب جي حسن جي تجليءَ جي سلسلي ۾ ڪوٽين جي تجليءَ ڏانهن اشارو ڪيو آهي. جلال جو هيءُ انوکو بيت نهايت ئي ڳوڙهن لفظن ۾ ادا ڪيل آهي جن جي معنيٰ غور طلب آهي.

١. آهرُ ين لهرين عين، قوس قزح ڪهڪار ۾
٢. ڪنُبَ، ورتافر، ڪورخؤن، مان چورائي ويا چيئن
٣. ڪنتر ڪوٽ، ڪهول موٽ، ڳن تہ غزالي غين
٤. مانَ مندر منهن موج ۾، جوت جمن ۾ جيئن
٥. سير نايو سپ سيئن، ڪن جهار جلال چئي.

يعني تہ ١. محبوب جي منهن جي چوڏاري ڏکهن لهردار ڪارن وارن (اهر = اهه = وار) وچ ۾ مد ڀريل ڪڪوريل اکين جي رنگيني ۽ روشنائي ائين آهي، جئن جبلن جي ڪارن

(کھکار = کوه + کار = پڻ اصطلاحاً، ککرن جي ڪارڻ) جي پس منظر ۾ گول انڊلٺ (قوس قزح) جو سھڻو رنگين نظارو ٢. انھن سھڻن سڄڻن پنھنجي ڳوري لعل ڇھري سبان چڻ ته (مان) ڳاڙھي کھنبي (کنب = کسنب) سون (وتافر) توڙي تجليدار کنوڻين کان (کورخ = کروخ = کنوڻ. کؤرخؤن = کنوڻين کان) آرام (چين) کسي ڇڏيو آھي. ٣. سندن ڪنڌو نڪ طوطي (ڪنتر = ڪؤنتر) جھڙو، ڳل (ڪپول) موٽ (مينھن وساڙو جيت) مثل ڳاڙھا، ۽ سندس سھڻيون اکيون توڙي لاڏ ۽ ڪوڏ ھوبھو ھرڻ (غزالي غين = "غزال" جو ھرڻ جو نالو آھي تنھن نالي جو بالڪل پھريون حرف "غ") وارا آھن. ٤. سندس منھن پاڪيزگيءَ ۽ ڏيا (موج ۾) سبان چڻ ته مندر آھي، جنھن ۾ سندس اکين جي گول دائرن ۾ روشن تارا چڻ ته (جين = جڻن ته. "جمن" = نکر جو کپو) روشن ڏيئا پيا ٻرن، ۽ ٦. بقول جلال، (ان مندر جا مشتاق عاشق) سر جھڪايو صدائون (سين) ۽ بندگيون (جھار) پيا ڪن.

جلال جي ھنن بيتن بعد سارنگ جي سونھن، ميگھ، ملار، بادل ۽ کنوڻيون "سينگار شاعريءَ" جي تشبيھات جا عام موضوع ۽ استاد شاعرن جي بيتن جا خاص عنوان بنيا. جڻن ته وڏي، ملان خوشحال، سليمان ۽ چام مراد علي وغيرھم جي بيتن مان ظاھر آھي.

## محبوب جي جامع حسن بابت جلال جو ھڪ عجيب خيال

"سورھن سينگار" جي تخيل مطابق، زمين تي ھلندڙ جاندارن جي سھڻين وصفن مان محبوب جي فطري حسن لاءِ کم از کم چار وصفون لازمي سمجھيون ويون. سنڌ جي شاعرن ۽ سڄاڻ سگھڙن اڳتي قدم وڌائي ھي نڪتو واضح ڪيو ته محبوب جي معياري حسن ۾ جملي شين، جاندارن خواه غير جاندارن جون سھڻيون وصفون سمايل آھن، چاڪاڻ ته

پنهنجي حسن ۾ سهڻو محبوب جامع صفات آهي. انهيءَ تخيل موجب، جلال هڪ نئون نقطو نروار ڪيو ته جيئوٽيڪ ڪي جانور توڙي ڪي غير جاندار شيون هڪ ٻئي جو ضد آهن ۽ ساڳئي وقت يڪجاءِ جمع ٿي نٿا سگهن، مگر هيءُ محبوب جي جامع صفات حسن جو معجزو آهي، جنهن هڪ ٻئي جي ضد ۽ مخالف شين جي وصفن کي پاڻ ۾ سمائي ڇڏيو ته انهن کي يڪجاءِ جمع ڪيو آهي.

انهيءَ انوکي تخيل کي جلال پهريائين پنهنجي هڪ بيت ۾ راز ۽ معما طور پيش ڪيو. افسوس جو سندس هن بيت جي مڪمل ۽ صحيح روايت نه ملي سگهي آهي، مگر اسان ٻن ناقص روايتن جي پيٽ سان، هن بيت جي هيٺين صورت کي ترجيح ڏيئي قلمبند ڪريون ٿا، ۽ سگهڙن وٽان ان جي ٻڌل معنيٰ (جا ڪن حالتن ۾ اڃا تحقيق طلب آهي) لکون ٿا:

١. ٿانڱرُ ڍِيُن پارڌي لاس ٽَتيفُن ڏار

٢. ڪَنيَل، ڪُنجَل، آرن آيڊڳ، سمجهه سالڪ سار

٣. اهي سڀ اظهار، آهن جانب منجهه جلال چئي.

يعني ته: ١. هڪ طرف هرڻ (ٿانگر؟)، پيلو (ڍِيِن؟) ۽ شڪاري (پارڌي؟) ۽ ٻئي طرف مور (لاس) ۽ نانگ (ٽتيفن) يڪجاءِ رهي نٿا سگهن، (بلڪ اهي ڏريون ئي ڏار آهن، ڇاڪاڻ ته نه هرڻ پيلي ۾ رهي ۽ نڪي شڪاري جي سامهون بيهي سگهي، ۽ نڪي نانگ مور سان گڏ جالي سگهي، ڇاڪاڻ ته مور نانگ جو ماري آهي). ٢. پڻ ساڳيءَ طرح اي سمجهدار سالڪ! تون ويچار ڪري ڏس ته نڪي شينهن (ڪنيل) ۽ هاٿي (ڪنجل) گڏ جالي سگهن (ڇاڪاڻ ته عام روايت موجب هو هڪ ٻئي جا دشمن آهن) ته نڪي وري سج (ارن) پنهنجي اصل روشنائيءَ سان ان وقت چمڪي سگهندو جڏهن ڪارا ڪڪر (ايڊڳ؟) ڇانيل هوندا. ٣. مگر جلال ٿو چوي ته،

محبوب (جي حسن) ۾ اهي جملي شيون (پنهنجن حقيقي وصفن سان) صاف طور نظر اچن ٿيون.

هاڻي سوال آهي ته ڪيئن انهن مخالف شين کي سهڻي محبوب پنهنجي حسن جي معجزي سان يڪجاءِ جمع ڪيو آهي؟ غالباً جلال جي هن ڳجهارت کي ڀيو ڪو سالڪ ڳولي نه سگهيو، انهيءَ ڪري هن پنهنجي هيٺين بيت ۾ انهيءَ راز کي ذرا وڌيڪ واضح ڪيو ته:

١. آهُوَ جتهين آه، ساري ٻي آن ماڳ تي
٢. سَپَ سُري، پَرِ مور جهي، سو ٻي سرس سوا
٣. هاٿي شرطان شير جي لوڏئون ڪين لڪاءِ
٤. سِجُ ڪناري، جُهڙ جي، ٻيڻو پاڻ پساءِ
٥. سي نِس دِنِ دائم دوست سين، رچي رنگ رتاءِ
٦. اهي جنگ مڙيئي هڪ جاءِ، آهن جانب ساڻ
جلال چئي.

يعني ته ١. جتي هرڻ (محبوب جون سهڻيون اکيون) آهي، ساري (پنبڻين جا تير) به بالڪل انهيءَ ساڳيءَ جاءِ تي موجود آهي؛ ٢. نانگ (محبوب جا ڪارا وار) مور (محبوب جي ڳچي) سان لاڳيتو ٻنا ڏپ جي سرس ۽ سوايو ٿي پيو سُري؛ ٣. هاٿي (محبوب جي سهڻي رفتار) شينهن (محبوب جي سنهي چيله) سان شرط هڻڻ سببان پنهنجي سهڻي لوڏ ۾ ذري جيترو به ڪونه ٿو لڪائي (يعني ته شينهن کان ڏجي پڇي ڪونه ٿو)؛ ٤. سج (محبوب جو سهڻو مُنهن) ڪارن ڪڪرن (محبوب جا ڪارا وار جي منهن جي ٻنهي طرفان لٽڪيل) جي ڪناري سان لاڳيتو پيو چمڪي؛ ٥. اهي جملي شيون رات ڏينهن (نس دن)، بلڪ هر هميشه سهڻي سڄڻ سان گڏ هجڻ ڪري سندس رنگ ۾ رچي لال ٿيون آهن؛ ٦. جلال ٿو چوي ته اهي سڀيئي زوراور (جي هڪ ٻئي جا مخالف آهن)، سهڻي

محبوب (جي حسن جي معجزي) ساڻ يڪجاءِ جمع ٿي گڏ گذاري رهيا آهن.

## ٦. محبوب جي لاثاني حسن جو تخيل

هندي "سنگار رس" شاعريءَ ۾ محبوب جي حسن جو تخيل اڃا ابتدائي منزل تي هو، ۽ حسن جي تعريف ۽ تشريح تشبيهات جي دائري ۾ بند هئي. پيو ته اهو تشبيهات جو دائرو پڻ انهيءَ ابتدائي منزل تي نسبتاً محدود هو. سنڌي سينگار شاعريءَ جي استادن نه صرف تشبيهن ۽ تمثيلن جي دنيا ۾ هڪ وڏي وسعت پيدا ڪئي، مگر محبوب جي معياري حسن کي اصولاً لاثاني تسليم ڪري، تشبيهات ۽ تمثيلات واري روايتي مضمون کان قدم اڳتي وڌايائون، ۽ هي نقطو نروار ڪيائون، ته سهڻي محبوب جي معياري حسن جي بي بها وصفن جي ڀيٽ ۾ جاندار ۽ پکي، گل ۽ ميوا، سج ۽ چنڊ، تارا ۽ ڪتيون، بادل ۽ بجليون ڪابه حيثيت نٿي رکن: جيئن ته لاثاني محبوب جو حسن بي مثال آهي، انهيءَ ڪري محبوب جي سهڻين وصفن کي انهن شين سان ڪهڙي تشبيهه ڏبي! بقول ڀٽائي صاحب "سپيريان جي سونهن جو نڪو قد نه مد". جو حسن بي مثال آهي تنهن جو ڪهڙو مثال ڏيندو! جا سونهن بي نظير آهي تنهن جو ڪهڙو نظير ڏيندو! جا صورت لاجواب آهي تنهن جو ڪهڙو جواب ڏيندو! دنيا جون جملي شيون محبوب جي معياري حسن کان نه صرف متاثر آهن بلڪ ان جون سلامي آهن.

جلال. حضرت جلال پنهنجي بيتن ۾ غالباً پهريون دفعو محبوب جي بي مثال حسن جو تخيل پيش ڪيو ۽ ان جي ڀيٽ ۾ ٻين جملي شين کي سهڻي سڄڻ جي غلاميءَ ۽ سلاميءَ جي لائق ڄاڻايو. سنڌس اڪثر بيتن ۾ هيءُ خيال عام طور سمايل آهي. هت نموني طور سنڌس ٻه بيت ڏجن ٿا، جن مان پهريون

بيت جلال جي انوکي ۽ ڳوڙهي اسلوب بيان جو هڪ بهترين مثال آهي:

١. پُهَمَ-رِپُ پاڇي پير جو، نِس-رِپُ راس نہ رُوءِ
٢. ال-رِپَ ادب ۾ آيا، آنَ-رِپُ آب نہ آوءِ
٣. ڦَنَ-رِپُ ڦورَ ڦِٽي ڪئي، سُتَ-رِپُ سانگ نہ مُوءِ
٤. ڪُنُجلَ جو رِپُ ڪارڙو، مُئندَڪَ جو رِپُ مُوءِ
٥. آگم-رِپُ نہ آگمي، ڪَنُڪَن آچي نہ ڪُوءِ
٦. هِڪُ تنهنجو جلوو جُوءِ، ٻيو جلوو ناهہ جلال چئي.

يعني تہ: ١. (پُهم = ماڪ. رپ = آفت. پهم-رپ=ماڪ جي آفت = سج، جو پنهنجي گرمي سان ماڪ کي سڪائي ڇڏي. نس= ڪاري رات. رپ = آفت. نس-رپ=ڪاري رات جي آفت = چنڊ، جو رات جي اونداهيءَ جو خاتمو ڪري ڇڏي.) سج باوجود سندس تيز روشني جي محبوب جي حسن جي تجلي جي ڀيٽ ۾ گهٽو گهٽ آهي، ۽ انهيءَ ڪري پرينءَ جو پاڙي ۽ خدمتگار آهي، ۽ چنڊ تہ محبوب جي حسين منهن (روءِ) جي برابريءَ ۾ ئي ناهي. ٢. محبوب جي سهڻي نازڪ ۽ مهڪندڙ چهري کي ڏسي ڪنول گل (ال-رپ = ٻوٽر جي آفت =ڪنول گل، جنهن ۾ ٻوٽر ويهي تہ مٿان ٻوٽجي وڃي) ادب ۾ بيٺل آهن، ۽ سندس ڳوري ڀڪندڙ رنگ جي ڀيٽ ۾ باهہ (آن-رپ = آن جي آفت، جا آن کي ساڙي ڀسم ڪري ڇڏي) کي اهو پنهنجو آب ۽ تاب نہ رهيو آهي، يا باهہ کي محبوب جي حسن وارو آب ۽ تاب نہ آهي. ٣. ان نازڪ

---

(١) عام روايتن ۾ مصرع ٢ ۽ ٣ جا ٻهريان اڌ هڪ ٻئي سان مٽيل آهن. مصرع ٦ جون ٻيون روايتون هن طرح آهن: ١. 'هڪ تنهنجو جلوو جوءِ، ٻئي جو جلوو ڇا هي جلال چئي' ٢. 'جلوو هڪ تنهنجوءِ، ٻئي جو جلوو ڇا هي جلال چئي'.

خرام دلبر جي سھڻي تور کي ڏسي ھڪ طرف مور
(ڦن - رپ = نانگ جي آفت = مور، جو نانگ کي ماري)
پنھنجو ناز پريو ناچ ڪيو، تہ ٻئي طرف ھنجھہ (ست-رپ =
موتي جي آفت = ھنجھہ، جو موتي چڳي) محبوب سامھون
(سوءِ) ھلي اچڻ (سانگ سانگي اچڻ) يا عجب ناز انداز
۽ ويس ورن سان ٻنجي نڪرڻ (سانگ ڪرڻ) ڇڏي ڏنو.
۴. (محبوب جي سنھي باريڪ ڪمر سان) ھاٿي (ڪنجل)
جي مارينڊڙ (رپ) يعني شينھن (ڪارڏو) جي سنھي چيلھہ
ڇا لڳي! ۽ محبوب جي ڪارن وارن (سوءِ) سان ڏيڏر
(مئنڊڪ) جي مارينڊڙ (رپ) يعني ڪاري نانگ جي
ڇا مجال آھي جو برابري ڪري! ٥. سھڻي سڄڻ جي
گوناگون سينگارن يا حسن جي رنگينين کي ڏسي انڊلٺ
(آڳم - رپ = جھڙ جي آفت = يعني انڊلٺ جا اڪثر سينھن
جي پڇاڙيءَ ۾ جھڙ ڇڄڻ ۽ سج نڪرڻ وقت ظاھر ٿئي)
بہ نڪري ٻروار نہ ٿئي (نہ اگمي = نہ اپري، نہ آسري)،
۽ محبوب جي منھن ۽ بدن جي لالائي کي ڏسي سون
(ڪنڪن) سندس گھٽيءَ (ڪوءِ) يا عام بازار ۾ ئي نہ
اچي. ٦. جلال ٿو چوي تہ، محض تنھن سھڻي محبوب جي
(يا اي محبوب! محض تنھنجو) حسن جو جلوو ئي دنيا
(جوءِ = اصطلاحاً، سر زمين، دنيا) ۾ ڪارفرما آھي ۽ ٻيو
ڪو حسن آھي ئي ڪونہ.

ٻين سگھڙ شاعرن جن جو ذڪر ايندڙ بابن ۾ ايندو،
جلال جي نقش قدم تي ھلي، سھڻي لاثاني محبوب جي حسن
کي ٻين مڙني شين جي سھڻين وصفن کان مٿاھون ڪري
مڃيو، ۽ انھيءَ مرڪزي خيال کي ئي پنھنجي بيتن ۾ پيش ڪيو.
ان بعد ٻين شاعرن جھڙوڪ نواز، سليمان، انڙ، ڪنيار ۽
دوس محمد وغيره جا نالا خاص طرح قابل ذڪر آھن جو
انھن جلال جي نقش قدم تي ھلي، لاثاني محبوب جي حسن

کي عام مروج تشبيهن کان اعليٰ ۽ اڳرو ثابت ڪيو. ”سينگار شاعريءَ“ جي روايتي مضمون ۾ خصوصاً جاندارن (هرڻ، هاٿي، شينهن، نانگ، پونئر، مينهن وساڙو جيت وغيره)، پکين (مور، هنجهه، چيهو، ڪونج، ڪوئل، چتون، پاريهل وغيره)، ميون (ڏاڙهون، ڪيلو)، گلن ۽ ڪائنات جي ڪن ٻين عام شين جي سهڻين وصفن جون محبوب جي حسن جي مختلف سهڻين وصفن سان تشبيهون عام مروج هيون. هُنن شاعرن انهن مڙني عام مروج تشبيهن کان محبوب جي حسن کي مٿاهون ڪري پيش ڪيو، جيئن هيٺ ڏنل بابن ۾ بيان ٿيندو.

اسان بيان ڪري آيا آهيون ته محبوب جي حسن ۽ سينگار جي بيان لاءِ موزون تشبيهن جي تلاش کي سنڌ جي سڄاڻ شاعرن نه صرف زمين ۽ هوا جي جاندارن وغيره شين تائين محدود رکيو، مگر سندن تخيل جي پرواز جهڙُ بادلن، ميگهن ۽ کنوڻين واري فضا کي به هيٺ ڇڏي مٿي آسمان جي جنسارن- يعني ته سج ۽ چنڊ، نکٽن ۽ ستارن تائين پهتي. ”سينگار“ جي روايتي مضمون موجب سنڌ جي استاد شاعرن سڄڻ جي سونهن کي سج، چنڊ، تارن ۽ ستارن جي تشبيهن ذريعي نهايت سهڻي نموني ۾ بيان ڪيو، مگر محبوب جي ”لاثاني حسن“ واري تخيل هيٺ هنن هي نقطو پڻ نروار ڪيو ته محبوب جو حسن انهن مڙني کان مهند ۽ مٿاهون آهي. جلال پنهنجي هڪ بيت ۾ محبوب جي حسن جي جلوي جي پيٽ ۾ چنڊ جو حال هن طرح بيان ڪيو ته: ”آت قمر ڪين ڪمائيو، ويو گڏجي منجهه غبار“. مگر هن سلسلي ۾ پٽائي صاحب جا هيٺيان بيت (سر کنڀات) جي سينگار شاعريءَ جي اسلوب بيان ۾ ادا ڪيل آهن، غالباً پهريان سڄا سارا بيت آهن، جن ۾ انهن چمڪندڙ آسماني جسمن کي محبوب جي بي مثال حسن جي پيٽ ۾ گهٽو گهٽ قرار ڏنو ويو آهي:

١. ڪٽي نيڻ خمار مان، جان ڪئائون نـاز نظر
سورج شاخـون جـَهـپـيـون، ڪوماڻو قـمـر
تـارا ڪتيون تائب ٿـيـا ديکينديءَ دلـبـر
جهڪو ٿين جوهر، جانب جي جمال سين.
٢. چوڏهينءَ چنڊ تون اپرين، سهسين ڪرين سينگار
پلڪ پريان جي، نہ پڙڻن جي حيلا ڪرين هزار
تون جهڙو سڀ جمار، تهڙو هڪ دم دوست جو.
(سر ڪنڀات)

ان بعد "سينگار شاعريءَ" جي استاد شاعرن مان ڪبير
شاه پنهنجي هڪ بيت ۾ اهڃاڻ ڏنو تہ صبح وارو چمڪندڙ
تارو (= نواڙو) پڻ محبوب جو معتقد ۽ بندگي ڪندڙ آهي:
"نواڙو تنهن نرمل کي پوجي ٿو پريات". ٻين استاد شاعرن
بہ پنهنجي بيتن جي ڪن مصراعن ۾ انهيءَ تصور جي تائيد
ڪئي. مگر هن گروه جي شاعرن مان خاص طرح ڏتي ڪنڀيءَ
۽ مينهن وسايي مگڻهار محبوب جي حسن جي جلوي کي
آسماني جسمن جي چمڪي کان اتم ۽ اعليٰ ثابت ڪرڻ لاءِ
پنهنجا سچا سارا بيت وقف ڪيا- مثلاً:

## ڏتو ڪنڀي

ماهہ! مٿان محبوب جي، تون ادب سان ٿي آءُ
تو چنڊ! ڪئي چانڊوڻي، پرهت ڪيو سائينءَ شمشعاع
مٿـان لـڱـجي وچـيـن لـٽ ۾، ڏسي تابش تـاءُ
اچي پؤ پيش پرينءَ جي، تون چِنڪي وانگي واءُ
ساجن جـو سـُهاءُ، اٿئي اهـڙيءَ ڏس ڏتو چوي.

## مينهن وسايو

متن نہ آهين محبوب جو، جي چوڏهينءَ اپرين چنڊ!
تنهنجي اوجـر کي آف ڪيـو، محب پريان جي منڊ
لاٿـو ڪـس قـلـب تـان، عجيباڻي آڪـنـڊ
ورچ پريان جي ونڊ، تـو 'قمر' آ ڪوٺائيو.

سهڻي محبوب جي لاثاني حسن واري ساڳئي تخيل هيٺ، سينگار شاعريءَ جي استادن محبوب جي نازڪ بدن، سهڻائيءَ ۽ هٻڪار جي ڀيٽ ۾ گلن جي نزاڪت، رونق ۽ خوشبوءِ کي گهٽ قرار ڏنو. مختلف شاعرن پنهنجي بيتن جي ڪن مصراعن ۾ هڪ ٻن گل جو مثال ڏيئي هي نقطو واضح ڪيو، مگر جانو چارڻ ۽ شيخ سائينداد جا هيٺيان بيت هن معنيٰ ۾ هڪ جامع حيثيت رکن ٿا، جن ۾ هنن شاعرن چئن جملي گلن جي جنس کي سهڻي نازڪ محبوب جي ڀيٽ ۾ گهٽ ڪري ڇاڙايو آهي. وضاحت خاطر گلن جي نالن مٿان (واڪ جون) نشانيون ڏنيون ويون آهن.

## جانو چارڻ

١. تيسا 'گلزار' 'گلاب'، 'جنگي' جوڙ وڏا ڪيا
'هرهر' حسن ڏسي ڪري ٿيو 'هيمون' حيرت هاب
جيءَ ۾ چوٽ 'چنبيل' کي، ٿيو 'شاهو' شوق شتاب
تان 'خيالي' ڇڏيو خواب، پسڻ ساڻ پرينءَ جي.

٢. آهي 'ڪلنگو' ڪير، جو ڪندو بحث برابرو
'نافرمان' نه ڪو ڪري، ٿيو 'فرمانيءَ' ۾ ڦير
'دوسر' سيلو تو ڏري پرين جڏهن ني، پير
اڻ ڏٺ دفعا عطر ڪئون سرهو سرهو سير
تان 'بخمل' ڇڏيو ڀير، لالائي 'لالا' ڏسي.

٣. 'بدهر' باسي باس، 'سورج' 'گوشا' سير جا
سوڀي ساجن کي سکي پاڻ اتيئي 'پاس'
'ڪرنائي' ڀيو 'ڪيتڪي' وهي وساري واس
'ارنا' 'آسا' 'آڙما' عاجز 'املداس'
ناز ڏياري 'نازبوُ' 'ناسگ' 'ناسو' ناس
انهيءَ جي اخلاص، ڪئي من تن متوالو ڪيو.

٤. ڪليا باغ "بهار"، پسي بوند "بسنت" جي
"شونقي" ۾ شاخان ٿيون "ڪجوري" ڪلهار
بيٺا "لال" گلال تي "ارنائي" ب "انار"
"چوگردي" ۾ "چاند نن" ڪيا گل "گوني" گلزار
جڏهن ساجن هليو سير تي پير وجهي پيزار
تڏهن سڀڪو بيٺو سهڄي، عاجز ۾ اختيار
هوءَ جا عينن منجهه عجيب جي لالائيءَ جي لار
تنهن ڏورئون تي ڌڪاريا، "سورج" جا سينگار
تان "هزنو" پي هيڪار، اچي محب اڳيئون پيو مُوءَ ٿي.

٥. صورت منهن محبوب جي "جامو جم" ڪيتاس
تارا جي "تورام" جي پل نيائين پاس
چا هوندو گل "ڪيتڪي"، چا هي "چندن" چاس
چا هي "جنگي" جوت ۾، چا هي گل "گلاس"
چا گل "سورج" "سوُرتي" چا "مهتاب" "مجاس"
چا هي گل "گلاب" جو، چا هي "بخمل" باس
چا "موهن" چا "موتيو" چا "رابيلو" راس
چا گل "خيالي" خيال ۾، چا هي "ظهر" تپاس
لک واري گل "لال" ڪي، جوڙيون جوڙ آتاس
"جليلي"، جانو چوي، "آنوپر" ان راس
"تاب" نه تاب جهلي سگهي، ڏيون "تور" "تپاس"
توڙي اڏامي آڪاس، تان بہ ڪندو ڪو نه برابري.

شيخ سائينداد پنهنجي هيئين بيت جي شروع ۾ اهڃاڻ ڏنو آهي ته، جو محبوب ميني وصفين سهڻو آهي تنهن جي حسن جي بهار ۾ گل گل جي ذات واري وصف سمايل آهي، آخر ۾ اها گواهي ڏني اٿس ته توڙي ڪٺي هزار گلن جا هجن ته بہ سهڻي سڄڻ جي سونهن سان اهي هڪ وار جي ويهين ڀاڱي جيتري برابري بہ نٿا ڪري سگهن. هن بيت ۾ نالو پنهنجي پٽ "غلام حسين" جو آندائين.

چُست ڪَنيي' چنچل پرين، تنهن وٽ ڪَنَ جا باغ بهار ميان
گل 'قَل' گل 'ڪيتڪي'، پيا ڪُڙن 'ڪنٺهار' ميان
گل 'ايلاچا'، گل 'سُورتي' بَهُوت چڱا بسيار ميان
گل 'ڪوپ'، گل 'ڪيوڙا'، رنگ 'چمن' رنگدار ميان
گل 'لالا'، گل 'گلابي'، گل 'دائودي' دلدار ميان
گل 'جاءِ'، گل 'جافر'، پيا گل وڏا گلزار ميان
گل 'ڪيسر'، گل 'قيمتي'، گل 'عشق پيچ' 'انار' ميان
گل 'ريحاني'، گل 'سورجا'، گل چڱا 'چنار' ميان
گل 'سبزي' گل 'ارزن'، گل 'چوگردا' چوڌار ميان
گل 'چندن'، گل 'جاوَتي'، گل 'آبيَض' ٿي اپار مان
گل 'ڪرنيي'، گل 'ڪچنار'، گل 'زيتون' زينتدار ميان
پر چا گل قل، غلام حسين چئي، جيتوڻي هُون هزار ميان
تان ڪونهي مٽ محبوب جو، ان مان ويهه پڻ پا ڱيوار ميان
شمس قمر شرمائيا، پسي دلبر جا ديدار ميان
حورون پريون پيمال ٿيون، ڏسي ساجن جا سينگار ميان
ڪڍهين وسرنم ڪينڪي، سي ڪامل ڪنڪَن هار ميان
جهڙس ڪونهي جڳ ۾، ايهو قسم ڪريان ڪلتار ميان
اي محب پرين منٺار ميان! تنهنجي سڀ جلوي جهڙپ جَهپائيا.

## ٠٧ تصوف جو اثر ۽ حقيقي محبوب جو تخيل

جهڙيءَ طرح سڄي هندوستان لاءِ سنڌ اسلام جو پهريون دروازو بني، اهڙيءَ طرح اڳتي هلي سنڌ جي سرزمين اسلامي تصوف جو پڻ مکيه مرڪز بني. سڀ کان اول "سهروردي" طريقو سنڌ مان ٿي هندوستان طرف پکڙيو، ۽ ان بعد "قادري" توڙي "نقشبندي" طريقي جا وڏا درويش ۽ روحاني رهبر سنڌ ۾ پيدا ٿيا، جن ملڪ کي پنهنجي فيض سان مالا مال ڪيو.

سنڌ جي انهن خدا شناس بزرگن پنهنجي علمي توڙي عملي تبليغ ذريعي هتي جي رهاڪن کي توحيد ۽ حق پرستيءَ جو سبق ڏيئي سندن دلين کي مولا ڏانهن متوجهه ڪيو، تان جو هر ننڍو توڙي وڏو سنڌي يا اڄ سنڌيءَ طرح توحيد جو طالب بڻجي ويو ۽ هرهڪ کي الاهي عشق جي ٿوري ڪي گهڻي ورچ نصيب ٿي. انهيءَ فيض جوئي اثر هو جو سنڌ ۾ "شاعري" شروع ڪان ئي محض انهيءَ الاهي عشق ۽ محبت جي تبليغ جو هڪ ذريعو بني، ۽ "شاعري" ۽ "درويشي" ٻئي لازم ملزوم جز بڻجي ويا. جيڪڏهن ڪو شاعر هو ته ساڳئي وقت درويش به هو: هر صوفي درويش، تصوف جي اصولي نظريي موجب 'مجاز' کي 'حقيقت' جي پل تسليم ڪري، انسان جي محبت واري فطري جذبي کي بالاخر هڪ مولا ڏانهن متوجهه ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مشغول هو.

جڏهن سنڌ ۾ شاعريءَ جي شروعات ٿي تڏهن اهو اعتقاد عام ٿي چڪو هو ته حقيقي محبوب اهو خدا آهي جنهن انسان کي حسين بنائي خلقيو، ۽ انسانن ۾ انسان ڪامل ۽ مولا جو سڀني ۾ سهڻو محبوب نبي صلعم آهي جنهن جي نور ۽ جمال جي ورچ ڪائنات جي هرشيءِ کي ملي. سنڌ جي سليم الطبع شاعرن نبي صلعم جي معياري حسن واري عقيدي ۽ تخيل کان متاثر ٿي، سنڌي سينگار شاعريءَ ۾ مجازي حسن جي تعريف جو رخ انهيءَ حقيقي ۽ معياري حسن ڏانهن موڙيو. هندي "سينگار رس" شاعري محض مجازي دائري ۾ محدود هئي، مگر "سنڌي سينگار شاعري" مجازي منزل طيءِ ڪري حقيقت ڏانهن مائل ٿي. "سنڌي سينگار" جي اڪثر شاعرن، بطور آخري مقصد جي، نبي صلعم کي پنهنجو حقيقي محبوب ڪري ڄاتو، ۽ نبي صلعم جي سونهن کي ئي معياري حسن ڪري مڃيائون.

انهيءَ نظريي ۾ خيال جي زير اثر "فن سينگار" کي عام طور "نبي صلعم جو سينگار" ڪري تسليم ڪيو ويو. اڄ تائين سنڌ جي سگهڙن وٽ 'سينگار' جي تعريف "نبي صلعم جو سينگار" آهي، يعني اهي بيت جن ۾ نبي صلعم جي معياري حسن کي مجازي رنگ ۾ ڳائجي.

سنڌي سينگار شاعريءَ جي هنرمند شاعرن ۾ سڄا ڳپ سگهڙن جو اهو نظريو مجموعي طور صحيح آهي. ڪن شاعرن جا بيت بيشڪ خالص مجازي رنگ ۾ چيل آهن، مگر سنڌي سينگار شاعريءَ جي هر نامور شاعر مجازي حسن جي تعريف جو رخ بالاخر انهيءَ حقيقي محبوب ڏانهن موڙيو آهي. محبوب جي بي مثال ۽ لاثاني حسن وارو نظريو، جنهن کي مٿي بيان ڪيو ويو آهي، سو حقيقي محبوب جي حسن جي تخيل جي پيداوار آهي. سنڌي سينگار شاعريءَ جو پهريون بلند شاعر جلال ڪٺي نبي صلعم تي عاشق هو، ۽ انهيءَ ڪري هن پنهنجي بيتن ۾ اهڃاڻ ڏنو ته سندس محبوب جو حسن مڙني کان مٿاهون آهي:

"انهان دور دراز، منهنجا جانب وڏ جلال چئي"

ڀٽائي صاحب به انهيءَ حقيقي محبوب جي حسن کي واکاڻيندي چيو ته:

"سپريان جي سونهن جو نکو قد نه مد".

غور ڪبو ته مجموعي طور سان سينگار جي اڪثر بيتن ۾ مجازي حسن جي تعريف جي ماتحت انهيءَ نظريي جا اهڃاڻ نظر ايندا. مجازي حسن جي تعريف کي بالاخر حقيقت ڏانهن موڙڻ جو بهترين مثال شاعر دوس محمد جي بيتن ۾ ملي ٿو، جن مان هڪ مثال طور هيٺ ڏجي ٿو.

سڀ ڪنهن ويل سڄڻ جي جرت ڪري جلوا
لالي تنهن لال سين ڪانم اچي ٻي ڪا
سپيريان جي سونهن کي سورج ڪن ثنا
صورت سون جهڪائيو، محبوبن جي ماه(١)
منهنجا دلبر، ”دوس محمد“ چئي، آهن برق ڪنا بي‌با(٢)
روح اچي ريلو ڪيو، تنهن ڏي عشق منجهان ارواح
سو شان شفاعت اڳرو، مير محمد شاهه (صلعم)
تنهن نافع جي نگاهه، منهنجو من مهتاب ڪيو.

---

(١) ماه = ماء = آب = حسن جي آب تاب. (٢) بي‌با = بي بها.

# باب ٻيون

## جلال ڪنڀي: سنڌي سينگار شاعري جو سرواڻ

اسان مٿي چئي آيا آهيون ته حضرت جلال پهريون استاد شاعر هو جنهن پنهنجي انوکي تخيل ۽ جادو بياني سان 'سنڌي سينگار شاعري' کي اوج تي پهچايو ۽ سنڌي شاعري جي دائري ۾ ان کي هڪ مستقل فن جي حيثيت ڏني. افسوس جو هن باڪمال شاعر ۽ درويش جي سوانح توڙي ڪلام تي وقت جي هڪ وڏي عرصي پنهنجو لٽ وجهي ڇڏيو آهي.

جلال جي جاءِ سڪونت بابت لس ٻيلي ۽ ساڪري (ٺٽي ضلعي) جي اڪثر موجوده سگهڙن جي متفقه راءِ آهي ته هو ٺٽي ضلعي جو هو، منجهانئن ڪن خاص معتبر راوين جي خيال ۾، هو تعلقي ميرپور ساڪري جي قديم ڳوٺ 'گروڙا' جو ويٺل هو. ٻئي طرف دادو ۽ لاڙڪاڻي ضلعن جي سگهڙن جي متفقه راءِ آهي ته جلال دادو ضلعي جو رهاڪو هو، منجهانئن اڪثر جي راءِ آهي ته هو دادو تعلقي جي ڳوٺ 'موندر' جو ويٺل هو، ۽ ڪن جو خيال ته هو جوهي تعلقي ۾ 'ڏگهه بالا' جو رهاڪو هو. هيٺين دليلن جي بناءِ تي هن نتيجي تي پهچجي ٿو ته جلال غالباً دادو ضلعي جي ڳوٺ موندر(۱) جو رهاڪو هو.

پهريون ته ميان نور محمد ڪلهوڙي جي سپه سالار شاهه بهاري جهنجهڻ ۽ قلات جي امير عبدالله خان بروهي جي جنگ بابت جلال ۽ جمن چارڻ هڪ ٻئي کي آمهون سامهون

---

(۱) هي جهونو ڳوٺ، دادو شهر کان اندازاً ٦-٧ ميل ڪن اتر، موجوده دادو ڪئنال جي ويجهو اوپر طرف واقع آهي.

بيت چيا آهن (١). ميان نور محمد جي گاديءَ جو شهر خدا آباد
هو جيڪو دادو تعلقي ۾ واقع آهي. جمن چارڻ جا مٽ ۽
مائٽ عزيز بہ دادو ۽ سيوهڻ تعلقن ۾ رهندڙ هئا، ۽ خود
شاهہ بهارو بہ لاڙڪاڻي جو وڏل هو جتي سندس مقبرو موجود
آهي، انهيءَ ڪري جلال جي سڪونت بہ دادو ضلعي ۾ زياده
قرين قياس نظر اچي ٿي. ٻيو تہ جلال جو هڪ بيت حضرت
مخدوم بلاول رحہ جي مدح ۾ ملي ٿو، جنهن ۾ چيو اٿس تہ:

"بلاولي بحرين مان جن پيتا جُودي' جام"

جنهن تہ حضرت مخدوم بلاول رحہ جي درگاهہ شهر دادو کان
٦ ميل کن اتر طرف قديم شهر 'باغبان' ۾ آهي جيڪا ڳوٺ
"موندر' کي بہ ايتروئي ويجهي آهي، انهيءَ ڪري جلال جي
حضرت مخدوم بلاول سان هي عقيدت پڻ موندر ۾ سندس
جاءِ سڪونت هجڻ جي تائيد ڪري ٿي. ٽيون تہ، دادو تعلقي
۾ هي روايت عام آهي تہ جلال، 'پير ٽرَهي' (٢) جي مقام
۾ دفن ٿيل آهي، جو دادو شهر کان ٧ ميل کن اتر ۽ ڳوٺ
موندر کان اٽڪل ميل ڏيڍ اتر-اولهہ، موجوده دادو ڪئنال
جي لڳولڳ الهندي طرف واقع آهي. 'پير ٽرَهي' جي
سجاده نشين قريشي پيرن، ٻين عام ماڻهن، ۽ خاص طرح اتي
جي هڪ عمر رسيده شخص فاضل فقير شيخ توڙي پير واري
'مَلڪن' جي ڳوٺ جي ٻڍڙي سگهڙ سليمان فقير ملڪ
(١٩٥٥ ڌاري سندس عمر ٨٠ ورهيہ کن) متفقہ طور خبر
ڪئي تہ: "اسان وڏن کان ٻڌندا ٿا اچون تہ جلال موندر

---

(١) ڏسو اسان جو مضمون "سنڌ جا سگهڙ" قسط - ٢ رسالہ "نئين زندگي" ماهہ فيبروري ١٩٥٣ع. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو: لوڪ ادب سلسلي جو ڪتاب "جنگناما"، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سنڌ، ١٤٠٤هہ (١٩٨٤ع)، صفحا ٦١-٦٥.

(٢) مقامي روايت موجب پير جو اصل نالو "ابو طُرہ" آهي.

جو ويٺل هو ۽ سندس قبر پير ترڙهي تي آهي جيڪا اسان ننڍي هوندي صحيح سلامت بيٺل ڏٺي هئي ۽ ماڻهو اچي ختمو پڙهندا هئا. البت درويش پير ترڙهي جي نالي سببان خود جلال جي شهرت ڪانه ٿي. هن وقت سندس قبر واري جاءِ تي فقط هڪ پٿر جو نشان باقي آهي" ا.هه. اسان سرزمين تي روبرو وڃي ڏٺو ته اهو نشان پير ترهي جي مقبري جي آڏو وڏي صحن ۾ ڏکڻ-اوڀر طرف بيٺل وڻن جي هيٺ هڪ جهوني پير جي وڻ جي پاڙ ۾ آهي. جيتوڻيڪ سواءِ هڪ پٿر جي نشان جي ٻيو ڪوبه ڪتبو موجود ڪونهي، ته به هي مقامي روايت ڪافي وزندار آهي.

جلال جي حياتيءَ واري عرصي جي باري ۾ نسبتاً پڪا اهڃاڻ موجود آهن. جلال ۽ جمن چارڻ جيڪي بيت هڪ ٻئي کي سوال جواب ۾ چيا آهن تن جو تعلق انهيءَ جنگ سان آهي جيڪا ميان نور محمد ڪلهوڙي جي لشڪر ۽ مير عبدالله خان قلات جي واليءَ جي وچ ۾ لڳي جنهن ۾ مير عبدالله خان شهيد ٿي ويو. ميان نور محمد طرفان شاهه بهارو جهنجهڻ سپه سالار هو جنهن جي تعريف ڪندي جلال پنهنجي هڪ بيت ۾ چيو ته:

"بازي بهارو، شاهه ڪئي ويو شير ڪون"

اها جنگ سنه ١١٤٥هه، (١٧٣١ع) ۾ لڳي(١) ۽ ان بابت چيل بيتن مان ظاهر آهي ته جلال ان وقت بالڪل پختو مشق شاعر هو. جمن چارڻ به پنهنجي وقت جو چوٽيءَ جو شاعر هو جنهن جلال جي بيتن جو جواب ڏنو(٢). انهيءَ مان ظاهر

---

(١) مرزا قليچ بيگ: تاريخ سنڌ (انگريزي)، ڪراچي ١٩٠٢، جلد ٢ صفحو ١٤٧.

(٢) ڏسو "ٻيلاين جا ٻول" ص ص ٩٣-٩٥؛ رسالو "نئين زندگي" ماهه فيبروري ١٩٥٣ع ۾ ڏنل مضمون "سنڌ جا سگهڙ"؛ لوڪ ادب سلسلي جو ڪتاب "جنگناما"، صفحا ١٤٧-١٤٩.

آهي تہ جمن ۽ جلال هڪ ٻئي جا سانياري ۽ همعصر هئا. درويش جمن چارڻ سنہ ١١٥١ھ (١٧٣٩ع) ۾ وفات ڪئي، يعني تہ شاہ عبداللطيف کان چوڏهن سال ڪن اڳ گذاري ويئين. انهيءَ لحاظ سان چئي سگهجي ٿو تہ جمن ٿوري جلال ٻئي شاہ صاحب جا معاصر هئا. جلال بہ غالباً ١١٥٠-١١٦٠ھ واري ڏهاڪي ۾ وفات ڪئي.



جلال جي قبر، مقام پير تُرهو،
لڪ دادو ڪئنال، تعلقو دادو.

جلال جي زندگيءَ جي حالات جو پورو پتو پئجي نہ سگهيو آهي. سندس باري ۾ روايتون مشهور آهن تہ هو پنهنجو موروثي ڌنڌو ڪندو هو ۽ ڪپڙا ڌوئيندو هو. پنهنجن

بيتن ۾ ’ڪٿي‘ توڙي ’رنگريز‘ جو تخلص آندو اٿس: يعني تہ دڪان تي ڪپڙن رڱڻ جو ڪم بہ ڪندو هو، جو ڪن بيتن ۾ خاص طرح ’دڪان‘ جو نالو وري وري آندو اٿس، جئن تہ:

”دوڙي ونء دڪان تي، ڪنهہ پڇ ڪاريگر“

—

”دوڙي ونء دڪان تي، هٿ ٻڌي ڪر حال“

—

”دل آجار دڪان تي، ديک وجي داناء“

’مير جت‘ قبيلي جا ماڻهو آسپاس رهندڙ هئا جن سان جلال جي تمام گهڻي پريت هئي. پنهنجي هڪ بيت ۾ انهن نيڪ، سادن ۽ مارو ماڻهن کي ساراهيو اٿس تہ:

جتّ بلوچان ٻابڙا، آهن حيلمي هٿوڪا
ڪنڌيين رهن ڪانڌيلا هي ٻَر جا ٻتوڪا
ٻوريا ٻافڻ جن جو، رکڻ داڻا دِلوڪا
ڪنون ڏائن ڪنج جون، پائن پتوڪا
ڏاچيون چارن ڏيهہ جون، ڪن تڙن تي توڪا
گهگهيرين گهر چائيا، سي جسماني جوڪا
آهن آريءَ چام جا، اديون آتوڪا
پنهونء کي پرتل تيا هي گنگا گڪوڪا
جي اهڙا آلوڪا، تن جتيم جيء جلال چئي*.

جتن سان جلال جي والهانہ محبت هئي پر ڪن ائين هلايو تہ جلال جتئين ماين مان ڪنهن تي عاشق آهي ۽ انهيءَ ڪري ئي جڏهن ڪاڻ تي ڪپڙا ڌوئڻ ڏو وجي تہ هميشہ جتن جي ڪيڙين واري طرف منهن ڪري ٻيهي ڏو ڪپڙا سني. حقيقت ۾ جلال تي نبي صلعم جو عشق غالب هو ۽ انهيءَ ڪري هميشہ الهندي سنهن ڪري ٻيهي ڪپڙا ڌئندو هو. هڪ پيري

---

* داد و ضلعي جي سگهڙن ۽ ڊاڪٽر منديائي جي روايتن موجب.

جڏهن جلال ويٺي ڪپڙا سٽيا تہ ڪو سگهڙ دوست وٽس آيو ۽ ڪيس ڪلهي تي هٿ هڻي چيائين تہ ’جلال ! جت ڪٿي!‘ (١) جلال سنڌس اشارو سمجهي ويو، سو جواب ۾ هيٺيون بيت چيائين، جنهن ۾ پاڻ مرادو جتڻين ماين جي تعريف ڪيائين تہ :

پيهي ڏس پکن ۾ اٺئي سون چڙيون
آريٽيون اگڻ تي، ڪڍن انگ اڙيون
رَئيءَ رتيون، رنگريز چئي، تَن پوتيون نينهن نَڙيون
پاڻي پرن پَٽوه جان، اچن گام گڙيون
گهگهيريون گمڻ ۾ آهن گهَمَر گيڙيون
مُهر اٿن منهن تي، پر ميهر مامڙيون
هو ٿئي ڪيچ ڪيڙيون، هو ٿئي جت جلال چئي (٢).

ائين چئي ان سگهڙ کي ٻانهن مان جهلي الهندي طرف اشارو ڪيائين تہ سندس نظر ۾ نبي صلعم جي روضي جي صورت آئي. هڪ روايت موجب (٣) جلال کي نبي صلعم خواب ۾ آيو، ۽ انهيءَ حيرت ۾ حيران رهيو جو اک کلي پيس. انهيءَ حالت جو اظهار هن طرح ڪيائين تہ :

---

(١) ’پير ترهي‘ جي مجاور فاضل فقير شيخ جي روايت موجب شهر مولدر جي درويش ۽ شاعر محسن شاه کيس چيو هو تہ ”تون تہ رڳو جتڻين تي عاشق آهين.“ محسن شاه ۽ دلبر شاه جو مقام شهر مولدر جي اتر طرف لڪولڪ آهي.

(٢) فاضل فقير شيخ، الهي بخش خان لنڊ، فضل چانڊيو، مُلي احمد ۽ ڊاڪٽر سنديلي جي روايتن مطابق پيتيل. اختلافي پڙهڻيون ناقص آهن ۽ انهيءَ ڪري ڇڏيون ويون آهن.

(٣) راوي ٻاٻو پٽ مڱيلو ٻالاري ويٺل سَري، ڪوهستان، جنهن سان ١٧ مارچ ١٩٥١ع تي ڪراچي صدر ۾ ڪچهري ڪندي قلمبند ڪئي وئي.

ويھي جان ويچار ڪيم، تان ”ڪٿي“ ڳالھہ ڪري
ساڻڪ سنھنجي مسن ۾، جنھن سوا ڪانہ سري

حضرت نبي صلعم جي سڪ پوءِ مٿس غلبو ڪيو، جو نبي صلعم جي ثنا ۽ تعريف ۾ بيت چيائين ۽ آخر عمر تائين انھيءَ محبت ۾ مدھوش رھيو.

## اديب، سالڪ ۽ سگھڙن جو سرتاج شاعر

جلال پنھنجي دؤر جو وڏو شاعر ھو، پر سندس ڪلام جو ڪو لکيل ذخيرو ھن وقت تائين دستياب نہ ٿيو آھي: جيڪي ڪجھہ موجود آھي، سو سڃاڻ سگھڙن جي سيني بہ سيني سانڍيل روايتن ذريعي مليو آھي. ان ٿوري، مگر نھايت قيمتي منظوم ذخيري جي مطالعي سان ھي نتيجو نڪري ٿو تہ جلال پنھنجي دؤر جو ھڪ وڏو شاعر، سگھڙ، اديب ۽ سالڪ ھو. سگھڙپائي ۽ ھنرمندي سان ھنر، ڏھس نامي ۽ سينگار جھڙين صنفن ۾ لغت جي جڙاءَ ۽ سھڻن لفظن جي سٽاءَ سان چڻ ماڻڪ ۽ موتي منظوم ڪيائين. ھڪ اعليٰ اديب وانگر مختلف منظوم صنفن ۾ گفتي ۽ معنيٰ جي ملوڪت واري اعليٰ چاڻ پيدا ڪيائين. سُرتيي ۽ سالڪ جي حيثيت ۾ چڱن جي صحبت جو سبق ڏنائين، ۽ پڻ اعليٰ سلوڪ واري سطح تي، مجاز ۽ حقيقت جي لحاظ سان وقتي سونھن ۽ دائمي حسن واري فرق کي نروار ڪيائين.

جلال سنڌي زبان جو پھريون وڏي ۾ وڏو اديب ھو. ھو سنڌي شعري ادب جي دائري ۾ ھرفن موليٰ ھو، ۽ سرائيڪي ۾ بہ سھڻو شعر چيائين. گفتي جي سگھڙپائي ۽ ملوڪت ۾ بي مثال ھو. ھن سنڌي بيت ۾ اسلوب بيان توڙي موضوع ۽ معنيٰ جي لحاظ سان ھڪ تخليقي ڪارنامو سرانجام ڏنو:

هڪ تہ گفتي جي ملوڪت سان گڏ دانائي ۽ حڪمت ڪي بيتن جو هڪ خاص موضوع بنايائين؛ ٻيو تہ صنعت تجنيس جي فني استعمال سان سنڌي بيت ۾ 'هنر' جي صنف کي مڪمل صورت ۾ چمڪايائين؛ ٽيون تہ بيتن ۾ "سنڌي سينگار شاعري" کي بيان توڙي معنيٰ جي لحاظ سان اهڙي تہ اوج تي پهچايائين جو اها "هندي سينگاررس" شاعري جي نقالي بدران هڪ مستقل موضوع بنجي وئي.

جلال، شاهہ عبداللطيف رحہ جو وڏو معاصر هو. هن موضوع توڙي اسلوب بيان جي لحاظ سان سنڌي نظم جي دائري کي وسيع ڪيو. جلال مونڊر ۾ رهندڙ هو ۽ مخدوم بلاول سان عقيدت جي ڪري اتي درگاهہ تي ويندڙ هو. مونڊر ۽ دادو واري انهيءَ تر ۾ جتي ڪلهوڙن جي گادي جو شهر خدآباد هو، شاهہ عبداللطيف جو اچڻ وڃڻ گهڻ پئي ٿيو. انهيءَ ڪري جلال کي حضرت شاهہ عبداللطيف بابت ڪا ڄاڻ ڪانہ هئي. انهيءَ ڪري جلال جي ڪلام ۾ اهڙو ڪو اهڃاڻ موجود ڪونهي جو چئجي تہ شاهہ عبداللطيف جو مٿس ڪو اثر هو. ڪنهن حد تائين جلال جي واٽ حضرت شاهہ صاحب کان الڳ هئي، ۽ انهيءَ ۾ نہ فقط هو پنهنجو مٽ پاڻ هو، پر پين سڀني جو اڳواڻ هو.

## جلال جي شعر شاعري جا موضوع

جلال جي شعر شاعري جو سڄو ذخيرو سلامت نہ رهيو آهي، انهيءَ ڪري ان جي جملي جنسن ۽ خصوصيتن جو صحيح اندازو نٿو لڳائي سگهجي. جيئن تہ جلال وڏو شاعر آهي ۽ سنڌي علم ادب ۾ سندس خاص مقام آهي، انهيءَ ڪري هن وقت تائين دستياب ٿيل سندس شعر جي ذخيري جي وچور ۽ ويچار کي اسان هتي ضروري سمجهون ٿا.

**ڪافيون.** ڪن روايتن مان ڇڻ اهڙو گمان نڪري ٿو ته شايد جلال پنهنجي اوائلي دور ۾ ڪي ڪافيون جوڙيون. 'پير ٺُرهي' جي مجاور فاضل فقير اسان کي خاطري سان چيو ته "هي (هيٺين) ڪافي جلال ڪئي جي آهي ۽ اسان جا وڏا اهو ڪلام چوندا هئا:"

دل نه وٺي دلبر نه ويو، ڪيئن سهان مان سور ٿئي
خواه مار يا خواه جيار يا، سي ڪيم منظور ٿئي
١. هڪ سڄڻ سرمو وڏئي، پيا وار سڀ ڇوڙي ڇڏيئي
خلق ساري خون ڪيئي، گهوڙا وڏئي گهل گهور ٿئي
٢. خاص خدمت ۾ رهي ٿو، چند چوڏهين ماه حسين
در تنهنجي پانهيون ڏنم، توڙي پَري يا حُور ٿئي
٣. جوش چاڙهي جان تي، جلوو پسي ميان هي "جلال"
هاڻ ٿو وري جوش جاڳي، سي گڏيا بيَتئُور ٿئي

هن ڪافي جو ٽلهه، معنيٰ توڙي بيان جي لحاظ سان سادو آهي؛ البت مصراعن ۾ جان آهي ۽ آخري مصرع ۾ انوکو لفظ 'بيَتئُور' (جنهن فاضل فقير کان پڇدو ويو) آهي، جنهن جي معنيٰ معلوم ناهي. انوکي لغت جلال جي نظمن جي خاص خصوصيت آهي. فاضل فقير هيءَ خبر سنه ١٩٥١ع ۾ ڪئي جڏهن سندس عمر ٦٥ ورهيه کن هئي: يعني ته سندس وڏن کان هن هيءَ ڪافي سنه ١٩٠٠ع ڌاري ٻڌي هوندي. ان کان سترهن سال اڳ فاضل شاه 'ڪافين جو ڪتاب' مرتب ڪيو جيڪو سنه ١٨٨٣ع ۾ ڇپيو. ان ۾ هيٺين ڪافي جلال جي نالي سان ڏنل آهي:

وٺُڙم سانگ سنگهار،
جيڪس ويڙهيچن آءُ وساري
١. قضا آنديس ڪوٽ ۾، لڪئي جي لغار
٢. اچي عمرڪوٽ ۾ ٿيس ڌاڙن کان ڌار
٣. سيخون محبت سنديون، هينئڙي منجهه هزار

٤. اٿم اهڙو آسرو، پر چن مان پنوهار

٥. جاني ميڙ 'جلال' چئي، جنهن لئي سڪان سپ چمار

ڪتاب جي مهاڳ ۾ فاضل شاهه هرهڪ شاعر جي مختصر طور سڃاڻپ ڪرائي آهي، ۽ جلال لاءِ لکي ٿو تہ: "هي ذات جو ڪنڀي هو. هن جا قصا بيتن ۾ گهڻا جوڙيل آهن." انهيءَ جي معنيٰ تہ ١٨٨٣ع کان جلال ڪنڀي اڳ ٿي گذريو. ٿي سگهي ٿو تہ هو وڏي جلال ڪنڀي (جنهن جو اسان ذڪر ڪري رهيا آهيون) جو پوٽو هجي. هلندڙ روايتن موجب وڏي حضرت جلال ڪنڀي جي پائرن بيتن ۾ قصا جوڙيا پر خود حضرت جلال جا جوڙيل قصا معلوم يا مشهور ناهن.

**بيت.** جلال جي شاعريءَ جو وڏو ذخيرو بيتن ۾ آهي، جيڪي مختلف موضوعن بابت چيل آهن. سندس اوائلي دور جي شاعريءَ وارا بيت غالباً اهي آهن جيڪي سنہ ١١٤٤هہ (١٧٣١ع) ۾ مير عبداللّٰه خان واري جنگ بابت چيائين، ۽ جن جو جواب پوءِ جمن چارڻ ڏنو(١). انهيءَ اوائلي دور ۾ شايد ڪي ڏٿ ۽ ڏور جا بيت چيائين، پر اهي اڃان وڌيڪ تحقيق طلب آهن. پنهنجا گهڻا بيت سڀ سنڌي شاعريءَ جي ٽن خاص جنسن يعني 'هنر'، 'ڏهسنامي' ۽ 'سينگار' بابت چيائين. سندس اوائلي دور جي 'سينگار' وارن بيتن ۾ مجازي رنگ غالب آهي ۽ محبوب جي ظاهري حسن ۽ سوڀيا جو بيان آهي، ان کان پوءِ وارن بيتن ۾ حضرت نبي صلعم جي سونهن صفت جو نُڪتو نروار ٿيل آهي. جلال تي جڏهن نُبي نبي اڪرم (صلعم) جي سڪ ۽ محبت جو جذبو جاري ٿيو تہ سندن شان ۾ بيت چيائين. نبي صلعم جي ساراهہ ۽ تعريف جلال جي بيتن جو خاص موضوع آهي. هڪ سالڪ ۽ داناءَ جي حيثيت ۾، هن پنهنجن ڪن بيتن ۾ اعليٰ اخلاقي تربيت

---

(١) ڏسو: لوڪ ادب سلسلي جو اٺون ڪتاب "جنگناما"، مطبوع سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٨٣ع، ص ص ٦٣-٦٦

ڏني آهي: يعني تہ نادانن کان پاڻ پلڻ ۽ دانائن سان دل لائڻ ۽ محبت ڪرڻ جي ترغيب ڏني آهي. انهن مختلف موضوعن تي چيل سنڌس بيتن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا.

عبدالله خان جي جنگ جا بيت. اهي بيت هڪ واقعي بابت آهن، پر وڏي هنرمندي سان مثال ڏيئي چيل آهن تہ: قلات جي خان مير عبدالله خان 'جنگ جي چوپڙ راند' کيڏي ۽ 'پٽن' ۾ پارهن جو داءُ لڳايو، پر جئن ڏارو ڏاريائين تئن تہ ڏريو ۽ 'پٽن' ۾ وڃي پاسارو پيو. انهيءَ مثال سان چوڻ جلال اهو اهڃاڻ ڏنو تہ مير عبدالله خان جنگ جو جهونجهار هو ۽ وڏي جنگ جوئيائين، پر ان جنگ ۾ سنڌس داءُ نہ لڳو جو ميان نور محمد ڪلهوڙي جو سپه سالار بهارو شاه جهنجهڻ کانئس راند کٽي ويو.

مير ويٺو ميدان ۾ ڏاريائين ڏارو
جيئن ڏاريائين تئن نہ ڏريو، پيو پٺون پاسارو
بازي بهارو، شاه کٽي ويو شير کؤن.

—

مير ويٺو ميدان ۾ چوپڙ چٽائي
کيليا خان، کٽي چوي، ڪي پارهن پولائي
جئن ڏاريائين تئن نہ ڏريو، ويو کڻ کٽائي
بازي بتلائي، شاه کٽي ويو شير کؤن.

—

ڪرتي ناه قلات ۾، نہ سو ميريءَ مير
ڦيٽ نہ سٽائين فوج جي، جيڪس ديمين ڪيو دلگير
ڪين ڦيري ٿيو فقير، ڪين ويو دانهين دليءَ تي!!

قصن جا بيت. ساڪري طرف جي سگهڙن جي عام روايت موجب 'ڪٿين قصا ڳايا'، يعني تہ ڪٿين سگهڙن (جيڪي هن روايت موجب جلال جا پائر يا عزيز هئا) بيتن ۾ قصا جوڙيا، جيئن تہ چتي ڪٿي 'بانڪي بهرام' جو قصو جوڙيو. ان دور جي اعليٰ شاعر شاهہ عبداللطيف جيتوڻيڪ بيتن ۾ ڪو سڄو قصو بيان ڪونہ ڪيو، مگر باوجود انهيءَ جي ڪيترن ئي سرن جي بيتن ڪي قصن جي تاجي پيٽي ۾ آئيو. ان دور جي اهڙن رجحانن جي ڪري، غالباً جلال پڻ قصن جا بيت چيا، ۽ جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ اهي بيت قصن جا آهن. مثلاً مومل ۽ پيون سهيليون:

چوڙيليون چمن ۾ ٽيون ڳينوَريون ڪن ڳهول
ڪڙيون ڪنمالان هار هسيون، هئَن موتين جا مٺڪول
پانهوتا پانهن ۾، هئَن نَڪن منجهہ نيي بول
ڪونر چوندن ٽيون ڪاڪ جا، ڏين جهوتا پريون جهول
ڳل ڳينور ڳجريون هين رام چڳي رابول
ڳوتن ۾ پٽيي ڳول، تہ ڪي اهڙين پارين آدمي(١).

مومل جي حسن جي تعريف (ڏهس ۽ سينگار واري اسلوب ۾):

عودگر، طائوس گر، ڪامڻ ڪٽيچ انسار
ڊرپ پُرپ لب لال مين، انف آمي جي قسار
بام بَدن، دَس دامنيون، ڪن درد ڳجقر دار
زرِ فت ڪهَن زبان مين، چا ڪوئل جي ڪوڪار
هر ساعت سار سنپار، تنهين جي تہ تڪي هنيون(٢).

---

(١) اهي بيت هيٺ ائين ڏنا ويا آهن، جيئن اسان سگهڙن کان ٻڌا.

(٢) راوي حاجي عثمان ڪٿي (جهان پور)، ڪڇهري مرحوم جيوڻخان پتافي، ميرپور ماٿيلو.

مومل جنهن پنهنجي حسن ۽ سينگار سان ڪئين موهيا (يا موڪي جنهن متارا موهيا):

چا جو ڳون ڪيسن چڙهي، چا ڳز ڳفر جو ڳون
چا هي هنر هنڌول جو، چا ڪرنگ سندو قانون
مٺي ۾ موهيا مون، موهيا جڻڪ جلال چئي(۱).

سچڻ جي سڪ ۽ محبت: غالباً هن رنگ ۾ جلال گهڻائي ڪي بيت چيا پر فقط هيٺيان ٻه اسان تائين پهتا آهن.

ڪنه وڻون ويهي، شال مر وڃن سورين
سا جدائي جلال چئي، جورائي جيهي
پرين پرڏيهي، شال قادر ڪنهن جا مر ڪري(۲).

—

قريبن ڪمان، جوڙي ڪنڌي جان سان
جنهن جا سخن سلوڪ جهڙا، دند اکيئون دردان
تنهن سان ڪره جڳائي ڪانڪا، مر زاريون ڪري زبان
هٿ جوڙي حبيب ڪي، پيرن تي پوجان
تہ مون سر مهربان، جاني مل جلال چئي (۳).

---

(۱) راوي ڪمڻ پٽ پيڙو فقير عاليائي چارڻ، قلجي، لڳ دادو، ۽ سکهڙ قادربخش چانگ لڳ خيرپور ناٿن شاهہ.

(۲) قلمي ڪتاب "يوسف زليخا" (سنڌ صوبائي ميوزيم حيدرآباد) جي حاشيي تي لکيل.

(۳) ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي ڪان سچو بيت پهتل، ڪي ستون ڪن سگهڙن کان بدل.

هنر جا بيت: حضرت جلال 'هنر' جي فن جو باني مٻاني ۽ اڳواڻ هو، جنهن تي 'لوڪ ادب سلسلي' جي ايندڙ ڪتاب "هنر" تي تفصيل سان بحث ڪيو ويندو. 'هنر شاعري' جو بنياد 'صنعت تجنيس' تي ٻڌل آهي جنهن ۾ جلال ڪمال ڪري ڇڏيو. ڪانئس پوءِ ٻين سگهڙن انهي فن کي وڌايو ۽ جاري رکيو، جيڪو هن وقت تائين سگهڙن جي رس رهاڻ جو هڪ خاص موضوع آهي. هيٺ مثال طور جلال جي هنر جو هڪ بيت ڏجي ٿو جيڪو 'سر مارئي' ۾ چيل آهي. هيءُ هنر تجنيس جي نزاڪت سان ذاتين جي جدا جدا نالن ۾ سمايل آهي(١).

جيسر مينهن جال، وسي وس وساڻ ڪيا
تن ۾ طرحين پاڳت تور ٿيا، ساوا سبز سيال
ات عمر! ماروئڙن جا مرڪب چاريان مال
جانجهڻ پيان جهوپڙين سامئين ولوڙي شال
عمر آندئي آئوالين چانهي بارا دستي ٻال
کهاوڙ نه خانن جا، ڪن ڪلهري ۽ ڪنگال
ڏيرا موڪل ڏيهه ڏي، ٿئي ٻلڊيجا بحال
ڪر پيرُ خشڪين پال، لکِ جبار جلال چئي.

---

(١) هت هي بيت مثال خاطر آندو ويو آهي ۽ فقط هڪ سگهڙ آڪيڏني شر وينل گهنب – رسول پور (تعلقو ٺري، ضلعو خيرپور) جي زباني مطابق (ڪجهه سنواري) ڏنو ويو آهي. "هنر جي ڪتاب" ۾ ان کي وڌيڪ روايتن سان پيش ڪيو ويندو.

متين سٽن ۾ ڇهٽا ڪارا لفظ سڀ ذاتين جا نالا آهن، يعني:
جيسر، وساڻ، پاڪت، سبز، سيال، مرڪنڊ، جانجهڻ، سامٽيا،
کهاوڙ، ڪليري، اٺوال، بارا (پارا)، دستي، ڏيرا، بنديجا
۽ خشڪ. پر تجنيس جي هنر (صنعت) سان انهن کي ڏومعنيا طور
آندو ويو آهي، جيئن تہ: جيسر=جي سر، جيڪي سر، جيڪي
تلاءَ. وساڻ=سانوڻ جي مينهن جي وس وسان سان پريل.
پاڪت=پاڪپ تہ، قسمين قسمين. تور=پاچين جي جدا جدا قرن
(ميها، ونگا، گدرا وغيره) جي سنهڙي مور ۽ اوپڙ. سبز=
ساوا. سيال=سال=سهڻا، ساوا سالم ۽ پر يل. مرڪنڊ=مرڪنڊ=
مرڪندي. جانجهڻ=جا جهڻ=جيڪا جهڻ ۽ لسي. سامٽين=
سا مٽين ۾. کهاوڙ=کنهيا وڙ، گهڻ ڪم، سڃا لچڻ. ڪليري=
قلعي ري، قلعي ۾ بند. اٺوالين=اٺن تي. بارا دستي=بالا دستي،
بالا دستي سان، زبردستي. ڏيرا=ڏي راءِ، اي راو ڏي تون.
بنديجا=بندي جاءِ، بندي جاءِ بحال ٿئي=هيءَ بنديل پنهنجي
جاءِ تي بحال ٿئي (پنهنجي وطن وڃي). خشڪين=خوش ڪين=
ڪنهن طرح خوش ڪر.

نصيحت، هدايت ۽ دانائيءَ جا بيت. جلال گهٽا ڪي اهڙا
بيت چيا جن ۾ ڪلڇڻن جاهلن جي سنگت کان پاسو ڪرڻ ۽
دانشمندن دانائن سان صحبت ڪرڻ جي ترغيب ڏنائين.
هيٺين بيت ۾ ڪاڇڻي ڪلال جي سنگت سان نقصان کان
آگاهہ ڪندي چوي ٿو تہ:

نادان ۽ ڪـُلال جي سنگت مان نقصان*

١. ڪير تهين ڪـُنڊ ڪـُلال، سفلو سخت سـُمير ڪان
٢. نيو ي نه نيڊ نيچال ڪان، تو شـُوڪي مـَت شغال
٣. سو طرح طبيعت تڪڙو خارج بدخصال
٤. تڪبر توشو تنهن جو، مـَئي مـَڳ مايا مال
٥. آڇي جهي آڪابر ڪو ان سان سنگت ٿيو سريال
٦. ته نـُڪتي مؤن نادان جهي ٿئيس ذهن زوال
٧. جئن گوهر گـِرمـَل تي ڪـِري ڦاڪـُون ٿئي في الحال
٨. هن جو سخن سچوئي سال، پر لـَڳيس جرح جلال ڇئي.

(١. ڪرتين=لچـُڻين، عادتين. ڪند=مڏو، بي اثرو. ڪلال= 'لال' جو ضد، ڪچو، ڪارو، ڪريل، سخت دل. سفلو= ڪميڻو. سـُمير=پٿر ٢. نيوي=نمي، نمـُڙي، هيٺاهين هلي. ند=ندورو. نچال=ناچال، نيچي چال، اڍنگي چال. شوڪي= ڦوڪا ڏيئي، ڏند ڏيکاري. شغال=گدڙ ٣. توشو=خاص کاڌو خوراڪ، پسنديده شيء. مئي مڳ مايا مال=شراب، ڌن ۽ ملڪيت ۾ مڳ ۽ مست ٤. اڪابر=عقلمند، سريال=سياڻو. ورد وصال=ساٿ سنگت ٥. نـُڪتي = انوکي ڳالهه، ويڻ. هن جو=انهي عاقل جو. ذهن زوال ٿيڻ=حوصلو خطا ٿيڻ. ٦. جئن=ائين جئن. گوهر=موتي. گرمل=پٿر جي ڇپ، پاهڻ. هو ڪري=عاقل ڪا سهڻي سچي ڳالهه ڪري. هي= نادان. جرح ڪڍيس=جـُٽهه ڪريس، حملو ڪريس، جرح ڪڍيس=ايذاء پهچائيس).

* محمد هاشم مخلص، غلام رسول گوپانگ، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي ڪان ملايل روايتن سان پيٽيل. اختلافي پڙهڻيون هي آهن. ١. ڪيرچين ڪند ڪلال (س) ٤. تنهن جو مڳ مايا ۽ مال (س) ٥. اچي ڪنهن اڪابر جو ٿيو هو ورد وصال (س) ٦. 'نـُڪتي مؤن نادان ٿئي تنهن جو ذهن زوال' (س) ٧. گوهر ڪري گرول تي (س) ٨. توڙي هو ڳالهائي سخن صفال (غلام رسول)؛ 'هن جو سخن سچو هو سال، ير لڳس جرح جلال ڇئي' (س)؛ ' هو ڪيدندو سخن سچال، هو وجهندس جرح جلال ڇئي' (س).

## خردمندن دانائن سان صحبت جي ترغيب *

(الف)

١. چُست چَليي مؤن چاهه، وچ خانهي خردمندن جي
٢. دل اجـار دڪان تي تـون ديڪ اهي دانـاهه
٣. پَبَ گيڙي پؤ پيش تون وٽ آئنچَل ڪَرَ ڪا آهه
٤. هُوتِيي صاحب صَيقَل جا ڏٺي، تا مَنَ مَليُون ڪَنِ ماه
٥. افـلاطون عـقـل جا تا سـياهيـون لاهـن شاه
٦. ڪـنـدا پاڻ پتنگ جئن سي صدقـي صدقـي ساه
٧. تن وٽ سنجهه صباح، جود ئون وَن جلال چئي.

(١. مـان چاه=چاه مـان، ذوق مـان. خاني=گهر، اوطاق. خردمندن=دانائن. ٢. اجار=صاف ڪر. دڪان=دانائن جو دڪان، سيائن سالڪن جي ڪچهري. ديڪ=ڏس. ٣. پب=پير. گيري=وٺي. پب گيري=پير ين پئي. اينچل=آنچل، دامن، پلؤ. ڪر ڪا آه=دلسي عرض ڪر. ٤. صيقل=جنهن سان ڪٽ ۽ ڪس لاهجي. ماه=چنڊر (جهڙو روشن). ٥. سياهيون لاهن=ڪٽ ۽ ڪس وارا مورچا لاهن).

---

(الف) الله بخش هالاري ۽ ڊاڪٽر سنديلي جي روايتن مطابق پيتيل. اختلافي پڙهڻيون هي آهن. ٣. پب گيري پيش پوء، آنچر وٺي ڪر آه" (س)، ٻي پڙهڻي "آنچل وٺي ڪر آه" (س) ۾. "صاحب ڏٺي سلوڪ جا، من ملي ڪن ماه (الله بخش) ٥. "افلاطون عقل جا تا شاهيون لاهن شاه" (عام روايت) ٦. هيء ست ٻه ڪن ڪچهرين ۾ اسان ٻڌي، جيتوڻيڪ اها معنيٰ سهٽي اٿي لڳي ته جيڪي 'رهنما' آهن سي پتنگن وانگر 'رهنمائي وٺندڙ' تان پنهنجو ساه صدقو ڪن. اهو ڳڻ رهنمائي حاصل ڪندڙ ڪي جڳائي. مرحوم پير ڏنل شاه (سجاده نشين ڏڏوءِ، تعلقو شهدادپور) جيڪو پاڻ سالڪ سگهڙ هو سو هن طرح پڙهندو هو ته:

"سو ليندا، يا سر ڏيندا، ڪندا صدقو ساه پساه"

(ب)

١. ويهي ڪر ورُوهَ، ڪو تيرُ قابل وٽ ۾
٢. اڇو ڪنڌُئي آنَ جانُ، تاري ٽُوٽَڙ ٽُوهَ
٣. ساهيڻڌُئي سيڳَ جانُ، ڏَئي روغن مٿي روحَ
٤. ان وٽ سَنجهه صَبُوحَ، جُود ڏُونوَنَ جلال ڇُٽي*.

(١. وروه=دلي صحبت. ڪو تر=ڪو 'تر' جيترو ذرو وقت جو، لحظو. ٢. ٽوٽڙ=سارين جا ٽُهه. ٽوٽڙ ٽوه=مٿان وارا مڙيئي ٽُهه. ٣. ساهڻ=ڪمان يا ٻي ڪنهن ورندڙ ڪاٺي کي تيل ڏيئي چڪڻ، سَوڙ ۽ سهڻو سولو ڪرڻ. ساهيندئي=توکي پنهنجي نظر ۽ هدايت سان نيڪ ڪندا. ٤. جود ڏون=سعيي سان، جلدي. ونڃ=وڃ).

(ج)

١. ڪو تر قابل وٽ تون ويهي ڪر وصال
٢. ڇڏ مايا جو مامرو، مڪب مست قَسُو ڪر مال
٣. دَوڙِي ونڃ دڪان تي، هٿ ٻڌي ڪر حال
٤. ته ڪَشِين ڪَسوٽِين جي لڙهه لڳي ٽئين لال
٥. ڏوئي دَرِ پٽن جان ڪري، ساه سينگارن سال
٦. ان وٽ حال في الحال، جود ڏون ونڃ جلال ڇٽي.†

---

(ب) ٻيارل ڪومي، ڪاريگر محمد صديق لوهار ۽ ڊاڪٽر سنديلي کان مليل روايتن مطابق ڀيٽيل. اختلافي پڙهڻي: ١ (ڊاڪٽر سنديلي کي مليل روايت موجب) "ولڪا ڪر وروله، جو ڪتر قابل هٿ ۾"

(ج) الله بخش ڀالاري، ڊاڪٽر سنديلي جي روايتن مطابق ڀيٽيل. ٻيون اختلافي پڙهڻيون هي آهن. ١. 'ڪُوتر قابل وٽ ۾ ويهي ڪر وصال' (س)؛ قطر قابل وٽ ۾ جڏهن وهي ڪندين وصال (الله بخش)؛ ٤. ڪسوٽيون جي ڪسوٽي جون لڙ لڳي ٽيندين لال (الله بخش)؛ 'ڪيلده ڪسوٽيون ڪَس جون، نيئي ڪڍينده لال (س) ٥. 'هوء ڏئنده ڏڙ ٻنيء تي ڪنده ساه سينگاري سال' (الله بخش)؛ 'ڏوئينده ڏر پٽ ٻن جان، ڦوه ڪنده في الحال' (س)؛ 'ڏوئي ڏرهت جان ڪري، ساه سينگارن سال' (س).

(١. ڪو تر = ڪو تل، تر جيتري و يرم. قابل = داناء. وصال = گڏجاڻي، صحبت ٢. مايا جو مامرو = ڌن ميڙڻ جو حرص. مگ مست = ملڪيت جي نشي ۾ مخمور ٣. د ڪان = دانائن جو دڪان، سالڪن جي ڪچهري واري جاءِ. ٤. تہ ڪر = تہ هوند. ڪشين = (ڪسوٽين جي) هٽڻ سان، تاثيرن سان. ڪسوٽين = پرکا جي "ڪسوٽين" (اهي داناء جيڪي پرکا جي ڪسوٽين مثل آهن تن جي پرکا ۽ پيٽ جي تاثيرن). لڙهم لڳي = پلئہ لڳي، سهاري سان. لال = رچي لال ٿئين ٥. درپن = آرسي، آئينو. ساه سينگارن سال = سڄي زندگي کي سهڻو ڪن. ٦. جودڻون = وڏي سعيي سان، تڪڙو. ونءُ = وڃ).

( د )

١. ڪو تير قابل وٽ تون ويهہ وڃي هيڪر
٢. پل ندوري نفس کي ڇڏ دنيا جا در
٣. دوڙي ونءُ دڪان تي ڪَنہ پيچ ڪاريگر
٤. سالڪ ديک سلوڪ جا جن وٽ جال جنهور
٥. سي نافع ساڻ نظر، ڪندءِ مَنَ متلي مهتاب جئن.

* حق، واري سچي وات ونڻ ۽ حق سچاڻ

١. سچي صراط سڃاڻ، ڇڏ وَراڙي وات کي
٢. ناطي ڪوڻ نادان جي، پل پري ڪر پاڻ
٣. "لاتَقْنَطُوا مِنْ الرَّحمة الله" اهو آئي آهجاڻ

---

(د) فقير محمد هاشم مگڻهار جي اڪيلي روايت. معنيٰ صاف آهي.

* قلمي ڪتاب "يوسف زليخا" (سنڌ صوبائي ميوزم حيدرآباد جي ڪتبخاني ۾ محفوظ) جي حاشيي تي لکيل. 'ج' ۽ 'ج' اکرن کي ڪاتب 'ج' جي صورت ۾ لکيو آهي جنهن مان ظاهر آهي تہ اهي بيت ١٢٥٠هہ ڌاري يا ان کان اڳ واري دور جا لکيل آهن: يعني تہ جلال جي حياتي واري دور کان پوءِ لاڳيتي ويجهي دور جا لکيل آهن.

٤. حق پروڙج هانڊو سان، پيو هڏ پول ۾ چاڻ
٥. تان تون ساجن ساڻ، ٿئين جاءِ نشين جلال چئي.

(١. صراط=واٽ، راهه. وراڙي=ور واري، ڏنگي ٢. ناطي=سنگت، دوستي ٣. لاتقنطوا - الخ=الله تعاليٰ جي رحمت کان نا اميد نه ٿيو ٤. چول ۾=ڳول نه، خيال ۾ نه آڻ ٥. جائنشين ٿئين=هم نشين ٿئين، گڏ ويهڻ جهڙو ٿئين).

* سچڻ جي سڪ ۽ محبت

ڪَنهِ ونئون ويهي، شال م وڃن سُپرين
سا جدائي جلال چئي، جهوراڻي جيهي
پرين پرڏيهي، شال قادر ڪنهن جا م ڪري.

حضرت نبي صلعم سان محبت ۽ سندن ساراه. اسان متي سگهڙن جي روايتن کي بيان ڪري آيا آهيون ته جلال کي حضرت نبي ڪريم محمد مصطفيٰ (صلي الله عليه و آله وسلم) سان عشق هو. هن انهيءَ عشق ۽ محبت جو اظهار سڌو سنئون توڙي تمثيلن ذريعي ڪيو آهي. هن سلسلي جا هيٺيان ٽي بيت دستياب ٿيا آهن جن مان پهرئين جي پهرين سٽ ۾ اهو چاٽايو اٿس ته: جئن پاڻي مڇي کي ٿو ڏوئي تئن محمد مصطفيٰ (صلعم) منهنجي من کي ٿو صاف ڪري. ٻي سٽ ۾ توحيد جو اقرار آهي ته اها بهرحال اتم ۽ پنهنجي جاءِ تي قائم آهي. ان بعد چئن يارن، پنجن تنن ۽ حضرت غوث اعظم سان پنهنجي عقيدت جو اظهار ڪيو اٿس. ٻئي بيت ۾ سبز چام جي تمثيل سان حضرت نبي صلعم جي آمد ۽ سندن طرفان اسلام جي تعليم ۽ تبليغ جو ذڪر آهي، ۽ ٽئين بيت ۾ چام جڪري جي تمثيل سان نبي صلعم جي صفت ۽ ساراه ڪيل آهي. توحيد ۽ طريقت ۽ اعليٰ اخلاقي تربيت لاءِ سنڌ جي عام قصن جي ڪردارن کي تمثيل

* قلمي ڪتاب "يوسف زليخا" (سنڌ صوبائي ميوزم حيدرآباد) جي حاشيي تي لکيل.

طور آڻڻ جو سلسلو آڳاٽو شروع ٿيو، تان جو مٿين شاه عنات جي ڪلام ۾ اهو پڪي پايي تي پهتو ۽ حضرت شاه عبداللطيف جي رسالي جي سُرن ۾ رچي راس ٿيو. حضرت جلال جا اهي بيت جن ۾ لس پيلي جي چام 'سبڙ رونجهي' ۽ ڏکڻ-اپرنديين لاڙ جي 'چام جکري' جي تمثيل سمايل هئي، سي حضرت شاه عبداللطيف واري دور جي سچي شاعري ۾ نهايت ئي اعليٰ معيار وارا آهن.

(الف)

١. جڏهن ماه ڏوئي ڪي مڻين، تڏهن مون من ڏوئي مصطفيٰ
٢. "قُلْ هُوَاللّٰه اَحَدَاللّٰه"، جنهن منجهه زير ذري نه
٣. چارئي يار چڱا چوان يڪدل ساڻ يقين
٤. گهران پناه پنجن تنن جي، ڪنهن ماڙ متي مسڪين
٥. ميران مشرب ملڪ ۾ داور داڙُو دين
٦. ڪج غور سندو غمگين، شاه جيلان جلال چئي*.

(١. ماه (عربي. ماء)=پاڻي. مين=مڇي. ٢. زير=گهٽتائي. ٤. ماڙ=مهر. ٥. ميران مشرب=ميران جو مشرب، حضرت غوث اعظم جو طريقو. ملڪ ۾=سڄي ملڪ ۾، ملڪ ۾ مشهور. ٦. شاه جيلان=جيلان جو شاه، جناب حضرت عبدالقادر جيلاني(رح).

(ب)

١. روشن ٿي سڀ رات، جڏهن سبڙ چام سرجيو
٢. "آيو داڙُو دين جو" پڻي وائي سڀڪنهن وات
٣. سخي چام سخاوت جي ٿو پلٽ ڪري پرڀات
٤. ڏئي ٿو جنگ، جلال چئي، ڏيهن کي نت ڏات
٥. مير ونديو ميراث، آيو سواليين سڌ ڪري.

---

(الف) بچي ڀٽ سوار بي لنگهي ۽ حامد ڄام ولد جي روايتن مطابق پيٽيل.
(ب) منشي صالح محمد ڀُري جي بياض، ۽ حاجن حوالدار سُوندري ۽ بچي ڀٽ سواربي لنگهي جي روايتن سان پيٽيل.

(١. سرڙ چام=لس ڀلي حو سخي حاڪم سڀ، ڪنايي طور "حضرت نبي صلعم". داڙُو=واهرو، مددگار. ٥. ونڊيو= وراهيو. ميراث=ميراث، وارثن جو حصو).

(ج)

١. ڦينٽي متي ڦل، سونهي سِر سردار جي
٢. جُنگ ساماٽي جڪري، لٽو هيبت هل
٣. سٽ نہ آهي ملڪ ۾ توڪ سندس ڪو تل
٤. اڇن در عجيب جي ڪيرت وارا ڪل
٥. جني مال نہ مل، تن ڏئي جنهوار جلال چئي*.

(١. ڦينٽو=شاهي شملو، پاڳاري جي پڳ. ڦل=هيرن جواهرن سان مڙهيل گول گل، سهڻو گول گل. ٢. جڪرو=سخي چام جڪرو. ٣. توڪ=توڪ، ڪابہ شيءِ، ڪوبہ ڀيو. تل= برابر، هڪجهڙو. ٤. ڪيرت وارا=ساراهہ ڪندڙ ۽ انعام وٺندڙ).

---

* حاجي مرماڻ خان، حامد خان رند، عالم خان ڀمبر، مريد جت، فضل چالديسي، بچي ڀٽ سواريي لنکهي ۽ ڊاڪٽر سنڌيلي کي مليل روايتن مطابق پيئيل. اختلافي پڙهڻين مطابق:

گوهر متئون گل، سونهي سر سرتاج جي
جنگ ساماٽو جڪرو، لٽو هيبت هل
سيد جو سڀ ديس ۾ تور نہ آهي تل
اڇن در عارف جي ڪيرت ڪارڻ ڪل
جن کي ملڪيت ناهي مل، تن ڏئي
جنهوار جلال چئي.

ٻهر ٻن ستن جون ٻيون روايتون:
'سوالهي ٿو سر تاج لبي تي گوهر متي گل'

---

'سر سوالهي سردار جي متان گوهر گل'

## ڏور

جلال 'ڏور' جي فن جو به ماهر هو ۽ ان فن تي ڪي سهڻا بيت چيائين، پر اسان تائين نه پهتا آهن. البت هي هيٺيون بيت جدا جدا ڪچهرين ۾ پڌو ويو ۽ ان جي سهڻي پولي ۽ اسلوب بيان مان ظاهر آهي ته جلال ڪٿي جو ٺي چيل آهي. سگهڙن جي روايت موجب حضرت نبي صلعم جن هڪ پيري اٿين مٿرڪيا جو سندن ڏند مبارڪ ظاهر ٿيو، جنهن جي تجلي سان اونده مان اجالو ٿي ويو. انهيءَ موضوع تي سگهڙن ڏور جا بيت چيا جيڪي اڄان تائين ڪچهرين ۾ هلندڙ آهن. جلال جو هي بيت انهيءَ موضوع تي آڳاٽي ۾ آڳاٽو آهي(١).

زيبُ زَري ظاهر تي پوش منجهان پنجي
ڪاري رات ڪنهان ڳتي ماهَ ڪيڙيا مٿجي
ويهه تني وٽ جي، جن ايڏي جوت جلال چئي.

---

(١) هيءَ بيت پهريائين رئيس جاڙي خان مري (ڳوٺ چار نندو مري، ضلعو سانگهڙ) جي ڳوٺ، ١٥- مئي ١٩٦٠ع تي ڪيل ڪچهري ۾ سگهڙ قادر بخش راڄپر کان مليو. ان بعد محترم سيد دامن علي شاه جيلاني وٽ شهر ٽنڊل ۾ ڪيل ڪچهري (١٤- مارچ ١٩٧٢ع) ۾ سگهڙ ميفل پنٽيي پڙهيو، جنهن چيو ته هن آڳاٽو مشهور سگهڙ سٿهائي موچي کان 'ڏور' جي بيت طور پڌو. قادر بخش راڄپر جي روايت موجب آخري سٽ جي پڙهڻي ۾ شاعر اسحاق جو نالو آهي:

'ويهه تني وٽ جي، جن ايڏي جوت اسحاق چئي'

اسحاق نالي سان آڳاٽو پڻ شاعر ٿي گذريا آهن. پر هت شاعريءَ جي لحاظ سان 'ايڏي جوت جلال چئي' وڌيڪ سهڻو آهي.

اسان مٿي سگهڙن جون روايتون بيان ڪري آيا آهيون ته جلال ڪي حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم سان عشق هو. هن پنهنجي بي انتها محبت ۽ عقيدت جو اظهار عام فهم بياني بيتن توڙي اعليٰ تمثيلي بيتن ۾ ڪيو. هيٺيون بياني بيت نبي صلعم جي سوانح ۽ ساراهه جو غالباً جلال جي شروعاتي شاعري جو آهي:

ڪُندن رنگ قريب جو، پارس جنهن جو پار
جنهن لڳي سو سونُ ٿئي ترٿون ترت تيار
ڪڪر جنهن کي ڇانوَ ڪري، مٿئون ميگهه ملار
هادي ۽ آئيو هند تي سو جانب جيء جيار
ارڙهن ورهه هڪ لڱيل هئي، خوب هئي ڪينڪار
ملڪ فلڪ قربان ٿيا پسي سهڻي جا سينگار
جلد ڪٿي جبّار، ڪيس ڪيڏو جلو جلال چئي(١).

جلال جي حضرت نبي صلعم جن لاءِ سِڪ ۽ محبت بالآخر حق ۽ حقيقت واري منزل تي پهتي، ۽ هن سنڌي سينگار شاعري جي قبلي جو رخ 'نبي صلعم جي سينگار' طرف موڙيو. هن موضوع کي اڳتي بيان ڪيو ويندو.

## جلال، سنڌي سينگار شاعري جو سرواڻ

مٿي باب ٻئي هيٺ بيان ٿي چڪو آهي ته تاريخي لحاظ سان سنڌ ۾ 'هندي سينگار' جي جڳهه 'سنڌي سينگار شاعري' کي رائج ڪرڻ جو سهرو حضرت جلال جي سِر تي هو. هن 'سنڌي سينگار شاعري' کي پنهنجي ڪُوڙهي زبان ڏني (ص ٥٠) ۽ اهو اسلوب بيان 'سنڌي سينگار شاعري' جي هڪ امتيازي

(١) ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي کان مليل. هن بيت جون ڪي سٽون سادي بيان واريون آهن، ۽ ٿي سگهي ٿو ته هيءُ بيت هن پوئين دور جي سگهڙ جلال پٽي جو هجي.

خصوصيت بنجي ويو (ص ٤٧). ازانسواءِ حضرت جلال سينگار شاعري جي فن جي مخصوص عنوانن ۽ مضمونن، خيالات جي جدت ۽ تشبيهات جي وسعت ۾ نت نوان اضافا ڪيا جنهنڪري نہ فقط 'سنڌي سينگار شاعري' کي فني لحاظ سان هڪ مستقل حيثيت حاصل ٿي پر ان کي 'هندي سينگار شاعري' تي بہ ڪنهن حد تائين فوقيت ملي (ص ٤٩). ڳوريءَ جا سورهن ٻارهن سينگار، سنڌي سوپياوان جي فطري سونهن سندس فطري ماحول ۾، محبوب جي 'جامع حسن' جي جلوه نمائي، خيالي محبوب جو لا ثاني حسن ۽ جمال، توحيد ۽ تصوف جي نگاهہ کان 'مجازي معشوق' بدران 'حقيقي محبوب' جو تخيل — انهن مڙني پهلوئن ۽ پاندن کي جلال پنهنجن بي مثال بيتن سان چمڪايو جنهن جو تفصيلي ذڪر پڻ 'ٻئي باب' هيٺ اچي چڪو آهي. بيشڪ حضرت جلال 'سنڌي سينگار شاعري' جو سرواڻ هو. هن نہ فقط پنهنجن همعصر سگهڙن جي اڳواڻي ڪئي پر آئنده ايندڙ سگهڙن لاءِ پڻ راهہ روشن ڪري ڇڏي. هيٺ اسان سينگار شاعري جي سلسلي ۾ جلال جي انهن بيتن جو ذڪر ڪنداسون جيڪي 'باب ٻئي' هيٺ بيان نہ ٿيا آهن.

جلال جي "سينگار شاعري" جي بيتن جو سڄو ذخيرو اسان تائين نہ پهتو آهي پر پوين ٽيهن چاليهن سالن واري دور ۾ جيڪي بيت اسان کي سگهڙن جي زباني مليا آهن، تن مان اڪثر پوين ٻن اڍائي سوَن سالن واري ڊگهي عرصي ۾ (لکيت بدران زباني روايتن جي ڪري) اصلوڪي صحيح صورت ۾ باقي نہ رهيا آهن. سينگار شاعري ۾ جلال وڏي ۾ وڏو شاعر هو ۽ انهيءَ حيثيت ۾ سندس چيل بيتن ۾ بہ ساڳي گهڻ وڏائي ٿي آهي جيڪا ٻين وڏن شاعرن جي ڪلام ۾ ڪنئن پوءِ ٿي. ڪن 'نادانن' پنهنجا بيت جوڙي انهن ۾

جلال جو نالو وڏو(١) تہ ڪن جلال جي بيتن ۾ ڪي سنڌون پنھنجي طرفان وڌايون، ڇو ڪن جڏھن جلال جا بيت سڪيا تہ انھن جي ڳوڙھي لغت ۽ انوکي اسلوب سبب انھن کي صحيح طور سمجھي نہ سگھيا، ۽ سندن زباني جلال جي بي مثال بيتن جون غلط روايتون رائج ٿيون.

اسان وڏي ڪوشش ڪئي آھي تہ سينگار شاعري جي بيتن کي جدا جدا سگھڙن جي زبانين سان پيٽي انھن کي صحيح صورت ۾ لکون، ۽ پڻ حضرت جلال جي اعليٰ شاعري ۽ اعليٰ خيال کي مد نظر رکون تہ جيئن اھڙو ڪو غير معياري بيت سندس بيتن سان گڏجي نہ وڃي. انھيءَ اھتمام جي باوجود غلطيءَ جو امڪان ٿي سگھي ٿو، حقيقت ۾ جلال جي بيتن جي صحيح پڙھڻي تڏھن معلوم ٿيندي جڏھن اھي ڪنھن آڳاٽي قلمي نسخي ذريعي دستياب ٿيندا. في الحال ڪنھن بيت جي باري ۾ اھو فيصلو ڪرڻ مشڪل آھي تہ جلال جو آھي يا نہ؟ مثلاً ھيٺين بيتن جون پھريون سٽون جلال جي ٻوليءَ واريون آھن، ٻيون پويون سٽون وزن ۾ ڍريون ۽ رواجي رنگ واريون آھن (٢).

ڏسبي آبرو عجيب جا ھيسيو حُسن ھلال
ڦنھين ڦنڊيا ڦُن ڪيترا پتين ٿيا پئمال
دَيکن ٿيون دامنيون، ڏسبي ڪتوريس ڪمال
چقمق جھڙي چال سندن ڪيو ويجھو آھ وصال
ھن جو حسن ڪمال، جرڪيو جڳ ۾ جلال چئي.

---

(١) مثلاً ھيٺيون بيت ۽ ٻيا اھڙا بيت، جيڪي اسان ھت شامل نہ ڪيا آھن.

شمس قمر شرماياس، ڏسي جلوو جمال جو
دُھرن کان منھنجي پرين موتي مُرجھاياس
مہ، قيصر، گج، آھو، سڀ ڏورون ڏھڪاياس
ڪينوٽن ڪلڻ چڙي ڏنا، جڏھن چشمان چمڪاياس
ٿوري جي ٿوري نظر سان ڪوڙين قُرب ڪياس
تنھن پريان جي پاس، جوڏئون وڃ جلال چئي.

(٢) خاوند بخش ساقي ڪنڊڪوٽ طرفان ڪنھن سگھڙ کان ٢٥ مارچ ١٩٥٩ع تي لکائي موڪليو.

مٿي باب ۾ ھيٺ، ’سنڌي سينگار شاعري‘ ۾ چيل جلال جي ستن چوٺڻ بيتن کي تفصيلي سمجھاڻين سميت ڏنو ويو آھي. ھت اسان جلال جي باقي بيتن جو ذڪر ڪنداسون جيڪي اسان کي ھن وقت تائين دستياب ٿيا آھن. انھن بيتن کي اسان ننڍن عنوانن ھيٺ ورهائي رکيو آھي تہ جيئن سينگار شاعري جي موضوع تي جلال جي بيتن جي شروعات، ۽ ان بعد، معنوي توڙي اسلوب جي لحاظ سان، انھن جي وڌندڙ معيار جو اندازو لڳائي سگھجي.

عام سنڌي شاعريءَ وارو رنگ: پاڻنجي ٿو تہ پھريائين جلال عام سنڌي شاعريءَ واري رنگ ۾ بيت چيا، ۽ پوءِ ’ھندي سينگار رس‘ شاعري جي بيتن پٺيان بيت چيائين. ان بعد اڃان بہ اڳتي وک وڌائي ’سنڌي سينگار شاعري‘ جو بنياد وڌائين. ھيٺيون بيت جيڪو عام سنڌي شاعري جي رنگ ۾ رچيل آھي، سو غالباً جلال جي اوائلي بيتن مان آھي(۱).

ڪَڙيون، ڪُنجيون نٿ سامٿُيون، ڪُنڍا زلف ڪيپار
جھالر، جھُومڪ، جھَمَڪيُون، ڪيڙيا ڪنٺھار
ڏُر ڪنڍيان، ڏُرپچا، ٽسي ڳچيءَ لوڏي ھار
تائيتَ، مينڍا موتيھين، جڙيا سان جنھوار
ٻُنڊا، ڪنتريا، ڏُھريون، ٽِڪ ٿَلَ سينڌَ آنار
وَر، ورڙين، وينڍن، چِلَّن، ڪيرولين ڪينڪار
آلسي، ڏاٿسي، ايڪ داٿسي، جھانجھر جھاڻيدار
ٻَنڌڻ، پيچا، مانگھٽ، سڳيون، چوٽيءَ ٿَل ڪنار(۲)
جلوايون جنھنوار جون ھيون ليڪن ساڻ لغار

---

(۱) روايت مرحوم سگھڙ حامد خان رند، ڪچھري اوطاق حسن علي خان ٻگھياڙ (21-6-56) تعلقو ميرپورساڪرو. (۲) ٻي پڙھني. ٻنڌڻ پيچا

سڌونهي نانڪ تلميذ جن، چيلهہ چيلاڻي ڪارَ (١)
چوڏهون چنڊ ناهريءَ جو تو ڪيڙي منجهہ خمار
غمين گوند ر ڏار، آهن جلوي ساڻ جلال چئي (٢).

هيءُ بيت پڻ عام سنڌي شاعريءَ جي اسلوب ۾ چيل آهي (٣):

نينان نورَ ڀروُن ڀوُنرَ سيفن ڪان ٻہ سرَ (٤)
هٿي عشاقن ڪي هن ڪنوايو گينور
جنهن جو پڙڪو ٻجلي وانگي جئن اگن ڪري تؤتر
ڪنڌي ڪيسَ ڪمهڻ جا وَهيءَ ۾ ويتر
جلال چئي جوهر، ڪيئي مٿي مستان ڪيا.

هيئيون بيت جلال عام سنڌي شاعري کان اڳتي قدم وڌائي هڪ نئين رنگ ۾ چيو. 'اکيون ميگهہ ملار' وارو فقرو ساڳيو اهو آهي جيڪو ان دور ۾ حضرت شاهہ عبداللطيف پڻ پنهنجي هڪ 'وائي' ۾ آندو.

دانهَ ديوانا ٿيا ڏسي ساجن جو سينگار
مڪ هنسي محبوب جو جئن ڪيڙي ڪنٺهار
سينو موڪر و سچئين گلبدن گلزار
پنيا پرون ڀوُنر جان، اکيون ميگهہ ملار
جي جوڙ انهيءَ جنسار، تن جيار يوجي جلال چئي.

هندي سينگار شاعريءَ جي اثر هيٺ چيل شروعاتي بيت:

هندي سينگار شاعري جي موضوع ۽ اسلوب کان متاثر ٿي جلال جيڪي بيت چيا تن مان ڪي ٿورا دستياب ٿيا آهن. هيٺيون بيت (٥) چنڊر جي ناالن بابت ڏهسنامي جي سٽاءَ ۾ چيائين جنهن جو مثال اسان مٿي صفحي ٤٣ تي ڏيئي آيا آهيون.

(١) اصل پڙهئي. "چيلاڻي گهاءُ". (٢) اصل پڙهئي. "پوءِ غمگين گوند ر ڏار...." (٣) ڊاڪٽر سنڌيلي کان مليل روايت مطابق. (٤) اصل. نينان نور، پرئون ابرو.
(٥) سگهڙ ڪريمڏني شر جي زباني قلمبند ڪيل.

پانو، پٽونو، پنرو، چانڊ، چندورو، چند
قمر ڪين ڪمائيو باري ٻيس بند
نوخ نشانبر نميا ٻيس چاهه چمند
ٿاءِ ٿهرجي ٿا جهمن، پورب، مه، مڪرند (١)
ڪير ڪيائي ڪنڊ، جانب ڪان جلال چئي.

[پهرين سٽ ۾ ڇهه ئي چنڊ جا نالا آهن؛ ٻيءَ ۾ قمر ۽ ٽينءَ ۾ 'نوخ' (پهرين تاريخ جو چنڊ) ۽ 'نشانبر' (چوڏهين جو ڪڙيل چٽو چنڊ) آهن. ٻيئن چاهه چمند = ڪين ٻه محبوب جي محبت ۽ چڪ (چاهه) جو چمند يعني ڪمند يا بند ٻڌي ويو. چوٿين ۾ ٿاءِ ٿهرجي ٿا جهمن = پنهنجي جاءِ تي هيڪي ٿا جهڪن؛ پورب، مه (ماهه) ۽ مڪرند ٽريئي نالا چنڊ جا.]

هيٺين بيتن ۾، هندي شاعري واري رنگ ۾ محبوب جي سهڻين صفتن کي جانورن پکين ۽ ميون جي سهڻاين سان ڀيٽيائين:

ڪر ڪيلا، ڪٽ ڪيهر، وار آليهر ڏار
هنجهه هلٽي، ناسڪ ٻينڀي، نڪ آمي جي قار
اهي هين آطوار، جانب جا جلال چئي.

[يعني تنهن سهڻي محبوب جون ڪرايون ڪيلي جي قري وانگر سنهيون سهڻيون، چيلهه ڪيهر شينهن جي چيلهه وانگر سنهي، ۽ ڪارا ڏ رندڙ وار ڪاري واسينگ نانگ جي لهر مثل آهن.]

ڪنچن ورن ڪامڻي، چترن رتيي آ چٽور
چم چيهل ڪون اڪرا، ينڊا پٽي ٻٽور
ٽيي هتناڻي حور، جلوي سان جلال چئي.

[يعني سون ورني صورتوند، جنهن جا ميندي‌ءَ رتڙا پير، اکيون هرڻ جي اکين ڪان وڏيڪ سهڻيون ۽ وار ڪارا نيٽور. هيءَ ته پنهنجي حسن جي جلوي سان حورن کي پٺي هڻائي.]

---

(١) اصل پڙهڻيون: ١. ٿاٽ ٽيٿهر ٿا جهمن ٢. ٿان ٽيٿهر ٿاجمل.

هيٺين بيت(١) ۾ جلال پنهنجي محبوب جي جلوي کي ڏهس-نامي جي لغت ۾ چمڪايو آهي پر بيان سڄو مشابهت وارو آهي، يعني ته محبوب جي حسن جون وصفون هنن يا هنن شين جهڙيون آهن. اهو بيان اصولي طور ساڳيو 'هندي سينگار شاعري' جي وصفن واري بيان جهڙو آهي.

وَتاقر وَرون، آست چين عجيب جي
آذَر آبسَت ابرو اودگر، آهو عين ڏسو نه
دَس دامنيُون، مين دهانا، اي‌ءِ پپيه پُکار پَنڊ و ن
هي تان ساهه سندون، نياڻون جلوي ساڻ جلال چئي.

[١. وتا قر = سون. ورون = سندن رنگ. آست = سنهي. پياري محبوب (عجيب) جو رنگ سون ورنو ۽ چيله، سنهي سهڻي. ٢. اذر = چپ. 'آبست' غالباً اصل ۾ 'آست' = سنها. ابرو = پرون. اودگر = ڀؤنر. چپ سنها، پرون ڀؤنر جهڙا ڪارا ۽ سندن اکيون هرڻ جهڙيون ته ڏسو. ٣. دس = ڏند. دامني = ڪنوڻ. مين = مڇي. دهانا = سندن وات. پپيه = ڪوئل يا تاڙو. سندن ڏند تجليدار ڪنوڻين وانگر، وات مڇيءَ مثل ننڍڙو ۽ ڳالهاءِ چوڻ ڪوئل جي ڪوڪ يا تاڙي جي تنوار. ٤. جلال ٿو چوي ته: هيءَ ساهه ته سندن ئي آهي جو پنهنجي هڪ جلوي ساڻ جهڻي ويا آهن.]

سهڻي محبوب جي ڀين سونهن ڀرين سان ڀيٽ: هيٺين ٻن بيتن ۾ 'هندي سينگار رس شاعري' جو اثر باقي نظر اچي ٿو جو تشبيهن ذريعي محبوب جي حسن کي ڀين سهڻين شين سان ڀيٽيو ويو آهي، يعني ته محبوب اهڙو ئي سهڻو آهي جهڙو ڪي ٻيا سهڻا آهن.

[ ١ ]

١. دلبر ديهه بَدَر جان؟ اٿس اطلس جهڙا انگ
٢. ڀؤنر پيدا ڀِرِ دلبر جا رکن ڍِيرِ ڍرڻ جا ڍنگ

٣. مَٿِنَ ڇَپَنَ لڪن وجهن وِسِيهَر وِترا وَنگ
٤. ڪَيس ڪيرائي ڪوندَ پَدا، جنِ گهٽا پاس ڇهنگ
٥. ڪَيفي نَين پسي نرگس جان ڪويا نَين ڪُرنگ
٦. ريٽا چَپ چيروان، مژگان خوب خدنگ
٧. ڪٿر ڪانَ قريب جا، جي سينگ آتي هين سَنگ
٨. لڪ ڪَيسر جي، لوڏ ڪُنجَل جي، ماريا مور مَلنگ
٩. شمس قمر قربان ٿِيَن جي آپ ۾ هَلن آمنگ
١٠. عاشق مثل پتنگ، سي ڪئن نه جَلن جلال ڇٽي!

[١. محبوب جو بدن چوڏهين جي چنڊ جهڙو، ۽ سندس انگ عضوا "اطلس" ريشمي ڪپڙي جهڙا نرم آهن. ٢. سندس ڪارا گهاٽا گهنڊيدار وار اهڙي ريت هيٺ ڊرن ٿا ۽ ورن ٿا ٣. جو ڄڻ ڪاري نانگ وارا ور وجهي، لڪن ڇپن ۽ وڙهڻ جا وجهه وٺن ٿا. ٤. انهن ڪارن وارن وڏا ڪوندر پهلوان ڪيرائي ڇڏيا، انهن جون لهرون ائين آهن جڻ ڪارن ڪڪرن ۾ بجلي جو تجلو. ٥. نرگس جهڙيون، سندس ڪڪوريل اکيون ڏسي ڪرنگ (هرڻ) به پنهنجيون اکيون ڀوڪيون. ٦. سندس چپ لال ۽ سهڻي چير وارا آهن ۽ سندس پنبڻيون تکا تير. ٧. ڄڻ ڪان آهن جيڪي (مارڻ لاءِ) ڪماڻ (ڀرن واري) تي هميشه چڙهيا ئي پيا آهن. ٨. ڪيهر شينهن جهڙي سنهي چيلهه، ۽ هاٿيءَ جهڙي سندس سهڻي هلڻي ڪئين ملوڪ مشتاق ماري وڌا. ٩. سج چنڊ جيڪي آسمان ۾ هلندي ساري

---

(١) سيفل ڀٽيءَ جي زباني قلمبند ڪيل ۽ ڊاڪٽر سنڌيلي کان مليل روايت موجب، هيٺين اختلافي پڙهڻين سان: (١) ديهه بدن جان (سيفل) (٢) "پروان پندان پڙ دلبر جا ڏين ڊول ڊرڻ جا ڊنگ" (سيفل) (٣) ويتر وسيهر وجهن ونگ (سيفل) (٥) مژگان مارن ڏنگ (ٻي پڙهڻي، سيفل). "ريٽا چپ چيروان، ٿا ڏين مژگان، ابرو انگ" (سنڌيلو) (٧) ڪتيس ڪرائي (سنڌيلو) (٨) لڪ ڪيسرڪي لوڏ ڪنجل ٿو ماري مور ملنگ (٩) جي ٿا اپ ۾ جهلن امنگ (سنڌيلو).

جهان کي روشن کن ٿا سي ۾ سندس سونهن تان قربان آهن.
۱۰. اهڙين وصفن واري محبوب تان، عاشق پروانا پلا ڪيئن نہ پاڻ جلائن ۽ قربان ٿين!]

[ ۲ ]

۱. بانڪ بدنيي، برقئون بهتر، دُرُّ عدن دچن ڏهانهي
۲. رُخ سُرخ سرس سُوهي ڪوُن، انف عجيب نجيب نشانهي
۳. ڪنجل چالت، چرن چيهي پڪ، ڪچ ڪوريهہ، ڪنونب ڪلانهي
۴. ڪنينٽ قريب ڪپول ڪرنقل، لبث لڪيي، گل لال لبانهي
۵. ساگر پوت سمير ڪي تان بين بنيهي وچ بنينسر بانهي
۶. ڪهي جلال بحال خصالت روپ رسيا ول رنگ ريانهي

[ ۱. سندس بدن، ڪنوڻ کان وڌيڪ تجليدار، ۽ وات جا ڏند عدن جي دُرّن وانگر چمڪندڙ ۲. منهن جي رونق سُوهي واري ڪپڙي کان وڌيڪ لال، ۽ نڪ سندس نجابت شرافت جي سونهن ۳. هاٿي جهڙي سهڻي ٽور، پير سندس چيهي پکي جهڙا ڳاڙها (يا چيهي گاهہ تي هلڻ سان جيئن ڳاڙها ٿين) ۽ وار گهنڊيدار ڏکها ڪارا ۴. سهڻي جون لٽون(؟) ڪافور ۽ لونگ، چيلهہ شينهن جهڙي سنهي ۽ لب گلاب جهڙا لال ۵. موتي (ساگر پوت) ۽ مرواريد (سمير ڪي) سندس نڪ واري بولي توڙي نٿ ۾ تجلا پيا ڏين ۶. جلال ٿو چوي تہ سندس سهڻي وصف بحال آهي جو سندس تصوير

[۲] سگهڙ محمد يعقوب ابڙي موچي (ڏهرڪي) جي زباني قلمبند ڪيل ۽ ڊاڪٽر سنديلي جي ڪتاب ’سينگار‘ (س) ۾ ڇپيل روايت سان ڀيٽ موجب. آخري سٽ جي ٻي روايت ”ڪهي جلال مجال خصالت روپ رسالت رنگ رباني“، جنهن ۾ رسالت ماب واري تصوير ۽ رب جي قدرت واري معنيٰ سمايل آهي، جيڪا مٿين مجازي بيان سان نٿي ٺهڪي اچي.

(روپ) جواني واري رس ڀري ۽ سونهن سورج (ريـن) مثال آهي.]

پيا سڀ سندس سلامي. هيئين بيتن ۾ مرڪزي خيال اهو ته پيا سڀ اچي ٿا محبوب جي حسن جا سلامي ٿين:

[ ٣ ]

١. عـرق عنبر تـي آلِ اَلـريَـا ڀَيـٌنيـي ڀَـيـٌنَ ڀڳهر ڪي
٢. ڦُول ڦَهوڪِن ڦَنيـنٿي ڦـڙ ڦـڙ، اوڍي ٿـو آخضر ڪي
٣. پاڻَ ڀـِه - ڀـَر سَـل سَـيـٌف دوپارا، ڪن پيا تيز خنجر ڪي
٤. هَـرڻ هَـبهِينُ حيـران ٿيا، پسي نرگس نينَ سـَحر ڪي
٥. پَسَت - چيـِها اچي پيش پيا، پَسي لالي لال احـمـر ڪي
٦. حسن حَبيب اڳيان سَرُ لـِڪـيو، چاهي شان شجر ڪي
٧. وج جانُ وَرڪيووَل و ينـٌجهـَرجو، ڍِرَڪـِي باهه بـَـپر ڪي
٨. آو تـو مار،ي مـرمـر ڪي، جانيُون جوڙ جلال ڇٺي.

---

[٣] سگهڙ ڪريمڏني شر (ڪ) جي زباني قلمبند ڪيل ۽ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي (س) ڪان مليل روايت سان ڀيٽيل. اختلافي پڙهٽيون هيئينءَ طرح:

(١) عرق عنبر تي ال آڪ الريا (ڪ)؛ عرق عنبر تي ال آڪ الريا.
(٢) ڦونـتي ڦـڙ ڦـڙ (س).
(٦) حسن حبيب اڳيان لڪيو (ڪ)؛ حسن حبيب اڳيان اِلڪيو.
(٨) ڊاڪٽر سنديلي ٻڌايو ته هڪ سگهڙ هيئين سٽ وڏيڪ پڙهي (پر اها البت ايـڏي سهٽي ناهي).

'چاهه چمڪ تـَل تـَرنٿون تـَـمنيي آندو باز ٻـُجر ڪي'.

[ ٤ ]

چيـهي چـَرن چـُميـاس، وَهـيءِ وَرن وَرائـيـا
آيـنـتـَل ڪـَنـيـنـت قريب جـا، غـَمزن هيـٺ گـَڏ ياس
ارمـائـي وَر ڪامٽي، تنهن جـي دَچـَن دَهـلياس
لـَبيـنـَر لال، ڪـَنـي چـوي، آپـرن تـي آيـاس
مـُتيـهـَر مـات ڪـياس، جـلـوي سان جلال چٽي.

[ ٥ ]

مـنـهـن مهتاب سـجـڻ جـو نـرگس نـيـڻ سندن
چشمن جـا چـالا ائين جـشن ڪنوٽيون ٽيون ڪنوَن
آ ڪـي آليـهـَر جـن ڪـان ڪـڪـر ٽـا ڪنبـن
چوڏهن طبق چانـڊاڻ ٽـي جـي محب ڪٽي مرڪن
سـي ٽا توهم تـڳن، تنهنجي جلوي سان جلال چٽي.

---

[٤] سگهڙ شيخ الله ڏني (لس ٻيلو)، جيئند خان بگهياڙ (مير پور ساڪرو)، حاميد خان رند (مير پور ساڪرو)، پرنُو خان گبول (چڪرو)، منشي صالح محمد ٻـُرو (دريجي) جي زباني قلمبند ڪيل، هيٺين اختلافي روايتن سان.

(١) چيهي چرن چمياس، تي وهي ورنهه وِرتايا (شيخ)، چيهي چرن چمياس، وَنيهر وٺ وتاڙيا (صالح)، چيهي چرن چمياس، ٽـي وَهيئي ورن مٽائيا (جيئند خان)؛ چيهي چرن سريام، اچ وهي ورن ڦٽ ڪيا (حاميد خان). چيهي چرن سندياس (ڊاڪٽر سند يلي ڪان مليل روايت).
(٢) اينٽر (فقط جيئند خان)، گم ڪئون هيٺ گڏ ياس (شيخ)، گمز هيٺ گڏ ياس (صالح محمد)، غم سين هيٺ گڏ ياس (جيئند خان)، سومونڪي گم ڪئون هيٺ گڏ يا (حاميد خان)، ڪينٽر ڪينت قريب جي غمزن هيٺ گڏ ياس، (ڊاڪٽر سند يلي ڪان مايل روايت). (٣) ارمائي ور ڪامٽي تنهنجي دانن تي دولياس (شيخ). هر ماهي گهر ڪامٽي تنهنجي دندن دهلياس (صالح محمد). ارماهي ور ڪامٽي تنهنجي دهدن دهلياس (جيئند خان). ارمائي ور ڪامٽي اچ تنهنجا داد نـه دهليا (حاميد خان). (٤) آپرن تي آياس (شيخ). اوپرن تان آياس (صالح محمد). اپرن تي آندياس (جيئند خان). اپرن تي آنديا. (٥) مـُد يـهـَر (شيخ)، مدعيل (صالح محمد)، متيهر (جيئند خان)، مند يئر (حاميد خان).

[ ٦ ]

آهرين لتهرين عيّن، قوس قزح کهکار ۽
کنڀ، پتافڙ، کورخڻون، ويا مان ڇورائي ڇئين
کنٽر کوٽ کپوٽ جام، غنٽ غزالي غين
سان متندر مٺهن موج ۽، جوت جمن ۽ جين
مير نايو سپ سين، کن جهارُ جلال ڇئي.

[ ٧ ]

منهن مهتاب سجڻ جو، چاهي روپ اڳن رنگ روءِ
پگهر پيشاني پرين ءِ جي خاص مڇائي خوءِ
جلوي ساڻ جانب جي رجني مٺيي روءِ
هڪ جلوو جانب جوءِ، ٻيو جلوو ناه جلال ڇئي.

ٻيا محبوب جو چا مٽ ٿيندا. هيٺين ٻن بيتن ۾ مرڪزي خيال
اهو ته سونهن ۾ ٻيا سهڻي محبوب سان چا مٽ ٿيندا!

[ ٨ ]

١. چا جي کور کري کامول، هن جا چرن چڱاوڌ چور کان
٢. ٿيا ماند مقابلي، هونئن روءِ هيندو ل
٣. کوئل کل کهيل کيي، جتهين کام کلول
٤. بشيمسر بيٺيي بن رهي، وچ گوهر آرگول

---

[٦] سگهڙ حامد خان رند ۽ وڏيري حاجي سائينداد شوري جي زباني قلمبند ڪيل. اصل روايت ۾: ”اهرين لعلين عين“.

[٧] سگهڙ عبدالرحمان مهيسر کان ١٩ جولاءِ ١٩٨١ع تي سندس خط ذريعي مليو.

[٨] سگهڙ ملا احمد، سيفل پتپي (سندس استاد سهائي موچي کان ٻڌل) ۽ ڊاڪٽر سنڌيلي کان مليل روايتن سان ڀيٽيل. مختلف پڙهيون. (١) جئن چرن چڱا وڌ چور کون (ملا احمد)؛ (٠) ٿي بيٺا ماد (سيفل)؛ بيٺس ماڏ مقابلي. (٣) اِس کوئل، آس کل کليکي، جب هي کام کلول (س).

٥. خوبي جهي خنڪار جي پٺيي آرجل منجهہ آلول
٦. ڏک ويا سڀ ڏولَ، پسي جانب روءِ جلال چٽي.

[ ٩ ]

١. ڪونئر ڪرائين ڪا، پهرينٌ رونق پي جي!
٢. خوبيءَ طير خروس جا، چا پڳ برابر پا
٣. آرتي، آبي، عود، اگر، اگن نہ اهڙي آ
٤. سنڪر سهيو ساه ۾، شير سنڪيو شرما
٥. منچون ميم مشاهدي، چيهَل ايندو چا
٦. چتِرڪ چينَ چرِيا ڪيا، ڪونل ڪيل ڪما
٧. پيو ڪو رنگ روا، اکيان جانبَ رَوءَ جلال چٽي!

[يعني تہ: ١. سهڻي محبوب (پي) جي نرم سهڻين ڪراين جي ڪا نزاڪت آهي، ۽ سندس پيرن جي لالائيءَ جي ڪا رونق آهي!! ٢. بانڪي (خروس) قسم جي پکي (يعني مور) جي پيرن جي سهڻائيءَ (خوبيءَ پا) يعني سهڻي ٿور، ڪا محبوب جي قدم (پڳ) جو مٽ آهي! ٣. 'آرتي' ۽ 'آبي' گل، عود ۽ اگر جي خوشبوءِ، توڙي باه (اگن) جو چمڪو ۽ لالائي- اهي مڙيئي محبوب (جي عضون ۽ اندامن جي مختلف سهڻين وصفن) جهڙيون نہ آهن. ٤. سندس سهڻي ٿور کي ڏسي هاٿي (سنکر) هڪ طرف ساه سڪائي هڻي ويو، تہ ٻئي طرف وري سندس باريڪ ڪمر کي ڏسي شينهن شرم وچان لرزي ٿو. ٥. مچيون محبوب جي 'ميم' حرف جي گهيري

(٥) "ارجهل منجهہ الول" ۽ آخري سٽ ۾ "ڏک لٿا ها ڏول" يا "ڏک لٿا هيس ڏول" (س). "خوبيءَ جي خنڪار ۾ ٿا ارجن محب الول" (ملا احمد).

جهڙي ننڍڙي وات کي ڏسڻ ۾ حيران آهن، (تہ سندس اکين جي ڏيا جي سامهون) هرڻ (چيهل) کهڙي پيش قدمي ڪندو! ٦. سندس مٿي گفتار هڪ طرف چنڊول پکي (چترڪ) جو چين ۽ آرام ڦٽائي ڇڏيو آهي تہ ٻئي طرف ڪوئل ۽ چٽون (ڪيل) ساڳيءَ طرح (ع. ڪما=اهڙيءَ طرح) حيران پريشان آهن. ٧. جلال تو چوي تہ، محبوب جي منهن جي سهٽي لال ڳوري رنگ سان ٻئي ڪنهن رنگ جي پيٽ بہ ڪا روا آهي!]

جانب وڏ جلال چٽي. هيٺين بيتن ۾ جلال جو تخيل انهيءَ آخري منزل تي پهتو تہ محبوب جو حسن مڙني کان مٿي آهي، يعني "جانب وڏ جلال چٽي".

[١٠]

عجيبن کان نجيبن جا، آهن ڪيل ڪشر
ديهي اُن جيءُ ڏم چيپايا، عرشن منجهہ اپر
پسي آنڱوشيون عجيب جون، جهپيا سڀ جوهر
لبن لالائي لعل جيئن، ڦوڪيون وڏ ڦوڪر
ڪونثر، ڪرايون، ڪارچا، دست چگا دلبر
پسي ڏند ڏهان ۾، ڏڪي ويا ڏوڏر (*)
انهيءَ کان بہ اپر، جانب وڏ جلال چٽي.

هيٺيون بيت بہ سنڌي سينگار شاعري جي رنگ ۾ چيل آهي پر ان ۾ 'پدمني' جو لفظ آيو آهي، جنهن مان گمان نڪري ٿو تہ جلال "هندي سينگار شاعري" جي عنوانن کان واقف ٿيو.

---

[١٠] سگهڙ جيئند خان بگهياڙ (بلوچ ڪرمتي) ۽ سگهڙ حامد خان رند جي زباني قلمبند ڪيل (*) ڊاڪٽر سنڌيلي کان پهتل روايت موجب: 'ڏڪي ويا ڏونگر.'

[ ۱۱ ]

اڄ مي اڳـڻ ٻـهار، سانـول گـڏيـم سـپـريـن (۱)
جـاڙا پيـروُن جـانـب کي ڪڪا ڪُلـهـن وار
وِکيا تـِنهن واسينگ کـي ريـشـم سـان رنـگـدار (۲)
پـٽ پـٽـولا پَدمٿيءَ، سـونـهـن گُلبـدن گينوار (۳)
جـوڙ چڱيءَ جنسار، آهن جانب وڏ جـلال ڇٽي.

هيٺئين بيت ۾ جلال پنهنجي فڪر کي 'هندي شاعري' واري روايتي رنگ کان اڳتي وڌائي نئون نُڪتو نروار ڪيو ته محبوب جـو حسن ٻين جي سونهن جهڙو ناهي بلڪ ٻين سڀني جي سونهن کان سرس ۽ سوايو آهي:

[ ۱۲ ]

سوتيان وڏ منهنجا پـريـن، ڇاهي جنهنوَر جو جنسار (۱)
آمُلهه مـاڻـڪ ان تـان هـيـرو نـيـشـي هار
ڇاجي جـوڙ جـمـروُد جـي تـه ڪا عجيبن آچـار
ڇاجي سج چنڊ ڪتيُون ته ڪي دلبر جي ديدار!
ڇاجي وَنَڪ وِچُن جيي، ته ڪا ساڄن جي سينگار!
پِريـن اهـڙا پـار، سيئنان جانب وڏ جلال ڇٽي. (۲)

هيٺئين بيت ۾ پڻ ساڳيو اهو خيال سمايل آهي ته لاثاني محبوب کان بهار جا بادل توڙي ٻيا سڀ سونهن ۾ گهٽ آهن:

---

[۱۱] راوي مرحوم حاجي محمد هاشم مگڻهار، ويٺل سال (لڳ اونگر) تعلقو ڪوٽڙي. (۱) ٻي روايت: "آئي اڳڻ ڪئون ٻهار، اڄي سانول گڏيم سپرين" (۲) ٻي روايت: "سونهن ريشم سان رنگدار" (۳) ٻي روايت: "اڳ پٽولا پدمٿيءَ کي ٻيا سونهن گلبدن گينوار".

[۱۲] مرحوم منشي صالح محمد ٻـُري جي ٻَند ي تان اتاريل: روايت مرحوم سردار اميد علي خان پـُوٽـائـي (دريجي، لس ٻيلو)، ڪڇهري شهر ڪراچي، ۽ روايت سگهڙ بابو پالاري (۱) ٻي پڙهٽي: "سوئنون وڏ سپرين، ڇاهي جنهور جو جنسار" (۲) ٻي پڙهٽي: "اهڙا ساڄن جا سينگار، آهن سڀي ڪون جانب وڏ جلال ڇٽي."

[ ١٣ ]

آيئن ڪي آبقرَ بنهار، جئن ڪنئول ڪيس قريبَ جا (١)
آليشهَرَ جانْ آليئي پيا، ڏَريا بَدن ڏار (٢)
سَرُوَ ڪان سُوڏا پيرين، مُڪُ موتين ڪان موچار
هنجهہَ ڏِسي لوڏ ليکي ويا، ٿيا ڪَنئِرَ گرفتار (٣)
چڏي شمس شُعاعُ ويو ڪڏجي منجهہ غبار
سٽي ٻولي پاڄهہ پري، ڪري ڪوئل نہ ڪوڪار
سڄڻ منجهہ سَنسار، جانب وڌ جلال چئي۔

ٿڪا تليوَر تينْ نہ۔

هيٺيان ٻہ بيت سگهڙن وٽ جلال جي نالي سان مشهور آهن۔ جيتوڻيڪ جدا جدا سگهڙن وٽ انهن جي پڙهڻ ۾ فرق آهي۔ انهن بيتن جي رواني ۽ سُريلا قافيا ٻين شاعرن لاءِ نمونو بڻيا ۽ انهن پڻ هنن بيتن پران بيت چيا۔ خاص طرح ڏاتي ڪئي، خدر (خضر) ڪئي، گلاب، قادر بخش، عارف شاهہ ۽ دوس محمد جلال جي انهن بيتن جي پران بيت چيا جن جو ذڪر انهن شاعرن جي نالي هيٺ ايندو۔

---

[١٣] هيءُ بيت بلڪل نئون ناهي، ڇاڪاڻ تہ ان جون سٽون اهي ساڳيون آهن، جيڪي مٿي صفحي ٦٣ تي ڏنل بيت ۾ اچي چڪيون آهن. ڪن سگهڙن جي روايت ۾ هن بيت ۽ مٿئين ڏنل بيت نمبر ٢ جون ڪي سٽون پاڻ ۾ گڏيل آهن. ٻين سگهڙن وٽ ٻئين وڏيڪ سٽن سان هڪ يڪو ڊگهو بيت آهي، جيئن صفحي ٦٣ تي ڏنو ويو آهي. هتي هي بيت جيئن ڏنو ويو آهي، تئن خاص طرح سگهڙ جاڙي خان مري ۽ مريد جت جي روايتن مطابق آهي، جنهن ۾ پهرين ست وڌيڪ معنيٰ خيز آهي. ڪن ٻين سگهڙن (حاجي سائينداد شورو، بابو پالاري، حاميد خان رند، محمد امين خان پوتاڻي، سردار اميد علي خان پوتاڻي ۽ منشي صالح محمد پرو) ٻہ جدا جدا روايتن سان اهي بيت نئيا يا وڌا ڪري پڙهيا.

[ ١٤ ]

تَڪا تَليوَر تِين نسہ، وڌ آهُون٘ان عين عجيب جا (١)
جهڙي ڪَڪور قريب جي، تهڙي ڪائي پسان ڪين (٢)
جوهر جڙين جان تي، مَنهن موتين مڙهين مين (٣)
سي فَهميدا فڪر سين تا نيهن سان نرمل نين (٤)
سٺي ٻولي ٻاجهہ ٻرين جي، ڪوئل ڪجي ڪين
اهڙي سونهن سنڌ ين، جيسار يو جيء جلال چئي. (٤)
[تڪا=تير، پنبڻين وارا. تليوَر=تلوار، ڀرون جي گولائي واري
٢. ڪڪور=گورائي. ٣. منهن موتين مڙهين مين=منهن ۾
موتين ۽ ميناڪاري واري سونهن (ٻولي ۽ نٽ جي؟). فڪر=
ناز نزاڪت واري چال. نين=ڪنيو وجن، مارين.]

---

[١٤] هيء بيت سگهڙن وٽ ذرا مختلف روايتن سان هلندڙ آهي پر
سڀني جي چوڻ موجب جلال جو چيل آهي. سنہ ١٩٤٩ع ۾ اسان
ڦهريائين ميرپور ساڪري جي سگهڙ حامد خان رند کان ٻڌو. ٻيوء
مرحوم سيد نجف علي شاهہ چپر جي سگهڙ الله بخش پالاري جي زباني
لکي موڪليو. ڊاڪٽر سنڌيلي کي پڻ مختلف روايتن سان مليو جيڪو
هن قلمبند ڪري موڪليو. آخر ۾ ٻہ سال اڳ سگهڙ دوست محمد
عباسي جي زباني (ٻسيرو، تعلقو فيض گنج ۾ ڪيل ڪچهري ۾)
قلمبند ڪيو ويو. اسان انهن جملي پڙهڻين ۽ پڻ ڊاڪٽر سنڌيلي جي
قلمبند ڪيل روايت (س) کي پيٽي مٿين پڙهٽي قائم ڪئي آهي.
ٻيون پڙهڻيون:

١. تڪا تليهر تين؛ تِڪا تليهر تيئن؛ تفنگ تليهر تيئن، هن آهو عين
عجيب جا؛ جئن آهو عين عجيب جا
٢. ڪڪور ڪيس قريب جا تهڙا ڪائي پسان ڪين
٣. منهن موتين کان مين
٤. اهڙا آهن اسين، جاني وڏ جلال چئي؛
اهڙي ساڻ اڌين، منهنجا جاني وڏ جلال چئي.
اهڙي مرت سُڄين، مون کان هنيو هوت کسي وئا.

[ ۱۵ ]

ٽڪي تلهر تين نـہ، جن ڪيس ٻڌيا هين، ڪامٺي (۱)
سروقد سوڍا پـريـن، آهـن حـورن کان بہ حسين
ان جو پلڪ پرين کان اڳـرو، جلوو وڏ جبين (۲)
سڄي سسيهـر سڄسيو، بـدر نـمـائـي بيـن (۳)
اچي ساجن سرزمين، جي جيـار جـلال ڇٺي.
[ٽڪي=ڪاري ٻاٽ اونداهي. تلهر=ڪارو نانگ. ڪيس=وار ۲. جبين=نراڙ، پيشاني ۳. سسيهر=چنڊ. سسيو=لرزيو. بدر=چوڏهين جو چنڊ. بين=بيني، نڪ. نمايو=جهڪايو.]

هن باب جي خاتمي کان اڳ اهو ڄاڻائڻ ضروري آهي ته جيتوڻيڪ چاليهن سالن کن جي وڏي عرصي ۾ جلال جا ڪافي بيت سنڌ توڙي سنڌ سان لاڳو علائقن مان وڏي تلاش کان پوءِ هٿ ڪيا ويا آهن، تنهن هوندي بہ هن سرواڻ سگهڙ جي بي بها بيتن جو سڄو ذخيرو دستياب نہ ٿيو آهي. جلال جا بيت سنڌس وقت کان وٺي ايترو تہ مقبول پيا جو هنڌين ماڳين هلي ويا. راقم کي هڪ طرف اهي بيت لس ٻيلي جي شهر اٿل ۾ مليا تہ ٻئي طرف ٿر جي شهر مٺي ۾، ٽئين طرف 'ناڙي' ۾ مليا تہ چوٿين طرف 'روهي' ۾. پر اجان ٻہ ڪي بيت، ٻـري ڪن اهڙن ماڳن تي، ڪن سڄاڻ سگهڙن

---

[۱۵] حامد خان رند (ساڪرو)، پيرئي خان گبول (چڪرو، ڪراچي) ۽ حاجي محمد هاشم مگنهار (سال) جي زباني قلمبند ڪيل ۽ ٻـن ٻين سان ڀيٽيل. ٻيون پڙهڻيون:
(۱) ترنگ تليهر تين نہ؛ تڪا تليهر تيئن
(۲) سسي سسيهر وچ ۾، بدن بنايس بين؛
(۳) 'آءُ تون ساجن سرزمين، جيءَ جيار جلال ڇٺي.' 'ساجن سرزمين، جودئون اچي جلال ڇٺي.' 'جي اچن ساجن سرزمين، تہ آءٌ بادل باغ بنائيان.'

وٽ سيني ۾ سيني محفوظ رهيا آهن، جو حيرت نٿي ٿي ته جلال جا بيت ڪيترو نه مقبول ٿيا ۽ مشهور ٿيا. تازو خيرپور ضلعي جي 'ناري' واري علائقي ۾ اسي ورهين جي سچاڻ سگهڙ ٿوهر فقير پنهوري (١) جلال جا ڪي بيت ٻڌايا جيڪي اڳ اسان ٻودن فقير پنهوري کان ٻڌا هئا. انهن مان هيٺيون بيت عام سنڌي شاعري جي 'ڏگهي وزن واري سٽاءَ' ۾ چيل آهي، جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته اها 'ڏگهي وزن واري سٽاءَ' جلال ئي ايجاد ڪئي جنهن تي پوءِ ٻين ڪن مشهور شاعرن (لونڪ، عيدن شاهه، شيخ ابراهيم، ڪريمداد، هوت خان، عالم خان لنڊ ۽ ٻين بيت چيا (٢). جلال اهو بيت سسئي بابت چيو ۽ پوءِ ٻين شاعرن پڻ سنڌس واٽ وٺي ساڳئي موضوع تي 'ڏگهي وزن' وارا بيت چيا. هيٺ اهو بيت اُئين ڏنو وڃي ٿو جئن سگهڙ ٿوهر فقير ۽ ٻودن فقير پڙهيو، ۽ ظاهر آهي ته اصل ۾ جلال جئن اهو بيت چيو هوندو سو وڌيڪ صحيح هوندو:

چاڻ سچاڻ، سباڻ سڃاڻ، وڏيئي ڏنگ ڏاڻ وهاڻ وهاري
تيري خصلت، ميري متصلت، مئي محبت پهت پنهونءَ پياري
يار ستار، تڪان تنهنجي تار، محب منٺار، ايندم مهار موچاري
سي ڪوهه اندوهه، ٻسان رڻ روههِ، تڪان تنهنجي توههِ،
ٻرين من موهه، ايندم سچاڻ سنياري
اٿ اوٺار، ڏيکار ڏاتار، مون ڪي مختار، سندم سردار
ستهيون ستَ ساري
ستهئونءَ مَ سهيڙ، ويا تنهن ويڙ، ڏيئي مون ڏيرڪنيڙ مئي بر قطاري

(١) ٿوهر فقير پنهيرو، ڳوٺ عالادي پنهيرو، سومريجي ڪان، جنهن کي تازو ١٣- تاريخ فيبروري ١٩٨٦ع تي، قائم فقير پنهيري جي دعوت تي، ناري ۾ ("سوراه" وٽان نارو ٽپي ٢٥ ميل کن اوپر طرف) وڃي ملياسون. ٻودن فقير سان ٣ مارچ ١٩٦٦ع تي چونڊڪي ۾ ڪچهري ٿي هئي.

(٢) عيدن شاهه ۽ شيخ ابراهيم جي بيتن لاءِ ڏسو "پيلاين جا ٻول" ٻيو ڇاپو صفحا ١٠٢-١٠٣

منجهه ۾ سيج، پڄي رڻ ريج، ڏونگر ڏس ڏيج، هليو هل هيج
پنهل پٺيءَ پياري
اوڻ ڪنوڻ لنواڻ ويا جنهن واڻ آنهن عجيب نجيب نهاري
لڳ لاڳ سهاڳ، لڳن ڪي ياڳ، وَنهيان سي واڳ
ورائيندم واري
دوست دلبر، رهين رهبر، اڄي انور، ڪر ڪا مهر تہ ماڙ موچاري
ڪهي جلال، ڪري رب پال، اهي تم حال، ڪيان خوش خيال،
اڄي تار منجهون شال تاري

جلال پنهنجي هيٺين بيت ۾ مينهن جي سانداڻ ۾ محبوب جي
منهن تي موتين مثل مينهن - ڦڙين، سڄڻ جي سونهن ڏسي ڪنوڻين
جو هيڪي پوئتي هٽڻ ۽ ٻين تشبيهن جو ذڪر آندو آهي.
هن بيت جي اسلوب مان ائين لڳي ٿو تہ سينگار شاعري جو
هيءُ بيت پڻ جلال جي شروعاتي بيتن مان آهي:

برسيو برسن، ورسيو ورسن، مٿي مالها موتيئڙن
دور چمڪيون دامنيون، پسي ڏرت ڏندن
پپهل پٺي 'پي پي' ڪري، مانَ مهر مون تي ڪن
اڀريو ماه ابر مان، پسي پير پرف
قمر، ڪتيون، تارا تجلا، شمس شعاع نہ ڪن
پسي بام بدن ڪرني ڪنول پيا ڪسڪن
پسي جوڙ جلال چئي، ڪنير گس نہ ڪن
بجليون منجهه ٻرن، سڪيون سڪن پاڻ ۾.

جلال جو سرائيڪي ۾ چيل هيٺيون بيت سگهڙ مرحوم
نبي بخش خان لنڊ کان آڳاٽو مليو، پر اهو هن وقت ڪاغذن
مان دستياب ٿيو آهي:

گهنڊ نهين اسرار حقاني جس وچ چمڪي نور چمن دا
جان؟ جمشيدي جام جنهور دا، جان؟ يا ياقوت يمن دا
جان؟ وت ڪل آئيني ہڏس ڏي ڪر پردا پَن دا
جڳ "جلال" ڪري تدبيران تان محرم ڪرن من دا.

# باب چوٿون

## جلال جي وقت جا ٻيا شاعر

جلال غالباً حضرت شاھ عبداللطيف کان عمر ۾ وڏو ھو ۽ شاھ صاحب کان اڳ وفات ڪيائين. ٻيا سنڌس ھمعصر شاعر جيڪي جلال سان صحبتي ھئا يا جن جلال کي ڏٺو ۽ پڙھيو سنڌس 'سينگار شاعري' کان متاثر ٿي جن سينگار جا بيت چيا، سي اندازاً ۱۱۳۰-۱۱۷۰ ھ. واري دور ۾ ٿي گذريا. مگر يقين سان چئي نٿو سگھجي تہ جلال جا اھي ھمعصر شاعر ڪھڙا ھئا. ساڪري ۽ لس ٻيلي جي سگھڙن جي بيانن موجب جلال وارا پاڻ ۾ ست پاڌر ھئا ۽ ست ئي سگھڙ شاعر ھئا. انھن ۾ خالو، خضر، ڏاتو شامل آھن جن جا بيت اسان کي مليا آھن. ٻولي ۽ بيان جي سڃاڻ مان پائنجي ٿو تہ ملان خوشحال ڪٽي جنھن پنھنجو نالو 'ڪٽي' توڙي 'ملان' ڪري آندو آھي سو بہ ان وقت جو ھو. ٻي ھڪ روايت موجب صدرالدين چارڻ ۽ سليمان چارڻ پڻ جلال جي وقت جا ھئا. گلاب چارڻ ۽ جان محمد (جانو) بہ ان دور ۾ ڪٿي سگھجن ٿا. بھرحال ھي محض ھڪ اندازو آھي جيڪو مليل مواد جي مطالعي جي آڌار تي قائم ڪيو ويو آھي. ٿي سگھي ٿو تہ اھي سگھڙ، جلال کان پوء واري دور جا ھجن جيئن مٿي صفحي ۳۸ تي ڄاڻايو ويو آھي. ھڪ بيت اسان کي دينو جو مليو آھي جنھن بابت ھڪ قلمي ڪتاب ۾ ذيل مواد مان معلوم ٿيو تہ ھو 'مياڻ جو فقير' ھو ۽ غالباً جلال جي وقت ۾ يا ٿورو پوء ٿي گذريو. ھن مختصر وضاحت بعد ھيٺ اسان انھن شاعرن ۽ سنڌن چيل سينگار جي بيتن جو ذڪر ڪنداسون.

## خالو (ڪٽي)

ساڪري جي سگهڙن جي روايت موجب خالو ڪٽي هو ۽ جلال جو پاٽ هو. خالو جو فقط هڪ هيٺيون بيت ساڪري ۽ لس ٻيلي جي سگهڙن وٽ هلندو آيو آهي جنهن جي آخري سٽ مان ثابت ٿئي ٿو ته هو سنڌ جو شاعر هو. لس ٻيلي جي سگهڙ شيخ سائينداد جي ڪتاب ۾ هيءُ بيت هيٺين طرح لکيل مليو:

دُدَسٽ آوَنِ، دَنڪَ دُڪَاوَنِ پدارٿون اٽنگ
انبر آگيا بجليان چمڪنِ، گرج گگر گُن اٽنگ
آڙينگ صمدئي جنگ جت، بڙ ٻُولد رهي جڙ سنگ
قمر ڪويسر کهتا خالو، روپ ڪُٽليا سپ رنگ
چاه چچر چه چنگ، پپيهو پڪاري پيه ڪي.

ساڪري جي داناءَ سگهڙ مرحوم حاجي سرماڻ خان بگهياڙ (ڪرمتي) اهو بيت هيٺينءَ طرح پڙهيو:

دڏسٽ آوَن، ڏَنڪ دِڪَاوَن، پَوَن پَڏار آتنگ
آتنگ، آڙنگ، بڙ بونند رهي جَل سَنگ
بجليان چمڪيان، اي گُن گگن گُن گنگ
قمر ڪَوِيسَر کهتا خالُو، روپ ڪَٽليا سپ رنگ
چاهم چتُر چَهم چنگ، تيئن پپيهو پڪاري پيءَ ڪي.

ساڪري جي سگهڙ حاميد خان رند هيءُ بيت هن طرح پڙهيو:

دُنُ سَنْ آوَن، دُنڪ دِڪاوَن، پَوَن پَڏار اڙنگ
آتم بُونند بلي جس سنگ،
آنبَر آگم، بجليان چمڪي، گُن گگن ڪَر گُنگ
ڪه ڪَوِيُسَر، کَهتا کالُو، روُپ ڪَٽليا سپ رنگ
چاه چَچَر سين چنگ، تيئن پتوبهي پريت پيءَ سين.

ساڪري جي سگهڙ موسي منڌيَر هيءُ بيت ٿن سٽن سان هيٺينءَ طرح پڙهيو:

ازخود آوَن، ڌنڪ دَڪاون، پَوَن پدار اڙنگ
ڪهتا خالو روپ، ڪليا سپ رنگ
جت بادل بسن بنيا، سارنگ ات سوَنگ.

هن بيت جي ٻي هڪ روايت هيٺين ءَ طرح ملي:

دڌست آوت ڌِنگ دِڪاوِي، پَوَن پدار آننگ
آگم آنبر چمڪي بجلي گرج گرج گُن گنگ
بَرسن بَني جون بَن چَلي مئنگل سارنگ سجان سَمُنگ
اونگهہ آڙت پونگر پونگ، گيند رهي جل سنگ
ڪَره ڪَوِيسر ڪهہ تان خالو روپ ڪليا سپ رنگ
چاهہ چتر چرچنگ، پپيئا پڪارن پيءَ ڪي.

## خدر (خضر) ڪنٻي

لس ٻيلي جي سگهڙ ڪريمداد ٻڌوي چيو تہ: 'خدر ڪنٻي هو، پوءِ نہ چاڻان جلال، وارن مان يا ٻيو' ميرپور ساڪري جي سگهڙن (حاجي سرماڻ، جيئند خان، علي محمد بگهياڙ ۽ حاميد رند) جي روايتن موجب خضر، جلال جو ڀاءُ هو، ۽ ڀاڻ ۾ جملي ست ڀائر هئا.

سگهڙ ڪريمداد چيو تہ: خدر جو هڪ بيت تنهن جي آخري سٽ جيڪا مون کي ياد آهي سا هيءَ آهي تہ:

جن سچي ساک سچار، تن خوش ڪيو من خدر چئي

خضر جا هن وقت تائين ٻہ بيت دستياب ٿيا آهن جيڪي هيٺ ڏجن ٿا.

[ ١ ]

جب گوري گهتا ڪري، نُورا چيئنون چين (١)
ڪاسڻ ڪنولَ، ڪَويل ڦَر، دَهنئون دَچَن بَشين (٢)

---

[١] راقم کي محمد يعقوب برڙي، سيفل ڀٽي ۽ محمد بخش چانديي جي زباني مليل روايتن، ۽ پڻ راقم کي ۽ ڊاڪٽر منديلي کي سگهڙ بگٽي شر جي مليل روايت موجب ڀيٽيل. ٻيون پڙهئيون: (١) نهرئون شيئي شين؛ نهرا چيئنون چين (٢) ڪاسل ڪنول .... دچن دچين

چا ماڪي، چا مصري، جهڙو سيٽ مَنجهين (١)
سُٺي سخن ثناء جو، ڪوئل ڪُڇي ڪين (٢)
ڪَنجن خوب 'خضر' چئي، ڪن ماٽ مرگهه لب ميٺن
جي اهڙي حُسن حَسين، تن ماهه مُشابت ناهه ڪا. (٣)

[ ٢ ]

چِلِمي چوري جهي چيِن، گيسور جهِن گت ڪٽي
لک لٽيائين لهس سين، [جلوي جوت جبين]
تنهن چارو ناهه چِتُن جو، ڪَه ڪوئل ڪين
جڻن هَسي مونهن حسين، تڻن هَسُ گِلاهي ۽ حور جي.

[ ٣ ]

صاحب صورت جا سردار، تو ڪيئن سينڌ سَجَن سرڪي؟
هي جي خنجر نين "خضر" چئي، تيز تِکا ترڪي
سي تان پاهر پڙڪي ڪيئن پيا، ويا جيءَ اندر جرڪي
مون پيي دانهن آچي درڪي، پئي در دانهن نه سُپرين!

# ڏاتو ڪٽي

ساڪري جي ڪن سگهڙن جي بيان موجب ڏاتو جلال جو پاٽ هو. ڪن جي خيال ۾ هو جلال جي عزازت مان هو. ڏاتي، ميين شاه عنايت جي بيت جي آخري فقري کي مدنظر

---

(١) جهڙ مکڻ متائي ۾ تهڙو سيٽ منجهين (٢) پسي سخن صنم جو ڪچيو ڪوئل ڪين؛ پسي سخن سخنات سنات جو (٣) تن کي ماه مطابق جا ڪندو؛ تن ماه مشابهت چا ڪندو.

[٢] حاسيد خان رند ۽ ساڪري جي پين سگهڙن جي زباني قلمبند ڪيل.

[٣] محمد يعقوب پرڙي جي زباني قلمبند ڪيل ۽ ڊاڪٽر سنديلي جي لکيت ۾ آندل روايت (س) سان ڀيٽيل. پيون پڙهڻيون: پهرين سٽ: پونر ميگار ايپار ل جاني تو ڪيئن-الخ. آخري سٽ: پئي د ر تي نبا سپرين.

رکي پنھنجي ھيٺين بيت ۾ حسين محبوبہ جي حسن جي تعريف
کي وڏيڪ تفصيل سان بيان ڪيو تہ *:

١. وسي مينھن پسائيا، ان جا منھن ۾ مرگھہ تہ مين
٢. سبزہ لتاڙڻ ھليون، ڪري بجليون ٻرسڻ بيٺن
٣. منھن تہ مرگھين سھڻو، ٻي چيلھہ چيلاتي چيٺين
٤. عين عجب، پکڻ پالتو، گم گام ٻروٻر گين
٥. ان جي گن گھرائيءَ مين، اچن ڪئيسر ڪين
٦. سيني گنڊيا شير دو رنگي گل رشين
٧. سي ڏسڻ سين، ڏاتو چئي، تا ڏک ڪسيو سڪ ڏين
٨. جي اھڙي حسن حسين، تن ماہ مشابھت ناہ ڪا.

[يعني تہ ١. مينھن جي بوندن، ان محبوبہ جي منھن ۾ جي
'مرگھہ' (= ھرڻ = اکيون) ۽ 'مين' (= مڇي يعني ننڍڙو
وات مڇيءَ جھڙو) آھن، تن کي آلو ڪيو. ٢. (جڏ اھا
صورتوند ٻاھر نڪتي تہ سندس حسن جي سلامي خاطر بي‌انتھا
خوشيءَ مان) کنوڻيون بہ سات مينگار سان چؤطرف ساون
ميدانن مٿان تجلا ڪري ھلڻ لڳيون. ٣. ان سھڻي سڄڻ جو
رخ، سھڻين اکين جي لحاظ سان، ھرڻن (مرگھن) جو ھمسر
آھي ۽ سندس سنھي چيلھہ چيلاتي جي چيلھہ (چين) جھڙي سنھي
آھي. ٤. سندس اکيون عجب سھڻيون، ۽ پير اھڙا تہ پوشيدا
آھن جو پيو ڪوبہ سندس نازڪ خرامي (گم = ھلڻ، گام =
قدم يا وک) سان برابري ڪري نٿو سگھي. ٥. سندس
گھري گلابي رنگ (گن = گون = رنگ) سان ڪئيسر
جي ڇا مجال آھي جو مقابلو ڪري سگھي. ٦. سندس سيني
۾ کير جا بہ سرچشما (يعني پستان) ڄڻ بہ گؤنتا گل آھن.

---

* حامد خان ۽ بنگل خان مترونئي بلوچ ڪرمتي جي زباني قلمبند ڪيل
٤. "عين اکيون، پگ پالتو، پيا گن گام ٻروبر گين" ٥. ۽ "... اچن
ڪيس ڪبي نہ".

٧. اهي سهڻا محبوب، ڏاتو ڏنو ڇوي تہ، پنهنجي هڪ نظر سان سيئي ڏک ميٽي سکن سان بدلائي ٿا ڇڏين. ٨. اهڙن سونهن پرين سڄڻن سان چنڊ جي ڇا مجال جو مشابهت جي ميدان ۾ بيهي سگهي.]

## ملان (خوشحال؟) ڪٽي

باب ٻئي هيٺ، جلال جو سورهن-ٻارهن سينگارن جي موضوع تي هڪ مثالي بيت ڏيئي آيا آهيون جنهن جي شروعات هندي محاوري موجب "جب گوري گهنا ڪري" جي لفظن سان ٿيل آهي. هن موضوع تي جلال ٻيا بيت بہ چيا هوندا ۽ اهو پڻ ممڪن آهي تہ ڪن ٻين سگهڙن اهڙن بيتن ۾ جلال جو نالو وڌو هجي(١). هيٺيان ٽي بيت انهيءَ ساڳئي

(١) "جب گوري گهنا ڪري" واري عنوان کان الڳ، ٻئي هڪ عنوان "جب ڳئي ڳانا ڪتهي" (= جڏهن مينهن واري ڪوڙ پنهنجي ڳونج سان نغما ڳائي) تي بہ ڪي بيت چيا، جن سان هيٺيون بيت اسان سگهڙ الله بخش پالاريءَ کان ٽنڊي جهانيان ۾ مرحوم نجف علي شاهہ طرفان ڪرايل ڪچهريءَ ۾ ٻڌو ۽ پوءِ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي کان پڻ لڳ ڀڳ ساڳي روايت سان پهتو، پر اهو معنيٰ توڙي وزن ۾ ناقص آهي. جلال اصل ۾ تہ ڪو سهڻو بيت چيو، پر پوءِ اهو ڪنهن جي غلط زباني ذريعي پڌرو ٿيو. اهو پڻ ممڪن آهي تہ ٻئي ڪنهن اهو بيت چيو ۽ جلال جو نالو وڌو، جئن ڪن ٻين وڏن شاعرن جي نالي پڻ بيت هلايا ويا.

١. جب ڳئي ڳانا ڪهي بادل منجهہ برساس
٢. ڪينگ مروڙي ڇڪور ڪي، پيچي جُلفڪاس
٣. ڇلهن تان ڇڙهي، اهرن تي آياس
٤. چوُ چوُ تار ڇڳا هل، پنهين منجهہ پوتاس
٥. گوهر شتفيهتر گهوٽ ڪي لڪين لئون لڳاس
٦. ڪٽن ڪنجن ڪتما ٻين تي ٻرسياس
٧. مرگهہ متليهتر مات ٿياس، جلوي ساڻ جلال چئي.

اصل پڙهڻين موجب: ١. جهب ڳئي ٢. جلفڪار ٥. لڪين لين لڳاس ٦. ڪن ڪنجيهر ختمان.

موضوع وارا آهن ۽ ڪن سگهڙن جلال جا ڪري پڙهيا، پر انهن ۾ جلال جي نالي بدران فقط 'ڪنّي' جو نالو آيل آهي. ڏهرڪي جي پيرمرد ۽ سچاڻ سگهڙ محمد يعقوب (ابڙو) موچي چيو ته اسان وڏن کان ٻڌو ته اهي بيت 'ملان ڪنّي' جا چيل آهن. اسلوب جي لحاظ سان پڻ انهن بيتن ۾ جلال جي بيتن واري بيان جي ڪوڙهائي بدران سلاست ۽ رواني آهي.

[ ۱ ]

جڏ ڪوري ڪِهٽا ڪري، ريـــزا پـٿرهـي راس
ڪنجل، هنجهه ڪنبي وٺا، ٿـهـل پـي ٿـوراس
پيرون سي پَتـُوراه جـان سونهن خوب سنڌياس
منهنجو خيال، ڪنّي چوي، پيـو تنهين جـي پـاس
تنهن پـاپـوهـي پـاتـاس، پسو پيچ پريان ڪـي.

[ ۲ ]

جڏ ڪوري ڪِهٽا ڪري، ڪَهـَري پـاس ڳـڳـن
ڪـَرن موٽ ڪـَويـُلِ ڦرِ، سِـرَ سالونُ سوسن
ڏنـو ڪيس، ڪـنّـي چـوي، جـورو ايءُ جوڀن
ميان منهنجي مـن، ڪٺا نينهن تنهين جي نجهرا.

[ ۳ ]

جب ڪوري ڪِهٽا ڪري سِـرَ سالُون سوسن(۱)
ڪـَنـُڊت قول قريب جا، سڀ دپـايـا دوسـن
مـاه مٺيڻي مـات ٿـيـو، گـهـڙيـو اوٽ ڳـڳـن
ڏنو ڪيس، ڪنّي چـوي، جـورو ايءُ جـوڀـن
مان تڻ اندر تن، ڪيا نينهن پـريان جي نجهرا.

---

[۲] سگهڙ محمد يعقوب ابڙي سوچي (ڏهرڪي) جي زباني قلمبند ڪيل

۱. اصل . سر سائو سوسن.

[ ٤ ]

جب ڳوري گهٽا ڪري، ڪَهلايئون ڪين

دادُر رپ روان ٿئي، رَهني ڪين رهن

مئُدَر مينا مات ٿيون دَهَن پئي دوستن

خوشيؤن ڪيس، ڪٿي چوي، پيا ڪُنگو ڪور ڪَرن

منهنجي اندر من، ڪيا نينهن پريان جي نجهرا.

هيٺيون بيت نهايت ئي ڳوڙهي اسلوب بيان ۾ ڪکرن ۽ قوس قزح جي تشبيهات سان شروع ڪيل آهي تہ:

[ ٥ ]

١. وڌ تليهر طرحان، ڪکرَ ڪيس قريب جا

٢. تکي، تهاري، تاس-رِپ ڪؤن واڌو ڪيس ڪران

---

[٤] محمد يعقوب پرڙو (تعلقو ٺل)، پيڙي فقير ڪنيار ۽ آگيڏني شر (تعلقو ميرواهہ) جي زباني قلمبند ڪيل ۽ پيٽيل.

[٥] لڇمڻ پنيري، محمد يعقوب ابڙي موچي ۽ نورمحمد شباڻي جي زباني قلمبند ڪيل ۽ پيٽيل. اٿين مصرع ۾ اڪثر سگهڙن جي پڙهڻي: ڏني ڪين ڪٿي چوي: ڪن جي پڙهڻي. ڏني ڪين خوشحال ڇئي. غالباً ملان ڪٿيءَ جو نالو خوشحال هو. سگهڙ سچل شر هيءُ بيت فقط چئن سٽن سان هيٺينءَ طرح چيو:

طبل طريئن طرحان، جنہ ڪؤن ڪثر ڪيس قريب جا

ڇم ڇيهل، تاس ڪکيهل، هندوي هٽ رتان

اصل ڪيس ڪٿي چوي، ڏني صورت جا سبحان

چڌا چرن چندان، سرني سپ نوائيا.

ڪن سگهڙن وٽ ملان ڪٿي جي هن بيت ۽ سگهڙ ڪوريءَ جي ڇيل بيت جون ڪي سٽون مٽ مٽ ٿيل آهن. اسان هر بيت جون سٽون جدا ڪري رکيون آهن. لڇمڻ پنيري جي پڙهڻيءَ ۾ آخري ٽي سٽون هيٺينءَ طرح آهن:

ديهہ سسو، گج رو پئي، لپين لاڪ وران

هن جا ميم مراتبن جهڙا، تن اندر تهريان

تن جي ڪيهي ڳالهہ ڪريان، جن ريهيو روح رموز سان.

۳. مستنڪ ماه ميڙو مان ديکيو، ان جو پال پلو ڪؤن پان
۴. چم چيهلَ، ناس ڪڪيهل، هندوي هوٺ ردان
۵. دَهن ميم، مُلان چوي، صاحب سرت سجان
۶. آر انارڻون اڳرا، ڪنگوءَ ڪر ڪران
۷. سوَ ڪپورَ ڪُل ڪڪر، ديهه تنڪوءَ تجلان
۸. ڏني ڪيس، ڪئي خوشحال چئي، صورت سا سبحان
۹. چيهان چرن چگان، سرنيئي سپ سنسائيا.

[يعني ته: ۱- پياري محبوب جي ڏگهن گهنڊيدار وارن (ترنگ) جا تجلا ڪنوڻين (تليهر=هڪ سنهو ڏگهو نانگ= اصطلاحا ڪرار ڪنوڻ) وارا آهن، ۽ اهي ڪارا وار (ڪيس) ڪارن بادلن مثل آهن. ۲- سهڻي سڄڻ جون اکيون ۽ ان جي مثان ڪمان مثل ڀرون واري منظر سان اندلٺ جي مقابلي جي جاءِ ئي نه آهي. ۳- [شايد مطلب ته] چنڊ (ماه) ۽ مينهن وساڙو جيت (مڙو) پنهي کي مون مست ڏٺو، بلڪ ان سهڻي محبوب جي چهري جو تجلو ته سچ (پان=بان=بانا=سچ) ڪان به سوايو آهي. ۴- سندس سهڻيون اکيون (چم) هرڻ (چيهل) جهڙيون، نڪ (ناس) طوطي (ڪيل) جهڙو (ع. ڪ=مثل. يا ڪ= ڪر= چڻ ته)، ۽ سندن لب (هوٺ= هونٺ) مينهن وساڙي (هندوو) جيت مثل لال رتل آهن (ردان). ۵. انهيءَ سهڻي سڄڻ جو وات، ملان ٿو چوي ته، حرف 'ميم' جي ننڍڙي گول گهيري جهڙو آهي. ۶. ارهه ڏاڙهون (انارڻون) کان وڏيڪ ۽ سندن سنهيون نازڪ ڪرايون ڪنگوءَ جهڙيون لال ۽ سنهيون آهن. ۷. (هن مصرع جي پهرئين اڌ

آندل صفحي ۱۲۴ تان

ست وار پيون پڙهيون: ۱. ترنگ تليهر طرحان، ڪڪر ڪيس قريب جا ۳. مشتنگ ساه مڙهيو مون ديکيو. مستي ساه مون ويکيا، پؤنر پلي کان پان. ۵. دهن مين ملان چوي سگهڙ سرت سنديان.
۹. خدا بخش حجام هي بيت صدرالدين جو ڪري پڙهيو، هن طرح: هن سهڻي سيڱاريان، پر هو آهن سوايا صدرالدين چئي.

جي صحيح روايت ۽ معنيٰ اچا تحقيق طلب آهي). سنڌن ٻڌن (ڏيھ) سون ورنو آهي، (ٽنگو=بلوچڪي ۾ ٽنگو=سون) ٨. خوشحال ٿو چوي ته اهڙي سهڻي صورت ڪِين خالق طرفان ذات ذُنل آهي. ٩. سنڌن ڳورا پير (چرن) چيھي ڳاه (جي رس جي لالائي) ڪان ڪثر، بلڪ اچا به اهڙا لال ته آهن جو انهن کي ڏسي لال 'سرني' گل به شرم وچان ڪومائجي سڪي ويا.]

## صدرالدين چارڻ

دادو ضلعي جي مشهور چارڻ قبيلي مان هو. سنڌس چيل مدح مشهور آهي. سينگار شاعري جا سنڌس هيٺيان ٻه بيت دستياب ٿيا آهن جن جي پوران پوءِ ٻين شاعرن به بيت چيا جيڪي اڳتي ايندا.

[ ١ ]

رَيٽُون ناهن راس، ٻَرڳ ناه برابري
نَوِي. تَر نمي پيا، آهو هرڻ اڳياس
ترسي تت طائوس ويا، جت ڳهَرن ڳالھ، ڳياس
وَن وٽون وِتري ڳهٽو آ لالائي ته لباس
ٽالي ٽامَر ٽيڪ ٿيا جُزِي نه جوڙ جڳياس
سيڻي سينگاراس، آهن سوايا صدرالدين چئي.

[ ٢ ]

ڀَڳ پار يُهَر پَدمَڻي، ڏيھ دامنيين دوراس
آڳ آليُهَر اوپسر، مُڪ مَرمَر موچاراس
تَرنيي جَان تجلو ڪري، پيا پِريَان جي پاس
سپڻي سينگاراس، ٿيا سوايا صدرالدين چئي.

---

[١] سگهڙ خدابخش حجام جي زباني قلمبند ڪيل. هن بيت جي قافين مثال ٻين قافين وارا ڪي بيت جدا جدا سگهڙن وٽ صدرالدين، سائينداد، محبوب ۽ الهداد جي نالي ٻڌا ويا. اسان انهن ۾ ساڳيون ڪُڏيل سٽون جدا ڪري ورچيون آهن.

[٢] دادو جي چارڻن جي بياض تان ورتل.

# سليمان چارڻ

سليمان چارڻ ڦُلجي لڳ ويٺل چارڻن جي عزازت مان هو ۽ فتح پور (تعلقو دادو) جو ويٺل هو. صدرالدين ۽ سليمان ساڳئي وقت جا هئا ۽ جلال جا همعصر هئا. سليمان پنهنجو هيٺيون بيت، قافيي جي لحاظ سان، جلال جي بيت ("تمهر روپ ترنگ - الخ") پران چيو، جنهن ۾ محبوب جي حسن ۽ سينگار جي تعريف ڪرڻ بعد آخر ۾ هي نئون نُڪتو نروار ڪيائين ته ان سهڻي سڄڻ جي صورت خود سارنگ جي سونهن کي به ستائي گهٽ ڪري ڇڏيو آهي(١):

[ ١ ]

١. تَلِيهَرَ تَرنگَ، آيي جهاڙي جهاڙَ پَر
٢. ان جا وَرن وَساڙانُ وِترا، اَلبِدَهَ جهڙس آنگَ
٣. ڪَنڪَوُ ڪوُنڙ ڪرائيون، پِرون پَونڙ پَوَنگ
٤. قيصر لَڪيِ ڪامٽي، ڪيا نيچا نيڻ ڪُرَنگَ
٥. تنهنجو جلوو جوبن روپ ڏسي ماه گهڙيو سر گنگ
٦. سيهٽن، سليمان چئي، ستايا سارنگ
٧. وِچون منجهه تَنگ، ڪَنبِيي هيٺيون ڪرين.

---

[١] سليمان فقير ملڪ گابر خان چانديي، مرحوم عطاحسين شاه موسوي (روهڙي) وٽ لکيل روايت ۽ محترم سنديلي کان لکيت ۾ پهتل روايتن سان ڀيٽيل. ٻيون پڙهئيون هن طرح:

١. بيٺي جهاڙي جهاڙ پر ٢. تنهن جو ورن وساڙان اڳرو - الخ؛ جنهن جا ورن وساڙي وترا - الخ. ٤. ڪيهر لڪي؛ ڪيسان لچي ڪامٽي، نيچا نيڻ ڪهنگ؛ قيصر لڪي ڪامٽي، نيچا نيڻ ڪرنگ. ٥. زسري زينت زيب سبن، ماه گهڙيو ۾ گنگ. تنهنجو جذبو جوبن روپ جسُن مهو گڏيا سر گنگ. جوت پسي جگرات جي ماه گهڙيو سر گنگ.
٦. سيٽان (يا سيٽئون) سليمان چئي، ڪر سنواريا سارنگ؛ سهمايا سارنگ.
٧. هن مصرع جي پڙهئي غور طلب آهي جو روايتون مختلف آهن:
١. جڏ پينا منجهه مهنگ، تڏ وچون وسڻ آئيون. ٢. ڪر منجهه مينگ، واري وئيون وچڙيون. مٿئو ڪري مهنگ، وچون وسڻ آئيون.

[يعني ته: ١. اها سهڻي محبوبه، جنهن جا وار (ترنگ) ڊگهن کارن نانگن (تليهر) مثل آهن، سا هڪ وڻ (جهاڙ) جي پرسان بيٺي نهاري رهي آهي (آيي جهاڙي). ٢. سندس چهري جو لال رنگ (ورن) مينهن وساڙي کان به لالائيءَ ۾ وڌيڪ آهي، ۽ سندس نازڪ عضوا ۽ اندام (انگ) مکڻ (الـبده) جهڙا کونئرا ۽ نرم آهن. ٣. سندس لال رنگ تي مائل کرايون ڪنگؤ جهڙيون، ۽ پرون پونئرن ۽ کارن نانگن (پونگ) جهڙا کارا نيوُر آهن. ٤. ان محبوبه (ڪامڻي) جي باريڪ ڪمر شينهن جي لڪدار چيلهه جهڙي (قيصر=شينهن. لڪ=چيلهه) آهي، ۽ (پنهنجن سهڻين اکين سان) هن هرڻ (ڪرنگ) جي اکين کي به شرمائي هيٺ ڪيو آهي. ٥. سندس جوانيءَ جي حسن جي جلوي کي ڏسي، چنڊ ڪڪرن هيٺ لڪي ويو. بي پڙهڻي "ماه ڪرڙيو سر گنگ" ته سندس سونهن اهڙي جو چڻ چنڊ درياء (گنگ) جي مٿان آيري بيٺو آهي. ٦. سليمان ڏو چوي ته، اهڙن سهڻن سڄڻن (پنهنجي گوناگون حسن سان) سارنگن جي سهڻين رنگ سونهن کي به گهٽ ڪري ڇڏيو آهي. ٧. سندس حسن جي جلوي جي تاب کان بيتاب ٿي وڃون پڻ آسمان (مهنگ) ۾ ڪنبندي ڪنبندي ڪڪرن ۾ گم ٿي ويون.]

سليمان سندس هيٺين بن نهايت ٺي فصيح ۽ سهڻن بيتن مان پهرئين ۾ بهن مشابهت رکندڙ شين کي سهڻي محبوب کان گهٽ ڪيو آهي، ۽ ٻئي ۾ خاص طرح ياقوتن جواهرن کي هيچ ۽ هيٺ ڪري ڄاڻايو آهي.

[ ٢ ]

١. جبهين ڪام ڪلال، ساڄن ڪٺي سبيل سان
٢. هاٿي هنجهه حيران ڏيهاه دم تهين درحال
٣. آئينگهي کان عجيب جو، آ قابو ڪرُ ڪمال
٤. لئون لئون سيند صفا گهڻو، لب لا کيءَ کان وڌ لال

٥. آهُو عينن ڪي ڏسي، ٻيو ڪُرمش منجهه ڪنگال
٦. رَو، ڪنچن، ماه، ڪنگو ورن، ناهن جوڙ جمال
٧. آهه ڪارو، اوڍي تڳي، تہ ڪي متوءِ مثال
٨. قد قامت کهڙا پرين، صنوبر ڪان وڌ سال
٩. تن جي نام نهل، ڪثو هيءُ سرُ سليمان چئي.

[١. جڏهين اهو سهڻو ٻنهنجن ٻيرن سان واٽ تي وک ڪڍي ٿو
٢. تہ هاٿي ان وقت حيران ٿين ٿا ٣. ائنگي ڪان=موركان.
ڪر=ڪچي ٥. ’آهو ادب ان جي ٻيو، ڪرمش منجهه ڪنگال‘
٦. رو=سج. ڪنچن=سون. ماه=چنڊ. ڪنگو ورن=ڪنگوءِ
وارو ڳاڙهو رنگ. ر. ’...وڌ جانب سر جمال‘ ٧. اهه ڪارو=
ڪارو نانگ. اودي تڳي=ڪاري اونداهي رات. موءِ=وار.]

[ ٣ ]

١. هَنو جو ٻيتم سير پڳهار، تنهن ياقوتن ڪي ياف ڪيئو
٢. نڪري رخسارن تي، احمر تيا اظهار
٣. آءُ جوين جا جوهري، تون نرتئون ڪر نيهار
٤. طرح تماشو تان ڏس، ويهي تون وينجهار
٥. هڪ اڪ ساجن سان سينگار، اي وڏي جوت جڙاوُ ڪي.
[١. هو جو سهڻي محبوب جي منهن مٿان (ذرا ذرا) پگهر نظر
اچي ٿو تنهن ياقوتن جي چمڪ کي جهڪو ڪري ڇڏيو آهي
(ياف ڪئو=زاف ڪيو=ضعيف ڪيو.]

## گلاب چارڻ

گلاب پڻ دادو جي چارڻ جي قبيلي مان هو، ۽ سنڌ ۾
هيائين ٻوليءَ مان ٻانئجي ٿو تہ غالباً جلال جي وقت جو هو.
انڌ رپ چيڻي چيڻ، ڪنچن رنگ قريب جو (١)
انتس ٻيئڙي ٻيروان، آس وَه راه ڪلين (٢)

آل چنڊوَر، چاڙيي چنگير، طرح طوطل ٻين
ڙُنڀي ڪنجن، ڪيس ڪر، سيه ڳير، سرو حسين
ڪنڊوريا هين، گلاب چڻي، آ هيءَ ٻي صفت سنديِن
اهڙا سُحب مُهين، جن ريهيو روح رموز سان*.

## ڊيڻو

ڊيڻو غالباً روحل واري دور ۾ يا اڃا ٻه ڪجهه اڳ ڪلهوڙن جي دور ۾ ٿي گذريو. هو ميان جي فقيرن مان هڪ درويش هو، ۽ سندس سرائيڪي ڪلام مان ٻه هڪ ٻه بيت مليا آهن. هيٺئين بيت ۾ محبوب جي حسن جي تعريف سان گڏ ٻيا گفتا وڏي معنيٰ وارا آهن:

چمون جيئن چاٽيان، نيڪ نوازي جيهڙا
دل اندر، ڊيڻو چوي، جواهري جاران
وحدت ڏي واتان، ڪرهه سکيائي ڪانڪا.(١)

جانو چارڻ جنهن جا گلن جي سينگار ۾ چيل بيت متي باب ٻئي (صفحي ٢٧-٢٣) هيٺ اچي چڪا آهن، سو به غالباً جلال واري هن ساڳئي دور جو هو.

---

* سگهڙ سائين رکيي ڪاڪيپوٽي جي زباني قلمبند ڪيل، پڻ الهداد چغتائي، ڪرم باغ لاڙڪاڻي کان پهتل روايت ۽ ڊاڪٽر سنديلي جي سگهڙ خدابخش حجام جي زباني قلمبند ڪيل روايت سان ڀيٽيل.
ٻيون پڙهڻيون ١. اڌ رپ.... ڪنچل ٢. استل ٻيري ٻير مان اس پهه ڪر تديم (سائين رکيو). استل ٻيري ٻيروان آس وَهه راڪلن (الهداد).

# باب پنجون

## جلال کان پوءِ وارو لاڳيتو دور

هيءُ دور ١٢ صدي هجري (١٨- صدي عيسوي) جي پوئين اڌ ۽ ١٣- صدي هجري جي پهرين پنجويهن سالن وارو دور آهي: يعني تہ ڪلهوڙن جو آخري دور ۽ ٽالپور اميرن جو اوائلي دور آهي جنهن ۾ جلال جو لڳايل 'سينگار شاعري' وارو سلو وڌي وڻ ٿيو. شروع ۾ سينگار شاعري جي ڪچهري جو خاص ماڳ مرڪز جلال جو پنهنجو علائقو سوندر هو جتان اهو ذوق موجوده دادو ضلعي واري ايراضي تائين وڌيو، ۽ پوءِ سڄي سنڌ تائين عام ٿي ويو.

هن دور ۾ 'سينگار شاعري' جو سرواڻ ڪبير شاه هو جيڪو 'سن' (دادو ضلعي ۾) ۾ ڄائو نپنو ۽ وڏو ٿيو، جنهنڪري جلال جي شاعري ۽ سگهڙ پائي جو مٿس وڏو اثر پيو. ڪبيرشاه پوءِ لس ٻيلي هليو ويو جتي سنڌ س اڳواٽي هيٺ 'سينگار شاعري' جو سلسلو شروع ٿيو. سنڌ ۾ خاص طرح دادو، لاڙڪاڻي ۽ شڪارپور واري ايراضي تي جلال جو وڏو اثر پيو، جتي وڏو، صابر موچي، لونگ، يوسف ڪٽي، ڪنڀار ۽ شير خان هن دور جا وڏا شاعر ٿيا.

هن دور جي سڀني شاعرن جا نالا اسان تائين نہ پهتا آهن. موجوده وقت ۾ اسان جيڪو مواد ڪن وڏي عمر جي سگهڙن وٽان سهيڙيو آهي تنهن ۾ ڪيترن ئي شاعرن جا بيت ملن ٿا، پر انهن آڳاٽن شاعرن جا نہ تہ ماڳ مڪان پوريءَ طرح معلوم آهن، تہ نہ وري انهن جي سوانح يا سندن وفات جا سن سال معروف آهن. خاطري سان چئي نٿو سگهجي

تہ هن دور ۾ ڪهڙا شاعر اڳ ۾ ۽ ڪهڙا پوءِ ٿيا. ڪن سگهڙن ائين بہ ٻڌايو تہ هن دور هيٺ ڄاڻايل شاعرن مان ڪي (مثلاً صابر سوچي) خود جلال واري وقت ۾ موجود هئا. اسان انهن شاعرن بابت مليل روايتن ۽ سندن بيتن جي ٻولي ۽ سٽاءَ ڪي سامهون رکندي اهو اندازو لڳايو آهي تہ اهي غالباً جلال کان پوءِ ١١٥٠-١٢٢٥هہ واري دور ۾ ٿي گذريا. هيٺ اسان انهيءَ اندازي موجب، هرهڪ شاعر بابت مليل احوال ۽ سندن بيتن جو ذڪر ڪنداسون.

## ڪبير شاه

ڪبيرشاه بن احمد شاه سنڌ جي مٽياري ساداتن جي 'ميان پوٺہ' شاخ مان 'ڳاڙهيا' پاڙي مان هو. پيلي جي شاعر شيخ ابراهيم جي هاڪ ٻڌي، ١٧٧١-١٧٨٦ع ڌاري هو لس ٻيلي ويو ۽ پوءِ هميشه لاءِ وڃي شهر اٿل لڳ رهيو. سندس سوانح ۽ شاعري بابت تفصيلي بيان اسان ڪتاب 'ٻيلاين جا ٻول' ۾ ڏنو آهي(١). 'ڳوري جي سورهن ۽ ٻارهن سينگارن' بابت هيٺ ڏنل سندس پهريون بيت جيڪو حضرت جلال جي بيت جي پيران چيل آهي سو 'سنڌي سينگاري شاعري' جو شاهڪار آهي. ان سان لاڳيتا ٻيا ٻہ بيت بہ ساڳئي موضوع 'ڳوري جا ڳهڻا' تي هڪ نئين رنگ ۾ رچيل آهن جن ۾ تشبيهن جي وسعت سمايل آهي. آخري ٻہ بيت 'محبوب جي حسن' بابت آهن. سو پياوان عورت ڪي ميگهہ ملار جي ساحول ۾ ڪبيرشاه پنهنجي جنهن بيت ۾ چمڪايو آهي سو مٿي باب ٻئي هيٺ (ص ٦١) بيان ٿي چڪو آهي.

---

(١) ڪتاب 'ٻيلاين جا ٻول'، ٻيو ڇاپو، حيدرآباد سنڌ ١٣٩٠هہ/١٩٧٠ع، باب اٺون ۽ باب ٻارهون.

( ۱ )

جب ڳوري ڳهڻا ڪري، نوَ ستَ نرمل نار،
’اٺ‘ رکي اغماز سين، پيا چڱا چنچل ’چار‘،
مهندان محبوبن جي، ’چنڊٽ‘ آه جم ڪار
’آڏٽ‘ اولي سين پٺا پري پريان ڪؤن پار
’ڦول‘ ڦِڪا ڪيا سجڻين، ’ڦَلَ‘ ڦاٿي ٿيا ڦار
اهي سڀ نظر ساڻ نيڪار، ڪيا ڪامڻ ڪبيرشاه چئي.

( ۲ )

جب ڳوري ڳهڻا ڪري، سيلا سِر سنگين
ڪيل، برق قربان ٿيا، مٿان بنسر بين.
ڪنچن، بيضا ڪم ٿيا، ديکي جلوه جبين.
سيس سسيهر سسيا، ٿيا مرگهه ملحظي مين
دادر دوبين پلائيون، سنگ صدقي تان چين
ڏاران عشق نه ڏار ٿا ٻولي ٻولن ٻي نه
اهڙا محب مهين، منهنجا ڪامل ڪبيرشاه چئي.

( ۳ )

جب ڳوري ڳهڻا ڪري، زيور ذاتيون ذات
ڪر ويس وڳا واسينگ ڪيا بادل ۾ برسات
پنگم روءِ پريان جو، جلوو وڌ جبات

---

(۱) اولي پٺا=وچي لڪا. (۲) سيلا=سر جا ڪپڙا- روا. سنگين=سهڻا- وڻندڙ. ڪيل=طوطو. برق=ڪنوڻ. بنسر=نٿ. بين=بيني=نڪ. ڪنچن=سون. بيضا=چاندي. سيس=چنڊ. سسيهر=پونئر (؟). سسيا=گهٽ ٿيا- لرزي ٿيا. مرگهه=هرڻ. مين=مڇي. دادر دوبين پلائيون=ڏيڏر ڪي پنهنجون وڏيون اکيون وسري ويون. سنگ=شينهن. چين=چيلهه. مهين=سهڻا- لاثاني. (۳) ڪر=چڻ. پنگم=مينهن وسائڻ جيت. جبات=جبهة=پيشاني. ڪنجل=هاٿي. مصلات=مصلحات=مصلحت- صلاح. نخلات=کجيون (جيڪي سنيون سڌيون آهن). ديهي=بدن. ڏم=وچ. ورسي=پٽکي يا سکي.

كَنجلَ، هنجهم کنبي ويا، ميڙي کري مَصلات
سروَ سلامي سڄڻين، تا نميو نمن نَخلات
ديهيُ پَسيي ڏمُ چيپَي، تيي ورسي منجهم ولات
شمس قمر صورت سان، ڀئي محبوبن کئا مات
مور کنٺ مَک سيڻن جئن، سَڄ سونهَن سقلات
ڏوڏر دچَن دهان ۾، لَبَ لالي لاک لغات
پسي انگ عجيب جو، سُئي ءَ لڳي سکرات
نواڙو تنهن نرمل کي، پوڄي تو پريات
کوئل، کبير شاه چئي، چُپ کي وائي وات
حورون هند لڄائيون، گهور تنهين جي گهات
تنهن فهميدي فرحات، دلبر ڏنيم دل کي.

—

لَبن لالي لال، کا جا سُرخي سڄڻين
پَسندي آڏر عجيب جا ٿئڙو گم گلال
کنوَل نين قريب جا، ڏسڻ صورت سال
تا نوازين نگاه سين ميهر پَريا متوال
جن ڳالهاڻَ لاءِ ڳلين ۾ تي سهسين کيم سوال
سي اڄ مرکيا مهر منجهؤن خوش تي خوب خيال
آتم ٻَند عجيب پرين، هيءَ هنئڙي حال حوال:
مٿي قرب کنگال، کڄ کو کبير شاه چئي.

—

مور کنٺ = مور مثل ڳچي. مکَ مين = مڇي جهڙو نپيڙو وات. سڄ = اره. ٻيا. سقلات = سهٽي کپڙي جو قسم (جنهن جي چولي اندران آره جي سونهن ڏانهن اشارو). ڏوڏر = موتي. دچن = ڏند. دهان = دهن = وات. لغات = لغايته = زياده ۾ زياده (لالائي). انف = نڪ. نواڙو = پريات جو چمڪندڙ وهائو تارو.

چَٽرن چراغ پرينءَ جا، لاکيءَ رنگ لبيس
سُوها رنگ سجڻين، پُونا ڪَسرا ڪيس
ڪُرنگا قولن تي ٿيا، لڳي لڪ تان صدقو ليٿ
گؤنگ نہ آوي ڏور ڏرنڌي، ڪيلن ڪيي ڪاوِيش
بَرِين بر قٿا ڪيا، ڪن ڪيسريا وَس ويس
دِس نہ ٻئي ڪنهن ديس، اهڙا قريب ڪبيرشاه چئي (١)۔

## وڌو

وڌو يا وڌن غالباً جلال واري دور جو هو، جو هيٺ ذڪر پهريون بيت "هندي شاعري" واري اسلوب ۾ رچيو اٿس*:

جب مَجَن ڪَرو تب مَتگُسا نَگسيي، تَرنِي تاب
حجاب ڪيا
ڪَرَ ٻَنهر ڪَنچن، ڪب ٻَنه ڪوئل، مُک ٻَنه
ميگهه ملار ٿيا
سيِئل، سَسُو، سِنگ ساجن ڪهي، هنج هور حليم
حيران هُوا
بِب بانُورنِي، لب لال پسو، تب بانُورنِي
بَرجَم بيا

---

*راقم کي محمد يعقوب ٻرڙي ۽ عبدالحڪيم وڪيي جي زباني مليل، ۽ ڊاڪٽر سنديلي کان پهتل روايت سان ڀيٽيل. ٻيون پڙهڻيون:
١. جب مجن ڪري ٢. ڪرن ٻہ ڪنچن; ڪرن تہ ڪنچن: ماه ملار ڪيا ٣. حيران حليم ڪيا ٤. لب لال پسون. ڊاڪٽر سنديلي کي مليل روايت موجب:
جب مجن ڪرو تب متگسُو نتگسيي، ترني تاب حجاب ڪيا
سِنگ سيل سِسو بَد بامن ڪي، لب لال پسي هنج هور
حليم حيران هئا
ڪر ٻہ ڪنچن، ڪَب ٻہ ڪوئل، مک ٻہ ميگهه ملار ٿيا
چرن تہ چيهي ويک وڌن ٿيي، سنگ سجن کي تاهل ٻئي،
ڏرمل نوٽ لڳاء ليا

سيڻ سڄڻ ڪي تاهَل ٻَنَّهي، ٺامر ٺوٽ ٺڪاوَ ڪِيا
چرن جو چيهي ويک وڏن چئي، دوست ڏ رنگ ڏياء ليا

[١. سڄڻ ڪرو=جڏهن سهڻا محبوب وهنجڻ ڻا. تب=تڏهن. مگسا نگسي (؟). ترني=ڪنوڻ ٢. ڪر=ڪرائي، هٺ. ڪنچن=سون (سون سندس هٺن ڪراين ۾ سونهي). ڪب= آواز (ڪوئل وانگر). مک=منهن (محبوب جو چڻ ميگهه ملار آهي) ٣. سيل (سرو)، سسو (چنڊر)، سنگ (شينهن) ۽ هنجهه — اهي چارئي محبوب جي سهڻين وصفن آڏو حيران آهن ٤. هن سٽ جي پڙهڻي صحيح نه آهي. مجموعي طرح سان مطلب ته ڳاڙها مينهن وساڙا ۽ سهڻي محبوب جي لال لبن کي ڏسي بانوريا ۽ چريا ٿيا ٥. سين=ڏند. تاهل=موتي. ٺامر ٺوٽ ٺڪاو ليا=ٺوڻي ۽ ٺامر گل به ٺڪجي ويا ٦. چيهو پکي پرين جا ڳاڙها پير ڏسي حيران ٿيو، ۽ سهڻي سڄڻ پيا سڀ رنگ ڏياڻي ڇڏيا.]

ٻَنِيي مــاڳــهــَم ٻناوَ سان مـُـڪـتَ سيــرَ مــحــبــوبــن (١)
پسي ڪـَـڄَ قــريــب جــا، ڇــڏيــو تليهر تــجــلــن (٢)
ڏســـي بـــرجـــم بـــانــوريـَا لالـــي لال لـــبـــن (٣)
سپــه، سســيهــر، مــور، هنجهه سڀ سهمايا سيــڻــن (٤)
رِجيل پنهنجي راءِ سان جنهن جــانــب جــاءِ ڪــٽــن (٥)
وَسون تــت وڏو چــوي، ڇــڏيــو لــوڏ لــڪــن (٦)
اهــڙن عجيبن، ساه ســوگــهــو ڪــيــو سيــمَ جان (٧)*

* جاڙي خان مري، قادر بخش راڄڙ، ملو احمد، لڇمڻ پنيري، ڳاٻر خان چانڊيي ۽ لال بخش موچي جي زباني قلمبند ڪيل ۽ پڻ ڊاڪٽر سنڌ يلي جي ڏنل پڙهڻي (س) سان ڀيٽيل. ٻيون پڙهڻيون: ١. ٻنيا ميگهه بناو سان ٢. اهڙا ڪيس قريب جا تليهر تجلن. سي ڪي ڪچ قريب جا تليهر تجلن ٣. "برنجن بانوريا پسي لالائي لبن" ڏسي برجم بانوريا. برجا وتن بانوريا؛ ٤. سپه سسيهر هور هنجهه. ٧. "اهڙن عجيبن، ساه ويڙهيو آ سيم جان"

[١. محبوب جي منهن آڏو سر سامهون سينڌ عجب صورت سان بنيل آهي (جو چڻ رنگين اندلٺ، ڪنوڻين جي تجلي ۽ ڪرڻن جي ڪاراڻ وارو سمان آهي) ٢. محبوب جي ڪارن وارن جا ورن ڏسي ڏکهي سنهي ڪاري نانگ (اصطلاحاً ڪرار ڪنوڻ جا ور وڪڙ) پنهنجا تجلا ڇڏي ڏنا ٤. ڳاڙها سهڻا مينهن وساڙا (برجم) محبوب جا لال لب ڏسي موڳا ٿيا وتن ٥. محبوبن (پنهنجي سهڻي ڳچي، ڪارن وارن ۽ سهڻي نور سان) ڪونج، نانگ ڪارا، مور ۽ هنجهه لرزائي ڇڏيا ٦. اهي سهڻا جاني جڏهن پنهنجي خود خيال پير (رجل) تا ڪڻن ۽ گهمن ته اتي وڏو ٿو چوي ته هاٿي (وسو) به پنهنجي سهڻي هلڻي (لوڏ) ڇڏي وڃي ٿا لڪن. ٧. اهڙن سهڻن محبوبن منهنجو ساه وڻ ويڙهي وانگر ويڙهي قابو ڪيو آهي].

## لونگ

لونگ پنهنجي وقت جو وڏو سگهڙ شاعر هو. سندس هيٺيون نصيحت جو بيت سندس دانائي تي شاهد آهي.

جي ٿيئين قابل، ڪم عقل ڪان مجلس چڏ مٿي
تو سان سفلو ساڻ نه ٿئي، ڪنهين ويل وٽي
وچيچ وينجهارن وٽ، صحبت ڪاڻ سٿي
لاهيندءِ غم "لونگ" چئي، ڪامل دک ڪٿي
ڏيندءِ پل پٿي، صاحب سرت سماء جا.

لونگ غالبا ٺل-شڪارپور-ڳڙهي ياسين واري علائقي جو هو جو راقم کي لونگ جا بيت اڪثر ان طرف جي سگهڙن کان مليا (١)

---

(١) اهي بيت ٺل جي طرف جي سگهڙن لال بخش موچي ۽ سيفل پٺي، ۽ ڳوٺ ڪاڪيپوٽن جي سائين رکيي ڪاڪيپوٽي کان مليا. ڊاڪٽر سنديلي کي ٻه ڪاڪيپوٽن جي سگهڙن کان مليا. البت ڊاڪٽر سنديلي لکي موڪليو ته بيت نمبر (٥) کيس ڪنهن قلمي نسخي تان مليو.

( ١ )

ڪيل گلين، ڪت ڪيسري، ٻونهم پيشي پور(١)
آهنو، آرڪ، انار، سهم، سيگهم، مين، ستت، هور
لرزيا ڪل ني لونگ چئي، پسي زينت زور
ڦن، پاريور، پارڌو ماند ڪيا منڌ مور(٢)
جئن چاندي ڪنڊ چڪور، تئن سون من تانگهي تن گهڻو(٣).

( ٢ )

ٺرنگ تليهر، سنبل سنهڙا، جانب تي جرڪن
واڙيون ولڙا، چلڙا چلڙا، چڙڪيو پيا چيٽڪن
مرگهه وڃي مشتاق ٿيا، پسي پونريون بادامن
گل گلابي، گوهر آتڙي، چا لالي لال لبن!
ڪتيون ڪنبن ٿيون ڪڪرين، پسي ماندڙو محبن
مرڪن منجهه ملهار جي تم ڪنوٽيون ڪين ڪنون
پونم پيرين پت ۾، آن چاسينگ نا چمڪن
پوپٽڙا، سهم پت چيها، آهن آنگ عجيبن
لڳن ڪئن نم لونگ چئي، ڪنجل ۾ قدمن
وينجهر ٿا وڃن، آڏو عقل عجيبن جي.

( ٣ )

آر آناران آپڙيا، ور وار وجهيو واسينگ
ڪچ ڪتوريون ڪارڙا، ٿيا شمع جا شاهينگ
لڙجهائي لب لالن ڪي، چيهه چمڪائن چاسينگ
شس قمر چا آهن ڪتيون روء مٿان راسينگ
جي واجهائي ور وينگ، تم لڳين ليث "لونگ" چئي.

( ٤ )

آلد، عنبر، آنگڪر اولي، پلر ڪيو پين
ڪونجر ڪجلي ڪامٽي وتي ناز پري نينن

---

(١) پيون پڙهيون: (١) گج ڪيسري؛ ڪچ ڪيسري. (٢) پپ پاريور پدمٽي ماند ڪيا. (٣) تئن من طامع تن ڏي گهڻو.

بَرق بدن بَخمَلَ کَانُ کِنوَٹیو کِين کِنوَنِ
طَاقَ طِلائِي تَرَنا تي، کيئن ٺانڊائا ٺِمڪَنِ
مِينُ دَهَنُ مِيمَ جانُ، جي لال آڏَرَ لِپٽَنِ
وِڪاري وَسُوءَ جانُ، سُرخاب سَهِي قدمَنِ
لَڄئُونُ لِکيو لونگ چئي اِندُ وَڃي اِدمَنِ
پَونرَ پيا پٽکَنِ، وِينگيس سندي ويسَ تي.

( ۵ )

چورَ چنبن ۾ مُشڪ مليا، سي وينگس وٺيو وار ونگين
وَرن چنبيلي چَڪران چوڏي، جڙيو ٽي جنسار جبين
تليهر تَرسن تان تکيرا، گِتھ گِل هوتن هار حسين
شَفت شگوفه شَتھ ڏين شهلا، ريخيرا رخسار رنگين
شمس قمر شب روز سچڻ جي تجلي ۾ تڪرار ڪرينِ
عدن کان اڳرا مک ۾ موتي ماريو مفت ملهار مهين
پونر بوءِ لاءِ، بَسني بدن تي، اڄ ڏئي ٽا للڪار لنگهين
گامون گام گنير چا گهمندو، لونگ چئي نه لاءُ لَهين
اڄ غور ڪري غمگين، اڇايل ڪي آب ڏي.

## صابر موچي

سگهڙ مرحوم نبي بخش خان لنڊ (ڳوٺ ڪمال خان لنڊ، تعلقو جوهي) چيو ته: اسان ائين ٻڌو ته جلال، صابر ۽ محسن شاه سا ڳئي وقت جا هئا. ٻي هڪ روايت موجب صابر ڪنهن غرض لاءِ دائود پوٽي حاڪم (شڪارپور يا ڏيراوڙجو) وٽ ويو هو. پر غالباً صابر جي حياتي جو وڏو حصو ٽالپور اميرن جي دور ۾ گذريو. درويشي حال وارو هو.

ڊاڪٽر سنديلي ڪتاب ’سنڌ جو سينگار‘ ۾ لکيو آهي ته: ڪريم بخش موچي (ڪاڪيپوٽا - تعلقو ڳڙهي ياسين ضلعو سکر) ٻڌايو ته ”ڏاڏو، اسان جي خاندان مان آهي: ليڪن، اها خبر نه اٿم ته ڪهڙي وقت جو آهي. ايترو به چيائين ته وڏا چوندا هئا ته مديجيءَ جي آس پاس ۾ رهندو

هو.“ ليڪن حسين ديدڙ جي قلمي نسخي (١٢٧١ هه ۾ لکيل) مان معلوم ٿو ٿئي ته صابر سوچي شڪارپور جو ويٺل هو. ا. هه.

صابر پنهنجي وقت ۾ ’سينگار شاعري‘ جو وڏو شاعر هو ۽ هيٺين بيت مان ظاهر آهي ته هن پهريائين ’هندي سينگار رس‘ شاعري جي اسلوب ۾ اهو بيت چيو. هن بيت ۾ هڪ سگهڙ جي روايت موجب ’صابر‘ بدران ’صابن‘ نالو آيل آهي ’صابن‘ به ناري جي طرف هڪ وڏو سگهڙ ٿي گذريو آهي. ٻئي سگهڙ هي ئ بيت ’صابر‘ جي بدران ’ساجن‘ جي نالي سان پڙهيو. البت گهڻن سگهڙن جي روايتن ۾ نالو متفق طور ’صابر‘ آهي*.

١. گهونگهٽ اوٽ ڏراه چلي، شب شام گهڻا ته به ترنا ترني
٢. گت پيل جمي ڪٽ ڪيسرڪي، دو نينان تهي هر نا هرني
٣. ڦن پيسٽ بنودو آيم ڪنبدت ٻيٺت بڙنا بڙني
٤. ڪيپڪ، ڪوئل، ناس ڪڪيهل، مور لنوي تا سرنا سرني
٥. رخ رابيل ڪنول ڳل تيهورن، سڪ ڪا جل دي آرنا ارني
٦. صابر مان گمان ڪهي، ڪلانڊ پاس ڏير ڏرنا ڏرني

* فضل چانڊيي، خدابخش حجام ۽ لال بخش سوچي جي زباني قلمبند ڪيل، ۽ پڻ ڊاڪٽر سنديلي کي خدابخش حجام ۽ محمد صديق الڪاڻي جي زباني مليل روايتن مان ورتل، ٻيون اختلافي پڙهڻيون هن طرح:
١. شب شام گهتي؛ شب شام گهٽيون. ٢. گت فيل جمع؛ ڪٽ بيل جمع. دونينان ڪي؛ دونينان لچيو. (٣) ’گد فيل گماگر ڪيهر هيٺن لڏيو هرنا هرني‘. پيٽ دوبئو. ايم ڪنبڪ ٻيٺڪ؛ ڪنول ٻي رت ٻي ٻرنا برني. ٤. ايم ڪويم ناس ڪڪيهل؛ جي ڪب ڪوئل ناس ڪڪيهل؛ لا سبڪي ڪب ڪوئل. مورلوي ٿو؛ مور ڊيري ته ٻ. ٥. ڪنول سڱنل جي تيون مک لاجل، ڪنول سينگ نلجي مک لاچل دي؛ سنگتل جي مک راچل دي؛ ڪتل ڪتول سڱل مور لچيو ارنا ارني. ٦. آکي صابر مان گمان ڪهو، ڪلا تند پاس ذير ڏان ڏرنا ڏرني. ڪهي صابر مان گمان ڪلا لند پاس ڏير ڏان ڏرنا ڏرني. اي صابن مان گمان ڪلادن پڳ ڏير ڏرتا ڏري.

[١. سهڻو صورتوند سنهن ڍڪي گهونگهٽ ڪري ناز مان هلي، تہ رات جي اونده جي باوجود ڪنوڻ وارا تجلا آهن. ٢. هاٿي واري رفتار وانگر قدم چمائي هلي، ۽ چيلهہ ڪيهر شينهن وانگر سنهي تہ سندس ٻہ اکيون سهڻيون هرڻن واريون آهن. ٣. سگهڙن جي ٻڌايل معنيٰ موجب ڦن = واسينگ نانگ، پيٽ = هاٿي. ٻئي سگهڙ چيو تہ پيٽ = چنڊ (؟) ٤. ڍيل (ڪبڪ) وانگر سهڻي هلڻي، ڪوئل واري مٺي ڪوڪ طوطي وارو سهڻو نڪ، مورجي مٺي لات (اهي سڀ وصفون محبوب جون). ٥. منهن رابيل گل جهڙو سهڻو، رخسار ڪنول جي گل جهڙا سهڻا رنگين، منهن سرمائي اکين وارو سهڻو، ڏسي چا ڏسجي! ٦. هن سٽ جون مختلف پڙهڻيون آهن ۽ معنيٰ بہ مبهم آهي.]

سگهڙ لال بخش موچي چيو تہ: سندس وڏو ڏاڏو هوت موچي وڏو سگهڙ هو، سو چوندو هو تہ صابر هن بيت ۾ 'مومل' جي حسن جي تعريف ڪئي آهي. چيائين تہ پيٽ = هاٿي، ڪٽ بيل = ڏاند جي پيشاني جيڪا سهڻي ويڪري ٿئي، راڇل = اڇو گل، ۽ 'سنگ نل' بہ هڪ گل آهي. صابر جا هيٺيان ٻي بيت مجازي رنگ واري 'سينگار' ۾ چيل آهن.

( ١ )

ٿهري ڙي ٿهري، هن جو ڳُوڙهہ ڳَرَن ڪون اگرو
سِر پَنيِي صابر چئي، [١] بلندڙون هي بساري
ڪامڻ ڳچي ڪُونج جي، جيئن آهو اکياري
ڏوڏر ڏند تهين جا، جيئن آفا ۾ واري
هيءَ ميهري موچاري، هن ڪئون هاٿي هلڻ سکيا.

---

(١) محمد يعقوب (ابڙي) موچي جي زباني قلمبند ڪيل. ٻي روايت: آ بلندڙون هيءَ بحري.

*( ۲ )

نکي ڪامڻ ڪام، نکي آره آنبوُريا
سِر پنهي صابر چوي، وجهي ڳنير ڳام (۱)
ڍَهڻون تنهين جون ڍام، تي ماريون ماريءَ جانُ وجهي(۲)

*( ۳ )

نکي تارو تاءِ، نکي آره آنبوريا
سر ننگي صابر چئي، آهي آڏت جي آهاءِ
ڪَلِي ڪَيفي سا، تي پرسپارا پاڻ هڻي.

صابر جا هيٺيان بيت نهايت ئي سهڻي انداز ۾ چيل آهن.

( ۱ )

مُشڪ پسي محبوبَ جو، قمر ڪُڇي تو ڪين
ڪتونبَ ڪيسَ قريبَ جا، وَڏِ تليهرَ تيڻُ نه
ڳتِ ڪٽڻِ ڳنيرَ ڪرنِ، چيٺو پسي چيڻَ
اهڙا مُحبَ متهيڻَ، مليا هينِ "سوچي" چئي.

( ۲ )

جهڙا گُلَ گُلابَ، انهان وڏ اعلان پِرِينُ
پسي ميڻَ دَهَنُ دوست جو، مُجرو ڪيو مهتاب
ڪيسنِ ساڻُ قريبَ جي، چا ڪارنهين پچندي ڪاف
ڪن پيا ويسَ وڏاندرا، "صابر" چئي سِر صاف
زلف اگيتون زافَ، اچي ڪونه عجيب جي.

( ۳ )

آبرو قوس سياهَ سجڻَ جا، لبَ لالا ئي لس
وارَ وسيهرَ وَڏِ وَرڪن پيا، سُرڪڻ سيني سس

---

(۲) * خدا بخش حجم ۽ لال بخش حملاڻي جي زباني قلمبند ڪيل ۽ پيتيل. پيون پڙهيون. ۱- سرنگي. ۲- ڍهيون تنهن جا دام، ماريو مارين ڪيترا. ڍهون تنهين جون دام، تو ماريون ماريءَ جان وجهي.

(۳) * خدا بخش حجم جي زباني قلمبند ڪيل. اصل آخري سٽ ۾: ۽ پيرا پاڻ هڻي.

ڪَيفَ ڪَنڪور ِيا عَينَ عَجَبِ، مُشڪ جَهُوَر جَرِّيو جَسِ
بيِشْنَ بَنِي نَتَ نازڪ ٺُوري، سونُ ڳچِي، سيهَ هَسَ
لَيِتَ لَنڪيِ آت ِلوڏَ ڪُنْجَلِ، آت ڪوئل چا ڪَهَنَدَ مس
بازو بيحَدِ، تابُ تَرن ۾، عطر عنبر نس نس
پئونرَ بيڪياري واس وَڻ لئي واجهہ وِجهي ڪن وَس
چرُنَ چِيهي تنُهنُ چينچل جا، جَنُهِين چَينُ چُڪايو چَس
چِندا آ چوڏَس، سنسارَ سَجي ۾ صابر چئي.

## يوسف

يوسف ڪٿي غالبا شڪارپور جو هو، ۽ اسان کي سندس بيت اڪثر ڏهرڪي، ٽل ۽ ڪاڪيپوٽن جي سگهڙن وٽان مليا. هن دور جي شاعرن مان شيرخان، يوسف، هوندن خاص طرح جلال جي ”جب گوري گهنا ڪري“ واري موضوع تي بيت چيا. انهيءَ سلسلي جا گهٽي ۾ گهٽا بيت يوسف جا آهن جيڪي هن پوئين دور جي سگهڙن وٽ عام مشهور آهن.*

( ١ )

جب گوري گهنا ڪري، سالُون سِرَ سامان
’ڏه ڏون‘ ڏسجن ڏينهن ۾، ’نَو سَت‘ نال نشان
’چلٽت‘ چال چريا ڪيا، ’آڏٽت‘ ۾ ارمان
’قُل‘ ’قُل‘ قور قٿي ڪئي، رَوُءِ پسي رويان
تَنهن جي قد برابر ڪانہ، يقينا يوسف چوي.

* اسان کي اهي بيت خصوصاً ڏهرڪي جي سگهڙ محمد يعقوب (اڙي) موچي، لل لڳ ميرپور پرڙي جي سگهڙ محمد يعقوب پرڙي ۽ سيفل پٽي، ۽ ڪاڪيپوٽن جي خدابخش حجم ۽ سائين رکيي ڪاڪيپوٽي کان مليا. ڊاڪٽر سنديلي بہ ’گوري جي ڳهڻن‘ وارا ٻہ بيت (٣) ۽ (٤) ”سنڌ جو سينگار“ (ص ١٤٤) ۾ آندا آهن.

( ۲ )

جب گوري گهنا ڪري، زيور ذاتيون ذات
جهينگن جهالارن ۾ چمڪي چمڪي چات
سون ڪي طلب تنهين جي تات، يقينا يوسف چوي.

يوسف جي هيٺئين بيت ۾ آخري فقرو "تي ماريون ساري جان قري" ساڳيو صابر جي بيت وارو آهي.

( ۳ )

ليث ڪنڌي گج گام، ڏيهه سنو سيهه جان گلو
... ... ... ... ... ... ... تي سون رپي سر جام
پهريرب ڪؤن پرلو ڪسيو باتو زينت بام
پانو پنلڙي جان جهلي، آهو جان آگام
پريون پارئون سونهن جي ستهيو ڪن سلام
هڪ جملوي ساڻ يوسف چئي، قمر ڏيائي ڪام
وجهي دو نينان ڪا دام، تي ماريون ماري جان قري.

---

(۳) نورمحمد شنباڻي، سيفل پٽي، سائين رکيي ڪاڪيپوٽي ۽ لال بخش موچي جي زباني قلمبند ڪيل، ۽ ڊاڪٽر سنڌيلي جي لکيت ۾ آندل روايت (س) سان پيٽيل. بيون پڙهڻيون: ۲. هن ست جو پهريون اڌ سگهڙ کي ياد نہ آيو. ۴. هن ست جي پڙهڻي ۽ معنيٰ مبهم آهي. ۶. سگهڙن جي زباني پڙهڻي موجب "هڪ پلوي ساڻ يوسف چئي".
سن ۱۳۵۰ هہ ۾ لکيل روايت موجب:

ليث ڪتي گج گام، ڏيهي سوسن سيهہ گلو
پورب ڪؤن پرتو ڪٽيو، بام زينت بام
جلوي ساڻ جوسب چئي تي قمر ڏيائي ڪام
تس دو نينن منجهہ دام، ساتي بحري باري جان قري.

بي هڪ روايت موجب آخري ست:
ڪيس نينهن پريان جي نام، سرني ساوس ساه سمائيا.

( ۴ )

ڪرن موٽ، ڪنويل ڦر، مڪ سنڌر، ميگهه مقام
چرن چڱا وڏ چيهي ڪان، گت گنير جي گام
نينهن پريان جي نام، سترني ساوَ سُسائيا.

( ۵ )

ڪرن موٽ، ڪويل ڦر، مڪ سنڌر، گنير گام
ڌِهن، سنسو، ڪنير ڪنٺي، لب لالي لاڪ وران
مک منُصب مين مراتبي، کهڙي ڳالهه ڪريان
تن اندر تنهريانِ، تنهن هوت وٺي واريو هنيون.

## شير خان*

شير خان چانڊيو پنهنجي وقت جو وڏو سياڻو سگهڙ هو. هو دادو-لاڙڪاڻي طرف جو هو. ”جب ڳوري ڳهٽا ڪري“ واري موضوع تي سنڌس چيل هيٺيان بيت مشهور آهن:

( ۱ )

جب ڳوري ڳهٽا ڪري، اونها آرگ آگم
قمر ڇپائي ڪاسٽي، ڪر باني سان بيگم
آئو عين عجيب جا، چا چم برابر چم
سهچ پريان جي سم، منهنجو سوجهي سورصفا ڪيو.

---

(۴) قادربخش راڄپر جي روايت موجب، اصل پڙهڻي ۾ پهرين سٽ بعد ٽي ٻيون سٽون جيڪي ملان خوشحال ڪتبي جي بيت جون آهن، جيڪو مٿي صفحي ۱۲۵ تي اچي چڪو آهي.

(۵) هيءُ بيت سگهڙن وٽ ٻنان نالي هاندڙ آهي، پر ان جي اسلوب بيان مان ائين لڳي ٿو ته يوسف جوڻي آهي.

* **شير خان:** (۱) اونها ارگ اگم=اصطلاحا 'ڪارا ڏگها وار' (؟). ڪر=چڻ. باني=وزن=رنگ: يعني پنهنجي چهري جي سهڻي رونق سان قمر کي به جهڪو ڪري؛ (يا) باني=ٻهاني: يعني ته اها ڳوري ڪارا ڏگها وار ڇوڙي، انهيءَ ٻهاني سان پنهنجو چنڊ جهڙو منهن لڪائي ٿي. چا چم برابر چم=شم (چم) يعني شمع سنڌس چشمن (چم) سان ڪهڙي برابري ڪندي!

( ٢ )

جب ڳوري گهٽا ڪري، سر سنها سالڦور
هرڻ، سسو، سهه، سارنگ، سڀ گهايائين منجهه گهور
ماريو مسڪينن جا، پٽي چين ڪري چڪچور
وهجو ٻين جا پور، جنهن درد ڏکايم دوست جو.

[(٢) چم چپي=شم چپي، شمع لڪي (٣) چم برابر چم=شم برابر، شمع آڏو شمع. سر=سجو، سهڻو (٤) ٻي پڙهڻي:
جب گوري گهنا ڪري، سر سائو ساڏور
هرڻ، سسو، سيهه، سارنگ تب گهائي تي سان گهور
جوين جي ئي پور، ناه آرام اکين کي]

( ٣ )

جب ڳوري ڳهٽا ڪري، سر سالوُن سو ڪو
شارق پيي شير خان چٺي، تاب جهلي ٿو ڪو
چوري چرو ڪو، ڪيئن چنچل روح چڪورجان.

( ٤ )

جب ڳوري ڳهٽا ڪري، سر سالون سوئي
ڪريا پوُن قريب اڳيئون ملڪ وجهن موهي
لٽڪي لئي اوئي، چنچل روح چڪور جئن.

---

(٢) سر سنها سالور=سر تي سنهيون سالون يا دوشالا. سسو=سسو=چنڊ. سهه=ڪونج. سارنگ=مينگهه وارا وچن جا تجلا، ڪارا ڪڪر، رنگين انڊلٺون، سهڻيون سبز ساوڪون. چين=آرام.
(٣) شارق=سج. چوري چروڪو=درد ڏکائي. چنچل=اصطلاحاً، سهڻا نازڪ محبوب! (٤) هيءُ بيت وڏي ٻڌ سڌ واري وڏي عمر جي سگهڙ محمد يعقوب (ابڙي) موچي کان ..- جولاء ١٩٦١ع تي ڏهرڪيءَ ڪيل ڪچهري ۾ مليو، پر البت روايت پوري پڪي ناهي.

## هوندن

هوندن ٻہ غالباً هن دور جو هو، جو "جب ڳوري ڳهٽا ڪري" جي موضوع تي هيٺيون بيت چيو اٿس*.

جب ڳوري ڳهٽا ڪري 'ڪارهن پنج' پرهاڻ
'نَو' رکي سا ناز سان، ڪئو نيلو 'ٽن' نڪاڻ
پسي ڪيس قريب جا 'ڪَنَّين' چڏي ڪاراڻ
هنجهہ، ڳنير، هوندن چوي، ٿئا هلڻ پسي حيران
لوڏ مقابل لهن چا انهيءَ جا اهڃاڻ
سورج چنڊ شرمائيا، سونهن تنهين جي ماڻ
جڏ ڀرين نڪتا پاڻ، تڏ حورون هنڌ لڄائيون.

## مراد فقير زنگيجو

مراد پنهنجي وقت جو وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. ڪنڊڙي جي درويش روحل جو عزيز هو. سنہ ۱۲۱۱ هہ ۾ وفات ڪيائين.

سانوَڻ چيٽڪ ڪيسري' چلهي تہ ڳنيرَ ڳام
ڀاتيئون' اچن ڀاڻ ۾ دو نينن جا دام
ٻَريئون' اچي پاڌهي اِت سوين ڪن سلام
ساہ تني جهي سام، منهنجو موهيو من مُراد چئي**.

---

* ڪارهن پنج = يارهن + پنج = سورهن. ڀرهاڻ = پوشاڪون ـ سينگار. نو = ٽي = ٻارهن. ڪيس = وار. ڪنئين چڏي ڪاراڻ = ڪارا نانگ ٻہ شرم کان چڙ زرد ٿي ويا.

** تاريخ ١٧ مئي ۱۹۶۰ع تي مرحوم جاڙي خان مري جي ڳوٺ (تعلقو سانگهڙ)، سگهڙ نورمحمد شنباڻي جي زباني قلمبند ڪيل.

## مگٿهار

مگٿهار به غالباً هن دور جو شاعر هو. سندس هيٺين بيت جي ٻوڙهي ٻولي مان اهڙو گمان نڪري ٿو.

١. ڏَڏِ سُٺت ٻَيٺُسر بين ۾، ٻرون ٻؤنُر ٻـَونگ
٢. ڪيس تُمارا ڪاسٽي واسينگ وجهن ونگ
٣. موهي متارن کي ماري ڪن ملنگ
٤. تنهن جي نينهن نسنگ، سوهيو مگٿهار کي*.

## ڪنڀار

هن دور جي وڏن شاعرن مان هو. سندس بيت اڪثر دادو ضلعي جي سگهڙن کان مليا، ۽ سگهڙ ميان نبي بخش خان لنڊ چيو ته ڪنڀار توڙي سانجهي ڏکڻ ۾ي دادو واري علائقي جا هئا. ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي، ميان نبي بخش خان لنڊ کان ٻڌو ته شايد ڪنڀار بوبڪن جي طرف جو هو.

( ١ )

ڪنول قُول ڪاسٽي، ڪيس ڪڪر ڪارا
ٻيڻ خاطر ٻٽنگ جي وس ڪيا وسڪارا
ٻلڪان ٻل ٻل ٻڌ مٽي، ابرو سين سنهارا
نيڻ ته نرگس نازنين، وجهن دام ڏٻارا
سيب ذقن، لب لاکيٽا، ڏهن ميڻ ڏلارا

---

* خاڪل ٻرڙي جي زباني قلمبند ڪيل ۽ ڊاڪٽر سنديلي جي لکيت ۾ آندل روايت سان ڀيٽيل. ٻيون پڙهڻيون: ١. بني ٻئيفسر بين ۾ پوڙ ۽ پونگ. ٢. وجهن تا ور ونگ. ٣. آهو عين عجيب جا ماري ڪن ملنگ. ٤. سوهيو مگٿهار چئي.

(١) نبي بخش خان لنڊ، محمد بخش چانڊيي ۽ محمد خان لغاري (قصبو) جي زباني قلمبند ڪيل ۽ "سنڌ جو سينگار" ۾ ڊاڪٽر سنديلي جي لکيت ۾ آندل روايت (س) سان ڀيٽيل. ٻيون پڙهڻيون: (١) خيل ۾ خورشيد ٿيو. (٢) مکڻ موچارا.

مُشڪي تہ مَڪَ مان ٿين چاميِنگَنِ چمڪارا
ڪُنگوءَ ڪَرَ ڪُونجَرَ جو، هين قمرئون قرارا
خورشيدُ ڏسي خيجل ٿيو، تَڪن ٿا تارا (١)
قريبَنِ آڏو "ڪُنيار" چئي، چا ڪوئيل ڪوڪارا
مکڻان موچارا، آهن آنگَ عجيبَن جا (٢).

( ٢ )

ڏَنَ ڏَنجَنَ، بانا بَڙچون، مُنهن مثل تہ ماها
لالي لَبَنِ لالَ سانُ، ساجَنَ سانُ صلاحا
ڪَنولَ ڪيسَ قريبَ جا، وَرنَ وَسايو واها
تُگيءَ ۾ تجلو ٿئي، جيئن چَچِينڱَنَ چاها
اينڊي اڄ عجيب پرين ڪئي نيرتون نيگاها
تي سرهائي ساها، لَٿي ڪَسَ "ڪُنيار" چئي (١).

( ٣ )

پَڳَ پَدَمڻي پَلپوَري، تي هنجهن حالَ هَلي (١)
رنگَ رَپَنَ جو روُپ سان، ڪيءِ مانو مُندَ مَلي (٢)
پَسي اوجَر عجيب جو چوٽيَن ڪانہ چلي
سيهَ پَسي سوزَ ٿيا، تو ڏسيو ڳل ڳَري (٣)
ڪَنبي ويا "ڪُنيار" چئي، آهو عرض ڪَري
پہپَنِ ڪون پري، وڃي آليهرَ اولي ٿيا (٤).

---

(٢) محمد بخش چانديي، محمد خان لغاري، محمد يعقوب پرڙي جي زباني قلمبند ڪيل، ۽ پڻ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي لکيت ۾ آندل روايت (س) سان ڀيٽيل. ٻيون پڙهيون: (١) ٿيو سرهو ساها، ٿيا سرها ساها.

(٣) محمد بخش چانديي، محمد يعقوب پرڙي ۽ پيڙي ڪنيار جي زباني قلمبند ڪيل، ۽ پڻ ڊاڪٽر سنديلي جي لکيت ۾ آندل روايت (س) سان ڀيٽيل. ٻيون پڙهيون: ١. تي هيرون پاس هلي، هيرن پاس هلي. ٢. رنگ رپن جي روپ سان تي مانو مند ملي. ٣. تي ڳچهہ اندر ڳري. ٤. پين ڳهاءِ پري، وڃي اليهر اولي ٿيا.

( ٤ )

تَرَني لوئي تَلَ، سيرُ كَنَڊَ ۾ سَرَها ڪيا (١)
لوڏَ ڪُنُجَلَ جي ڪمر ٿيي، چال پَسي چَينچلَ
سورن سَرڪڻ چڙيو، ڪا جا پيَرَنِ ڪَلِ (٢)
ڪوڪ ڪوئل جي ڪم ٿي، ڪوساٿا ڪ بَڪَلِ (٣)
قَرِيبَنَ "ڪنيار" چئي، دَرُسَ دَدايا دَلِ (٤)
تنهين ماڳنب مَهَلَ، ٿيي سَرهائيي ساه ڪي (٥).

( ٥ )

چَرَ چَنَدَنَ چَمِرَي گَنيي، ڪيس ڪَڪرجي ڪامَ
پس پيئا پَرُ ڳَرَ ڪيري، آرُ ڳَرَ جهڙا عامَ
قَريبنُ "ڪنيار" چئي، دَرُسَ دَيايا دامَ
سيرنگهَم پَجيي پيا مامَ، لَڪونُ لَيثَ لياس جي.

( ٦ )

چيٺي مانگ مُجبنِ چوٽو سيرَ ڪَندَ ۾ سَجيليو
پيَٺيي پَپَنِ پاندُ پَسيي، دَهشت جان دهيليو
پيرُونُ پَونرن واسيا، واجهم وجهَن ورلو

---

(٤) رحيم بخش موچي، محمد يعقوب پرڙي، خاقل پرڙي ۽ پيڙي ڪنيار جي زباني قلمبند ڪيل، ۽ ڊاڪٽر سنديلي جي لکيت ۾ آندل روايت (س) سان ڀيٽيل. ٻيون پڙهڻيون: ١. ترني مڪي تل، ترني موڪي تل، ترني ماري تل. ٢. موڻ چڙيو. ٣. ڳل سهه جو نا لڳي. ٤. دوست پسايا دل. ٥. انهي ۽ ماڳ.

(٥) نبي بخش خان لنبڊ، رحيم بخش موچي، محمد يعقوب پرڙي، خاقل پرڙي ۽ پيڙي ڪنيار جي زباني قلمبند ڪيل ۽ پڻ ڊاڪٽر سنديلي جي (رئيس نبي بخش خان لنبڊ، خدابخش حجام، محمد صديق الڪائي جي زباني) لکيت ۾ آندل روايت (س) سان ڀيٽيل. ٻيون پڙهڻيون: ١. چر چند رچيري ڳهٽي. ٢. ارڳري جهڙي عام. ٣. درس دمايا دام. ٤. لڪون ليث لباس جي، لڪئون ليث لچاو جي.

(٦) ڊاڪٽر سنديلي جي قلمبند ڪيل روايت موجب.

ڪَلڱُورَ ڪَڙميڻ ڪوئل لٿي، ٻيس ٻرين جو ڦَرلو
مُنُهَنِ تي لال موهيڙا موهن مُشڪِ مَچِيلو
ڏُگنا دام دلبر جا وجهَن ڪُونڌَرَ ڪَچِيلو
سيج ڇَنڊ سهڻو سُپَرِينءِ، هو تارَن تجلو
قدمن ٻنجهه "ڪنيار" ڇٽي، ڪيئن گام ڪٿي گَجلو
سِرُ ساهُ ڏيئي سَرلو، جي واجهائين وَرُ ڪٿيي ٠

## انڙ

انڙ جي بيتن جي ٻولي ۽ سٽاءَ مان ظاهر آهي ته هو ٻه هن دور جو وڏو شاعر هو. آخري بيت ڇڻ مٿي صفحي ١٣٠ تي ڏنل 'دينڻ' جي بيت جي ٻران ڇيل آهي جنهن مان ظاهر آهي ته انڙ ٻه آڳاڻو شاعر ٿي گذريو آهي. هي بيت اسان کي ميرپور ٻرڙي، ڪنڊڪوٽ ۽ ڪاڪيپوٽن جي سگهڙن وٽان مليا جنهن مان پانڄي ڏو ته انڙ ٻه ان طرف جو شاعر هو.

( ١ )

ٻپ پاريسور پدمڻي، مُڪ مُنڌرَ، گنير گام
تڳي، نُهائيي، تاس رپ، ڏَنِ واڌو ڪَنُونت گدام
هڻن جا آنڦ آنڙ ڇڻي، هن طرح برابر تام
مون ڪي مون ٻريان جي مام، ور ڀائي ورتو هنيان٠

( ٢ )

ونگيائين نه وارن ڪي ڏا هيٺ ڪرن هرهر
تليهرڻون تڪڙا ڪن وهنجڻ تي ور ور
جنهور جڙيس جان تي، مٿ نه ڏيو مر مر
ڳُوڙهائي ڳلن جي آهي بخمل کان بهتر

---

(١) محمد يعقوب برڙي ۽ سيفل ٻتي جي زباني قلمبند ڪيل.
(٢) ڪنڌڪوٽ مان غلام نبي کان ٻڌل.

ابرو ايراني عجب وڌ چيهل ڪمان بہ چپر
بيني جي بناوَ ڪمان طوطيءَ ويو تڪبر
گفتگو ٻڌي گجريءَ جو ڪئي ڪوئل بس ڪوڪر
انهن ڪمان بہ اپر، احسان وڌ انڙ چئي.

[ تليهر = ڪاري نانگ جو قسم. ورور = رنگ، رنگ ڪيڻ. جهور = هيرن لعلن ڏانهن اشارو. سرمر = سنگ مرمر جو پٿر. گوڙهائي = زور ڳاڙهاڻ. چيهل = اشارو هرڻ ڏانهن. بيني = نڪ. بناوَ = ڏاهم. تڪبر = وڏائي.]

( ٣ )

اونهر ڪئون اونها پرين، آ جيءَ جني سان جال
هرڻ نہ هيڪسي تن جا اتن وڌ آهو ڪئون اقبال
جڪ نہ مٿوافق سپرين، هين لاڪئون چڱا لال
انهن جي آنڙ چوي، ڪيج صفت صفائي سال
تنهن ماڏيءَ چا مجال، جو سيٺ پريان جي مٽ ٿئي.

( ٤ )

چمون جئن چانيان، آهن نيڪ نيواڙي جهڙا
خوب ڪنجن، دڄ دامنيون، لطيفي لاتيان
ان جي عينن جو انڙ چئي مون ڪي ڏسڻ جي ڏاتيان
توجهہ جي تاتيان، ڪره ٿيائي ڪينڪي.

---

(٣) سگهڙ مرحوم ملان جانڻ ولد ملان ربڏنو ڪتشي سومرو ويٺل خانپور (لڪ شڪارپور) جي زباني قلمبند ڪيل، ۽ پڻ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي روايت (س) سان ڀيٽيل.

(٤) خدابخش حجام جي زباني قلمبند ڪيل.

## ڪيچي

آونهر ڏئون آونها ٻرين جيءَ جنهين سان جال
هستي نساه حساب ۾ چلڻ چيتي چال
چا رابيل چنبيل چا ڪرني گل گلال
چا لالائي لاک جي، چا چنچل جو هي چال
ڪونهي ٻيو ڪيچي جهڙي، هي جاني جوئي جمال
بلنديءَ جو بحال، آهي صاحب تنهنجي سگهه جو.

## نوناري

وَره ري وَتسي، ڏَرَه ري ڏاربساس
گَٽ ڏسي وئي گج ڏون، لکين ليث لئياس
نڪينهين، نوناري جهي، آنين مرگهه مناس
ٻانڌي ٻنهين سان ڪي ساڻي سيڙاياس
آهي پَرين جي پاراس، هيءَ سنڌ نه ماڙهن جهڙي !!

## پنجو

پنجو غالباً دادو جي طرف جو هو جو سندس بيت اسان کي ان طرف جي سگهڙن کان مليا*. بيتن جي ٻولي ۽ سمجهاڻي ۾ آڳاٽي دور واري آهي، البت روايت جي غلطي سببان يا انوکي لغات جي ڪري ڪي سٽون سمجهڻ ۾ ڏکيون آهن.

---

[**ڪيچي**. سيد انيس شاه (محمد آباد، تعلقو صادق آباد، ضلع رحيم يارخان) وٽ ڪيل ڪچهري ۾ اتي جي سگهڙ عبدالحڪيم وڪيي جي زباني قلمبند ڪيو ويو. ۱. اونهر=وڏي ۾ وڏي اونهائي ۲. هستي=هاٿي].

(۱) بگٽي شر، خدابخش حجام کان راقم کي ۽ ڊاڪٽر سنديلي کي مليل روايتن سان ٻيٺيل. ٻيون پڙهئيون: ۱. وِجر ري ورٺي. ۲. گٽ کسي وئي گج جي.

* خاص طرح ٻئي بيت 'لڏاڻ' جي سگهڙ محمد بخش چانڊيي کان مليا جنهن پنهنجي ٻيءُ مريد خان چانڊيي کان ٻڌا جيڪو پنهنجي وقت جو وڏو سگهڙ ۽ شاعر هو.

چيچڙي پير چٽاس، ڪڱڻوءَ ورن ڪرائيون
ٽاج ٽِٽيهر ٽا جيهن، ڏونهينءَ دست رناس
انگوشا عجب جا جهوارين جَڙياس
پٽونرا پوءِ پڇي ويا، سي ابرن نم آياس
خَتيهل خَتمَل خَتنت سا پيشانيءَ پلڻياس
سنبل ڪان سهڻاس، پسو ڪيس پنجو چوي.

—

ٽڙنگ تيلا تنگ رهيا، چا چچڙو چا چيهل
ميرگهم ماڳهين ماند ٿيا، چڙي ڪاڻ ڪنجل
ڪُرمش منجهه قريب ڪيا، ڪٽي اربيلا ارجل
دَرِ دلبر آيا دل، پوندا پيش پنجو چوي.

## ڪوري

آبروُ آبڤر عجيب جا قوس تم حاجت ڪانم
ڏِيهم سَسوُ، ڪنير ڪٽيي، لبين لاک وران
مَرواريد مات ٿيا ڏسي ڏهَر سندان
آبر اناران اپريا، طبل پڏي طرحان
دهن ميم مراتبي کهڙي ڏِت ڏِنانِ
ڪيسن تي، ڪوري چوي، آهن صورت جا سبحان
چيچهتان چترن چڳانِ، سترني سپ سمائيا*.

* سگهڙ مريد جت، لعل بخش حملاڻي ۽ عبدالرحمان مهيسر جي زباني قلمبند ڪيل، ۽ پڻ راقم ۽ ڊاڪٽر سنديلي کي بگٽي شر ۽ خدابخش حجام کان مليل. سيني روايتن کي پيٽي اهو متن قائم ڪيو ويو آهي.

## حليم

چپين ڀنئونر پيرن، هين آهنو عين عجيب جا
جنهڙي صورت سج جي، تنهڙي پيشاني پرين
جهڙا گل گلاب جا، تهڙا آنگ عجيبن
جهڙا تارا آڀ ۾، تهڙي ڏِک ڏندن
محبوب جي ميلاپ لئي، ماڳ جهليا ملڪن
لڳو هور "حليم" چئي، جڏ پاڻ وهيو پرين
مي سر عجيب آچن، جن لاءِ ويڻي وات نهاريان.

## وسند

جين اندلمت آڀ سنون آيري، تنهن ڪان پير وڏو پيرون
موتيي ڏند محبوب جا، سون نم ثاني تن
چوان چوڏو چنڊ ڏئون، سنهن تم محبوبن
سونهن تم سپرين، ڏني والي پاڻ "وسند" چئي.

## ملان

سگهڙن وٽ 'ملان لنئي' نالو چاتل آهي ۽ هي ۽ بيت شايد انهي ۽ 'ملان لنئي' جو يا ٻئي ڪنهن ملان جو آهي.

هيڪ پاڻ بہ حسن حسين، پيو عس سو نهي ڳل هوت جي
جنهن خيجل ڪيو خورشيد کي، جلوي ساڻ جبين
ڏهن سين "ملان" چئي، چيني جهڙي چين
ٻئي تم پرين جي، ڪتي دعوي ڪين
نيڙي نيڙن جان ٻيهي، ٻيسر بانو بين
زنخ عجب زيب سين، صوف طراوت سين نہ
سي "ملان" ميل آسين، جن آئي سنون احسان ڪئي.

## جمال

هيءَ بيت جلال جي ”جانب وڏ جلال ڇٺي“ واري خيال سوافق چيل آهي ۽ انهيءَ لحاظ سان ’جمال‘ به اڳ جو شاعر آهي.

هنجهن هلڻ سيکيو، هوتن کان هيڪَرَ
ڪونل ڪين ڪمائيو، ٻوليءَ ۾ ٻيهر
ڏِسي ڪَرنگ ڪري پيا، عينن جا اوجر
راهيل رَمي روه ڏي، وَهم ٿيس ويچر
پسي دند دهاني دلبر جا، ڏکي ويا ڏوڏر
چِرَن برابر چور نه آئي، ڀڳ وڏ پاريهر
مَلڪ فلڪ قربان ٿيا، ٻُڌي سهٽي جا سينگر
انهيءَ کان به آڳ، منهنجا جانب وڏ جمال ڇٺي.*

هيٺيون بيت جمال جو مرحوم نبي بخش خان لنڊ (جوهي) پڙهيو:

بخت پريا خوش تخت اتي هر وقت هميشه رهندا سيٺا سر وچ
عجب ننگر وچ
سِر ٻٽَنڪان دستار ٻڌي پر جاما حسن آمڙ وچ
پيا نذر وچ
لڙڪيان دي چمڪار ڪنون جيوين بجلي ٻتهي ابر وچ
اوڻ آنبر وچ
چشم ڪنون شرمندي آهو پيچ لڪي وچ بر وچ
خوف اندر وچ
ٻنڻنچان پهچ ڪرن ساتيري، ڪنگڻ سونهي ڪَرَ وچ
جڙيا هنر وچ
زلف سياه بيسهر وراڏي، مارن ڏنگ جگر وچ
پُري زهر وچ

---

* سگهڙ خدابخش حجام جي زباني ڊاڪٽر سنڌيلي کي مليو. راهل، رائل = ڪونج.

صد قوُن ٻٽي بوراق عجب دي، جيوين تَردي ميين بحر وچ
آپ خضر وچ
صدق ٽيوَن سٽين حوريان پريان جيوين يوسف ملڪ مصر وچ
مَلڪ فقر وچ
داني ديڪ ديواني هوئي رهن نہ هوش خبر وچ
غرق صبر وچ
هاٿي مست سَهسا وچ دلبر ده ده ڪري شهر وچ
پيل نگر وچ
تيءَ 'جمال' شهيد جو پٽهٽيئين دلبر دي دفتر وچ
پرهووين آمر وچ

انهن شاعرن کان سواءِ جن جا نالا معلوم آهن، پيا بہ ڪي ڳنئي شاعر هن دور ۾ (يا اڳئين دور ۾) ٿي گذريا، چاڪاڻ جو سگهڙن جي زباني، اسان ڪي اهڙا بيت بہ ٻڌا جن ۾ شاعرن جا نالا ڏنل ناهن. مثلاً سگهڙ ڪمڻ چارڻ هيٺيون بيت پڙهيو جيڪو گلن جي سينگار ۾ رچيل آهي ۽ ڪنهن سگهڙ جانو چارڻ جي بيتن کان متاثر ٿي چيو آهي.*

صورت مُنهن محبوب جو جاسي جَمَ ڪپاس
چا هوندو گُل ڪيتڪي، چاهي طرح تپاس
چاهي گُل گلاب جو، چاهي گُل گيلاس
چا موهن، چا موتيو، چا رابيلو راس
انهي جسي اخلاص، هي من مستانو ڪيو.

---

* ڪمڻ چارڻ (قلجي جي مشهور چارڻ قبيلي مان) هيءُ بيت سگهڙ قادربخش چانگ جي ڳوٺ 'لڏان' (لڳ خيرپور ناٿن شاهہ) ۾ ۱۰- جولاءِ ۱۹۶۵ع تي ڪيل ڪچهري ۾ پڙهيو. سگهڙ جانو چارڻ جي بيتن لاءِ ڏسو مٿي باب پيو، صفحا ۷۲-۷۳.

هيٺيان ٻہ ٻيا ناليٰ بيت اسان جدا جدا سگهڙن کان ٻڌا جن مان ٻهرئين بابت ڪن سگهڙن چيو تہ اهو جلال جو چيل آهي. انهيءَ ساڳئي اسلوب ۽ ساڳئي قافيي تي چيل جلال جا ٻہ بيت مٿي ١١٣-١١٤ صفحن تي اچي چڪا آهن:

[١]

گَتَ گَنَڏيَرَ، پَگَ پَلِيهَرِ، ڪَتَ ڪيهر، ڪَچ رِين،(١)
ڪٿر ڪيس قريب جا ٿا سرس سونهن کان سِين (٢)
رِمِ چيهل رائُو ٿيا پَسِي جيسٿو چِين (٣)
مَٿَنهن مُشڪ سَہ جبين، آهن آڻ جهل عين عجيب جا (٤)

هيٺيون بيت انهيءَ ساڳئي نوع ۾ چيل آهي جنهن ۾ يوسف ڪٽي جا بيت چيل آهن جيڪي مٿي اچي چڪا آهن.

[٢]

گَتَ گَنَڏيَرَ، پَگَ پارِيهَرَ، سيهُ ڳِچِي، ڪَتَ گام
آرُبِند انار اوُدگر ڪوئل لات لسان
تنهن جي نينهن نِيرولي هئي، سومل منجهہ مڪان
جنهن کي سونهن ڏني سُبحان، تنهن سان ماہ مقابل چا لڳي.

[١] هيءُ بيت ميان محمد امين پوتائي جي زباني قلمبند ڪيو ويو. ميان محمد امين چيو تہ اسان جلال جو ٻڌو آهي. سگهڙ نورمحمد شنباڻي هن بيت جي ٻهرئين سٽ، هڪ ٻئي بيت سان گڏي هيٺينءَ طرح پڙهي:
"گت ڪنير، پگ پاريهر، سيهہ ڳچي، ڪت ڪيسري، ڪچ رين"
ٻيون پڙهڻيون: '١. ڪنت ڪليهر ڪج رَوَن'. ٢. 'ٿيا سرس سوهن کان سين'. ٣. اصل ائين. ٤. 'منهن مُشڪبر چپ بين'.

[٢] نورمحمد شنباڻي جي زباني نقل ڪيل ۽ پڻ اندازاً ١٣٥٠ھ جي لکيل هڪ ڪاغذ تان قلمبند ڪيل: ١. اصل لفظ آخر ۾ "ڪت ڪسيري، ڪچ رين" جيڪي ٻئي بيت جا آهن. ٢. ٻي پڙهڻي، 'اربند انار ابرو'. ٣. ٻہ جدا پڙهڻيون: 'تنهنجي نينهن نيرولي ڪئي هئي مومل منجهہ مڪان' ۽ 'تنهنجي نينهن نيرولي ڪئي هئي سون منجهہ مقام'. ٤. ٻي پڙهڻي: ماہ مقابلو چا ڪري.

# باب ڇهون

## ٽالپور اميرن وارو دور

جلال کان پوءِ وارو دور ۱۲ صدي هجري جي آخر، يعني ڪلهوڙن جي دور جو آخري ۽ ٽالپور اميرن جو بالڪل اوائلي دور هو، جنهن تي پوئين باب پنجين ۾ روشني وڌي وئي آهي. ان دور ۾ سينگار شاعري جو ذوق جلال جي پنهنجي مرڪزي علائقي يعني دادو واري علائقي کان ٻاهر وڌيو. ان بعد ۱۳ صدي هجري (۱۹ صدي) ۾ ٽالپور اميرن واري دور ۾ سينگار شاعري جو ذوق سڄي سنڌ ۾ تـوڙي ان سان لاڳيتي لس ٻيلي واري علائقي ۾ عام ٿـي ويو. سياسي طور جيتوڻيڪ سنه ۱۲۵۹هه (۱۸۴۳ع) ۾ سنڌ تي انگريزن غاصبانه قبضو ڪيو مگر ان کان اڳ پنهنجي ملڪي آزادي واري دور ۾ جيڪو ادبي ذوق وڌيو هو سو، سگهڙ پائي توڙي شعر ۽ ادب جي شعبن ۾، پنهنجي اصلي بنيادن تي انگريزن جي اوائلي دور ۾ ٻڻ وڌندو رهيو، تان جو انگريزن جي اجنبي تعليمي ۽ نظرياتي غلبي سنڌ جي آزادي واري دور جي ادبي توڙي هنري تخليقن کي ختم ڪري ڇڏيو.

هن ۱۳- صدي واري دور ۾ ملڪ جي هر پاسي ۾ ڪيترائي شاعر ساماڻا جن 'سينگار شاعري' جي مختلف موضوعن تي بيت چيا. هنن اهي بيت جيتوڻيڪ جلال ۽ ان بعد ٻين شاعرن جي بيتن کان متاثر ٿي چيا، مگر ان هوندي به سينگار جي موضوع کي چڱي ڪاميابي سان نباهيائون. اڳين جي ڀيٽ ۾، هن دور جي سگهڙ شاعرن جي ٻولي لغت يا معنيٰ جي لحاظ سان ايتري ڳوڙهي نه رهي، بلڪ وڌيڪ سليس ۽

سڏو ٿي. عالم خان لنڊ، چاڪر خان، شاه محمد ديدڙ، راڄن شاه، ميهن وسايو مڱڻهار ۽ دوس محمد هن دور جا وڏا شاعر هئا، جن جا بيت اسلوب توڙي معنيٰ جي لحاظ سان نهايت ئي دلپذير آهن.

اڳين دورن وانگر، هن دور جي شاعرن مان به گهڻن جون سوانح ۽ سندن سن سال معلوم ناهن، انهيءَ ڪري تاريخي سلسلي مطابق سندن ذڪر آڻي نٿو سگهجي. انهن سڀني بابت اهو چوڻ مشڪل آهي ته ڪهڙا اڳ يا ڪهڙا پوءِ ٿيا. اسان هن باب هيٺ سندن ذڪر جدا جدا خطن ۽ پاڳن جي لحاظ سان هيٺينءَ طرح ڪنداسون:

(الف) دادو-لاڙڪاڻي طرف جا شاعر
(ب) اتر ۽ ناري طرف جا شاعر
(ج) وچولي واري پاڳي جا شاعر
(د) لس بيلي جا شاعر
(هه) ساڪري ۽ ملير جا شاعر
(و) ڪوهستان جا شاعر

انهن پاڳن جي سڀني شاعرن جو ڪلام سلامت نه رهيو آهي: فقط ڪن ٿورن شاعرن جا نالا ۽ سندن بيت اسان تائين پهتا آهن. باوجود انهيءَ جي سجن سارن ڇهن مختلف پاڳن ۽ خطن جي شاعرن جي نالن ۽ سندن بيتن جو زباني روايتن ذريعي هن وقت تائين سلامت رهڻ ڏيکاري ٿو ته هن دور ۾ 'سنڌي سينگار شاعري' جو موضوع سنڌ توڙي لس بيلي ۾ عام مقبول رهيو.

## (الف) دادو - لاڙڪاڻي طرف جا شاعر

دادو-لاڙڪاڻي واري ڀاڱي ۾ سينگار شاعري جو ذوق مسلسل طور هلندو آيو ۽ هن دور ۾ به گهڻائي ڪي شاعر ٿي گذريا جن مان هيٺين جا چيل بيت اسان کي دستياب ٿي سگهيا آهن: عالم خان لنڊ، پيرُو چانڊيو، مانجهي ڏڪڻ، قادربخش مري، نواز، جمال، شاهه محمد ديدڙ، غلام محمد ڪٽي، باقي شاهه، چاڪر خان رستماڻي، عارف شاهه، مريد خان چانڊيو، ۽ ڪي ٻيا. جيڪي بيت هٿ آيا آهن تن جي آڌار تي چئي سگهجي ٿو ته انهن مان گهڻا سڀ هن دور جا وڏا شاعر هئا، پر ته جيئن ته هن دور ۾ سرائيڪي ۾ شعر چوڻ جو رواج وڌيو تئين 'حسن ۽ سينگار' جي موضوع تي پڻ سرائيڪي ۾ سهڻا بيت چيا ويا.

جلال جي وقت ۾ سندس ڳوٺ موندر سگهڙ پائي جي رس رهاڻ جو مرڪز هو. ١٣ صدي ۾ ٽالپور اميرن واري دور ۾ انهيءَ رس رهاڻ جو مرڪز قُري موجوده جوهي تعلقي طرف ٿيو جتي عالم خان لنڊ ۽ چاڪر خان رستماڻي سگهڙ پائي جو بنياد پختو ڪيو. ولي محمد لغاري، بهاول لغاري، حاجي ڪنڊو رستماڻي، حاجي موندرڪوسو، ميوو سوچي لڏان جو، ميوو خان جمالي ١٨٨٠-١٣٥٠ع واري دور ۾ اتي جي ڪچهرين جا مور هئا. سگهڙ شاعر قادربخش مري ويٺل ڳوٺ ميرڻ ڪوٽ (قصبي لڱ) ۽ مانجهي ڏڪڻ، قصبي لڱ حاصل خان لغاري جي ڳوٺ جو ويٺل، به انهيءَ دور جا هئا. ان کان پوءِ جا وڏا سگهڙ جيڪي اتي ٿي گذريا تن ۾ محمد خان لغاري (قصبي جو)، مريد خان چانڊيو، نبي بخش خان لنڊ (ڳوٺ ڪمال خان لنڊ)، فضل چانڊيو (ڳوٺ غلام چانڊيو) ۽ ٻيا جن سان ١٩٥٤-١٩٥٨ع وارن سالن ۾ راقم جون پڻ ڪچهريون ٿيون.

# عالم خان لنڊ

عالم خان ولد گنهور خان، لنڊ بلوچ، پاڙو گنهوراڻي، جوهي شهر لڳ (ڪوه ڪن اوپر طرف) ڳوٺ 'ٻڻي' جو ويٺل هو. سنڌي توڙي سرائڪي جو وڏو شاعر هو، ۽ رزم توڙي بزم وارن ٻنهي رخن تي شعر چيائين. جنگجو جوانن لاءِ چلتي ۽ چالي جا نظم چيائين، ته ٻئي طرف محبوب جي حسن ۽ سينگار بابت سهڻا بيت چيائين. سگهڙ مرحوم ميان نبي بخش خان لنڊ جي روايت موجب اندازاً سنه ١٨٥٠ع ڌاري هڪ سئو کن ورهين جي عمر ۾ وفات ڪيائين.

دستياب ٿيل مواد مان معلوم ٿئي ٿو ته عالم خان مختلف موضوعن تي سهڻا بيت چيا. چلتي ۽ چالي وارا سنڌس بيت اسان ڪتاب 'جنگناما' ۾ مثال طور آندا آهن(١). سنڌس هيٺيون بيت 'حڪمت ۽ دانائي' جي موضوع تي چيل آهي:

گوهر گفتا جن جا، نُڪتا نافع تن
لاهين تا لحظي ۾ سُرچا ستئون من
تون به وڏان تن، وٺي اچ اوجر عالم خان چئي.

جلال جو بيت هو ته (٢):

گهنڊ نهين اسرار حقاني جس وچ چمڪي نور چمن دا

عالم خان انهيءَ جي پيران بيت چيو ته (٣):

گُهنڊ نهين اسرار حقاني، جس وچ مک دلبر دا
اولڙي وچ ڪري آلولان هيبت شاه بحر دا

---

(١) 'جنگناما'، لوڪ ادب سلسلي جو انون ڪتاب، سنڌي ادبي بورڊ، ١٤٠٤هه/١٩٨٤ع مقدمو، صفحا 75-74.

(٢) ڏسو مٿي صفحو

(٣) هي پڙهڻي بيت جي اصل پڙهڻي مطابق پوري ناهي

هر جنس وچ رهي هميشان، هي گهڙيندڙ گهر دا
اين گهنڊ جاني خاوند خود 'عالم' شڪراني ڪردا

محبوب جي حسن ۽ سينگار بابت عالم خان بيت چيا تہ:

( ١ )

ڪالي ڪيس تلميهر تڪي، ابرو قوس ڪمانا
مزگان تير تہ ٻئين ٻچئينديان جوڙڪي جند نشانا
هرڻ حيران هروشي آڌي، تهي ڏني ديد ديوانا (١)
چلدي چال چلي نهين چنچل، هستي ٿيا حيرانا (٢)
صورت ڏيک سئسيا وچ سورج، قمر ٿيا قربانا
عالم خان مليا متوالا - وه جي! - هر ويلي شڪرانا.

( ٢ )

بال پيشيمهر، بانو پونري، ساڻين مشڪ سدام
جهل ڪر، هل ڪر، ساه ستون، ول وينس
پهن پا دام
نين ڪمل هين ڪيف ڪشي، وچ عشق
غضب آغام
لب لا ڪيڻي، مشڪ لجاڻي ساڻي هين ساتام
موتيي سوڙهي، گوڙهي گل، هين آحمر آنگڙي عام
هيرڪيي هي ول وينگس دي، پب هين او ر حمام
گنج ڪبڪ تين هيرني ڪون اعجاز ڪري اقدام
هور هتفاوي حسن وڪا ڪر، بدر نہ پانوي بام
تنهن تجمل نال تمام، "لنبڊ" جيهي لڪ لوڙه سنئيي.

(١) هروشي=روزانو (٢) هستي=هاٿي

# چاڪر خان رستمائي

چاڪر خان پٽ غلام حسين خان رستمائي بلوچ، ڳوٺ چني (تعلقي جوهي، ضلعي دادو) جو ويٺل هو ۽ پنهنجي ڳوٺ جو چڱو مڙس ۽ رئيس هو. وڏي ڳن وارو هو. ڪيئي پروليون، ڀاڪا بيت وغيره سندس نالي سان مشهور آهن. حڪمت به ڪندو هو. سگهڙ شاعر ڪوڙو فقير ميراثي سندس خاص صحبتي هو. چاڪر خان آخري عمر ۾ نابين ٿي پيو، پر تہ بہ ونس هميشه ڪچهري لڳل هوندي هئي. نوي سالن جي وڏي عمر ۾ سنہ ١٩٠۴ع ڌاري وفات ڪيائين. سينگار شاعري ۾ سندس هيٺيون بيت جلال جي انهيءَ بيت جي پيران چيل آهي جيڪو مٿي باب ٽئين هيٺ صفحي ١٠٦ تي (عرق عنبر تي-الخ) اچي چڪو آهي.*

ڪارا ڪيسَ ڪَٿوُري جهڙا، آرمائيين عَنبرَ ڪي
تارَ زُلفَ جي، مارَ مَرن ٿا، عجب لڳو اژگر ڪي
جَلوي جوت جَبِين¹ جي جهَلڪي، ڪيائون قيد قمر ڪي
ميرگهم ٿيا نہ مقابيل يارو، نيسَنگ آچيي نَمَيتَرَ ڪي
اَبرُوءَ قوس ڪَماني ڪيئن² ٿا مارن مُرْغَ بَشَرَ ڪي
مژگان تير سَنباهي بيٺا، جَنگ فرَنگ فَجَر ڪي
آنف تيو مينارَ مثل، تو شَرمائي شَهْپَرَ ڪي
لب لعل بدخشاني مَرجان³، عَجبُ لڳو احمَرَ ڪي
دُرَ دندانَ رُماني داڻا، سَهمائن سَنگ مَرمَر ڪي

---

* بيون پڙهڻيون: ڪارا ڪيس ڪٿوريون جهڙا. ¹مژگان صفون سنباهي بيٺا جيئن جنگ فرنگ فجر ڪي². خوشڪان سنگ مرمر ڪي. ڊاڪٽر سنڌيلي ڪي مليل روايت ۾ آخري سٽ ڪان اڳ ۾ هيٺين سٽ:
¹ڪمر ڏسي ڪيهر ڪنبي ويا، جئن پسن يعقوب پسر ڪي²

چاهم زَنخ ڪينعانيي هويا، سوهيئڙين شاه مصر ڪي
پيستا بوءِ بهاري پيڻا، عجبُ انسار عطر ڪي
قد تئون سَرو صنوبر صدقي، چاهي شانُ شجر ڪي
اي "چاڪر"! پنهنجو حال آچيي ڪَر پيش علي آڪبر ڪي.

## غلام محمد ڪٽي

ڪن روايتن موجب غلام محمد ڪٽي جلال جي ڪٽنب مان هو. سندس چيل "نانگ جو قصو" مشهور آهي.

جهڙا قوس قريب پرينءَ جا، تيهڙا ٻئي جا ڪين ميان
زلف مسلسل عنبر سارا، سار سيه مشڪين ميان
پيشاني تي پاڪ پرين جي، پگهر مثل پروين ميان
احمر عارض، انور گلگون، نازڪ جيئن نسرين ميان
لعل کئون لب لال رنگيني، رشڪ شڪر شيرين ميان
موتين کئون وڌ ڏند مصفا، سهڻا دُر يمين ميان
انگ اندام عجيب سندا هِنِ، صاف صفا سيمين ميان
خلعت خاصي بَر تَن زيبا، ظاهر زر زرين ميان
جهڙس ڪونهي پيو تان جڳ ۾، ظاهر روءِ زمين ميان
وهم وهم وصف عجيب جي ڏاران، پولي چائان پي نه ميان
بيت بنايو غلام محمد، طرز انهين تخمين ميان
الله ڪندم آمين ميان، مان ميلان تنهن دلبر سان.

## پيڙو چانڊيو

جوهي ۾ مرحوم نبي بخش خان ٻڌايو ته پيڙو چانڊيو اتر جو هو، جنهن جي معنيٰ ته لاڙڪاڻي ضلعي جو هو. هڪ سگهڙ چيو ته 'ڳوٺ پيڙو چانڊيو' سندس نالي سان سڏجي. ٻئي سگهڙ چيو ته پيڙي بلوچڪي ۾ ٻه سينگار چيا هئا، ۽ سندس هيٺيون بيت 'مومل' جي حسن ۽ سينگار بابت ٻڌايائين.

چنڊ ۾ عشق چانديو چمني ڦرتي ڦشٽ لڳار
ليلي جي سجني جو پدو هني آچار
دندان جنهن جي ڏهن ۾ جوڙ پريون جنسار
عين تہ آهو کؤن پلي منهن پيشاني ٻار
صورت جنهن جي سڦري همي ناز پري سا نار
اصل هن البيلي ڏي تن نہ هي کا تار
وار تہ واسينگن جان چوڙيون ڏاري ڏار
زلفيون هيس زور پريون هٿ کن کاريهر کار
اهي ڏسي اسرار، مجنون مستو مست ٿيو.

ٻيڙي جو هيٺيون چيل سينگار جو بيت دادو جي سگهڙن جي ڪچهري ۾ عام مقبول هو تہ:

سَرو قدارا دلبر ميڏا، حسن تکا تلوار کنون
بخت وندان نون بخرا مليا، صورت دي سردار کنون
مٺهن مٺهايون سؤ ياگي پلا، گذر پلا گلزار کنون
خوبي خوب حسين هميشه، وڌ پريان دي پار کنون
حوران ڦرن حيران هميشه، دهشت دعويدار کنون
خوش پولڻ نئون کنوڻ هميشه، تات مني تکرار کنون
يان پلا پؤ نال گذاري، صورت دي سردار کنون
ماه مثل محظا مثور نہ چوڙي، چشمان دي چمڪار کنون
آبرو عين عجائب ڏيوي، سال سجي جنسار کنون
سهسين ساز آواز تماشي، گرڙ ديون گفتار کنون
صحت ثابوت، سڀو تن تازا، آجا کل آزار کنون
کالي کيس تليهر تکي، ڏور ڏرئي ڏهکار کنون
”ٻيڙا“ باجهہ منگي هر ويلي، کلمي دي تہ قرار کنون.

## مانجهي ڍڪڻ

سکهڙ مانجهي ڍڪڻ، تعلقي جوهي جي ڳوٺ قصبي لڳ، حاصل خان لغاري جي ڳوٺ جو ويٺل هو ۽ سؤ ڪن سال اڳ ٿي گذريو. (١)

وَه وَه ويس، ابر تو ڪيس، لپيٽيا سيس، چوان آديس سنڀل سٿر ڪارا

تهنجي تار، ته ڪيف ڪنار، چاٽان شه مار، زلف زيبدار پرن هنبڪارا

متمولا ديين، طرح پرتيين نه، آهوغمگين، ساڻن سنگين، ته جاءِنشين ڪن نظارا

آنف آننگ، تهين ڪي پنگ، ته خوب خننگ، مچاوي جنگ پرين تو پارا

ڪنيا تو چم، ته لائي غم .........................

تائب ٿيا تارا

سندي تو لات، .................................

مانجهي ڍاڪاڻ، پارس پاهاڻ، گهڙي ٿوڏاڻ، ته پاڻ سراڻ، لهي ڪاراڻ، تيوي چڻڪارا.

## نواز

نواز پنهنجي هيئين نندي مگر مؤثر بيت ۾ هاٿي (ڪنجل)، شينهن (قيصر)، مور (طائوس)، هرڻ (سرگهه) توڙي سج (آفتاب) کي محبوب جي حسن جي پيٽ ۾ هيچ ڪري ڄاڻايو ته:

---

(١) رئيس مينهين خان جمالي (تنڊو رحيم خان، تعلقو جوهي)، محمد خان لغاري (ڳوٺ قصبو، تعلقو جوهي) ۽ نبي بخش خان لنڊ جي زباني نقل ڪيل ۽ پيشيل.

ڪنچنِ قيصر ڪنهئا، ٿيا طائوس ترڪ
نيڻن ڪان نواز ڇني، ڇڏيو سرگيھ سترڪ
آفتاب عرق، ڪئو محسن منهن محبوب جي.

## نور محمد

نور محمد جو هيٺيون بيت جوهي جي سگهڙ مرحوم نبي بخش خان لنڊ کان مليو، ۽ پانهنجي ٿو تہ نور محمد دادو طرف جو شاعر هو. ٻي هڪ روايت موجب اهو بيت ڪاماري شريف جي پير نور محمد جو آهي.

مست اکيان محبوب ميڏي ديان متي واليان مخمور ڏوهين
قامت سروَ، مقدس آبرو، دائم خوش دستور ڏوهين
دست سخاوت، داد دهش ڪر، موج گهڻن مسرور ڏوهين
جاءِ گلاب پگهر دي گهٽ ٿئي باس ڪنون پرپور ڏوهين
ڪرن سلام سڪندر دارا آء مثل مزدور ڏوهين
دم دم چمدي خاڪ قدم خاقان آتين فغفور ڏوهين
نور محمد نبي علي دي حاصل ڏيکب حضور ڏوهين.

## شاه محمد ديدڙ

شاه محمد، ڳوٺ ديدڙ (تعلقي قنبر، ضلعي لاڙڪاڻي) ۾ سنہ ۱۲۴۹ھ ۾ ڄائو ۽ اتي ئي خميس رات، رمضان مهيني جي ۱۶ تاريخ سنہ ۱۳۰۹ھ ۾ وفات ڪيائين. پاڻ عالم ۽ اديب هو، ۽ پنهنجي وقت جو وڏو شاعر هو. حمل خان لغاري جو همعصر هو ۽ حمل خان جي ڪلام جو مٿس اثر هو. حمل خان توڙي لطف علي جي بيتن جي پيران سهڻا بيت چيائين. سرائڪي ۾ سنڌس چيل سينگار بہ نهايت سهڻا آهن.

[ ۱ ]

مُنڍر سَجَڻيي، سيندِ سيڌيي، ڪيتا سرڪَنڍ هي
سينگارَ ميان
زُلف سياه سِيهَر آتُ هي پَوُنر سَندي
پُڪارَ ميان
ڪَنول ٺَهاري، ڪَيفَ ڪَجَل هِن آکيان
ميگهَہ ملارَ ميان
سُرخُ ٽِڪا، لب لالي، ڏند هِن موتيان جَڙي
سَهارَ ميان
قَد صنوبر، سروَ سُهڻي دا، ماڪيي هي
لَبُ لارَ ميان
لَيثَ لَڪيٺيي، لاڏَ لُڏي، بازُو بَند بَنيي
زَرِيدارَ ميان
پير پَٺُونٺَڙي پاليهَرَ ڏي، چاسِينگَرُ
چِمڪارَ ميان
مور، ڪَبڪ، هَنج، وارَڻ ونگيي، راڻل دي
رفتارَ ميان
ڪوئل وِردا وَلُ نا وَلي، سُڻ گوهر دي
گفتارَ ميان
آختر، اِند، آبَر آگيئي پَس جانب دا
جينسارَ ميان
دَم "ديدڙ" ڪَنُون دِلدار ميان، شل جدا نہ
جالي جگ وچ .

[ ۲ ]

چوڙ زُلف، دل بَند ڪيتي، ڪَج ڪيسُ ڪَڪرسيرنَنگي
ڦيردي پوُنر، ڦساوَن ڦَڻ ڪُون وينسَ وِسيهرَ وَنگي
ڪالي آبرُو، قوس ڪَمانين، نَينان نظر تُفنگي

خُمري خمُوءِ خنجر کوُن جلدي آهڻ جانب جنگي
جال متهڙ تي، خال ذقن تي، تال کنئون دِل تنگي
هتشلي هس هلال حبيبان، بيهنستر بيهني متنگي
مُنگُ سندري، آپ متهڙوَ دا کيا اِندرپ آحمر رنگي
کتي روشن کوڻ کهي، دِل بهڪ ٻيهي ڀنگي
کبک قدم وچ کمي رهم ڪٽي، توڙي کڙي دنگي
چيلهه چتر هي چيٽا چريا، چڙني چيهي چنگي
ٽنئي ”ديدڙ“ نال دُرنگي، دلبر دي ديدار کنئون.

[٣]

سهر اتين متهتاب رهن، مشتاق صنم دي رُوءِ آتي
سنبل وينس وسيهر وهسن، مشک معطر مُوءِ آتي
ٻئونسٽ قوڙ قساوي قندان، گوش گره گيسوءِ آتي
سرو، سمن، صد خيجل صنوبر، قد دي صفت سُوءِ آتي
لسک لقمان آفلاطون قيردي، کيوي صنم دي خُوءِ آتي
بُلبل ٻؤنر بيراڳي قيردي، باس بدن دي بُوءِ آتي
خيجل کبک طائوس رهن جان، جانب نيڏا جُوءِ آتي
”شاه محمد“ شالا هوو ين، کلب پرِيان دي کُوءِ آتي.

## فقير عبدالرحمان چانڊيو

نواب غيبي خان جي جاگير تعلقي قنبر ۾ رهندڙ هو، ۽ شاه محمد ديدڙ جو همعصر ۽ صحبتي هو.

کول نقاب جو نيکتا جاني، کيتس قيد قمر کون
سورج گم گگن وچ هويا، کالي ويک ککر کون
آتش عزم چوڙيا هڻ اولي، بدر لجايا برقون
ڦهک ٽئي فانوسي خالي، ڏيک آتشان انور کون
مُنهن مهتاب مثي منور دا، سهمايس سوجهر کون

سون سُوهي وت سُونهن چوڙي، دهم دَهل پيا دلبر ڪون
سرس سجڻ وت سائين ٿاهيا، آنڪ نهين آڏگر ڪون
ڏَهم پيا گير ڪَر ڪول قدم تي، گام نهين گجهر ڪون
عبدالرحمان عجيب ميڏي دي، پسند صفت پرور ڪون.

## صيفل ساڪاٽي

صيفل ساڪاٽي چانڊيو، ڳوٺ پير صالح شاه تعلقي واره ضلعي لاڙڪاڻي جو ويٺل هو(۱).

سَرو قدي تنهن سهٽي سُونهَن، صورت تي سينگار ڏوهين
آهو عين عجيبان دي، وه نور اتين انوار ڏوهين
ترڪش تير تي مژگان والي، تيز تَبر تڪرار ڏوهين
آڻ قَساون عشق دي انگڙي، شاه گدا تابعدار ڏوهين
زُلفان دي زنجير گهتن، هن حريف، حڪمدار ڏوهين
وَل ويڙه پتهن واسينگان وانگي، گنج مٿي سي مار ڏوهين
هڪڙي ڪاون، ٻئي بچاون، ول مارڻ ڪاڻ تيار ڏوهين
منڊر لڳي، دل بند ٿيوي، ڏيوَن ڦُوڪ فراق ڦٽدار ڏوهين
دُرّ دنداني دلبر دي هين، موتي مٺيادار ڏوهين
رخسار ڏوهين محبوب ميڏي دي مصحف دي اطوار ڏوهين
صيفل ساري سمجهه حقيقت، احد احمد اسرار ڏوهين.

## عارف شاه

شاهه پنجي جي سيد ملوڪ شاه جي زباني آهي ته سيد عارف شاه بخاري، شاه پنجي، تعلقي دادو جو ويٺل هو. سيد ملوڪ شاه چيو ته هو سندن ڏاڏو هو(۲).

---

(۱) ماستر فتح محمد کان پهتل روايت موجب.
(۲) ڊاڪٽر سنديلي کان پهتل روايت موجب.

( ١ )

تڙنگ تنا پهر تيڻ نه، وڌ سورج کان سهڻا پرين
ڪنيو ڪٽن خمار سان، مٿي نيڻن نگين
سيهه گچي، ڪت ڪيسري، اهڙي روء رنگين
ان جا "عارف شاه" چئي، ايڏا آدر آسين
ذوقي ستر زمين، منهن گهر سڄڻ آئيا.

( ٢ )

سحر ويل، صنم کي سڄا ڳڻ پسي، قمر آختر ويا ڏرندا
پونر پيندا، وجهن ڪر ۾ ڦيندا، وچ پوي وچ وڃندا
ڪنديون ڪندا، ميڙن جندا، ديهه بڪي جيئن چندا
نيڻن سياهي، نرگس جان، جهان ۾ وڏي سان جهوندا
تا ڪيپ ڪنجن تي خوب چڙهن، جن عين آتس مٿي ڪوندا
گت گوهر کي ڪنجل ڪيري، سور ويا پڻ مرندا
آهو عين عجيب پسي، رڻ روهن ۾ ويا رڙندا
شمع چڏي پروانا آيا، پڻ پونر متيس ويا پرندا
سحاب سياه سڄڻ سرسي ۾ لٿي، آيا ڪوتر مان ڪهندا
جيئن گهٽائي جهرندا، جن اکيين ڏٺو "عارف شاه" چئي.

( ٣ )

هر ون هور حسين هرن، ڪن عنبر سين اشنان ميان
آئنگون اخضر پوش پرين، گل ڪين ٿيو يڪسان ميان

---

(١) سگهڙ مريد جت (ڏوڪري)، ميان محمد امين پوٽائي (دريجي) ۽ عبدالرحمان مهيسر جي زباني روايتن، ۽ ڊاڪٽر سنڌيلي جي لکيل متن (بيت) مان پيتيل. پيون پڙهتيون: آهن سورج کان سهڻا پرين. ڪٽي نيڻ خمار مان.

(٢) ۽ (٣) ڊاڪٽر سنڌيلي جي قلمبند ڪيل روايت موجب. سگهڙ جي پڙهڻي ايترو صحيح ۽ سهڻي ناهي.

سحر ۾ ساجن، ڪوئل ڪوڪي ڪَرو نِ ڪه ڪهڪار ميان
ڪنول ڪنولي ڪونڌر ڪجلي، اڌر لال رُمان ميان
سنبل سيسو نگر سرتن سورج، رو رابيل دندان ميان
آره آسونگر، ڪونگر ڪيلا، هسلي حسن حيران ميان
هونٽ گلابي، رِجل حنا وَن، سيب ٽيو زنخدان ميان
پوپٽ پنري پيٽ پرين، گت گنير گوگو وان ميان
دو نينان ڪي سيخان ميان، اڳ عارف تو اڏ ري.

## سيد باقي شاه

باقي شاه جو هيٺيون بيت مرحوم نبي بخش خان لنڊ جي زبان جوهي ۾ قلمبند ڪيو ويو، ۽ غالباً هو دادو واري پاسي جو شاعر هو.

رُخ دلبر، مهتاب مثلائڪ، يا خورشيد فجر دا
ڪيا سُهماوي مشتاقان ڪُون، يوسف مُلڪ ميصر دا
تنگ دهن وچ دند رهن، ڳل حلقا بُول بنسر دا
ڪاڪُل مار آفشار ڪرن، جيوين سنگ تيرياق عطر دا
اي ميان "باقي شاه"، ڏٺا پنڙ بالم پنڙڪا حسن ميهر دا.

## حاجي عبدالقادر صديقي

حاجي عبدالقادر صديقي پاٽ جو ويٺل هو ۽ سنه ١٨٨٩ع ۾ حال حيات هو. عربي فارسي پڙهيل هو. ڪلام، مولود ۽ قافيون ڄ ڙيائين. سندس هيٺيون بيت سينگار شاعري جي موضوع تي چيل آهي.

مت نه منهنجي محبوب جو، توڙي سوين ڪن سينگار
جاڙا پرون جانب جا، ڪاڪُل ڪُنڍيدار
اکيون ڪجل ري ڪاريون، چپ چاشنيدار
ڳچي مثال ڪونج جي، پيا واڏو سندس وار

بيـر آهنس پدمـڙا، منجهه جئـتيءَ جرڪيدار
عبـدالقـادر، اهڙي يـار جـو، تـون گـولـو تـي گذار
ساري سـپ چـمـار، رهه دربـان ان جـي در تـي.

## مريد خان چانڊيو*

مريد خان پٽ ڪرمعلي خان چانڊيو، پاڙو طاهرڪوٽي ٻاغائي، ويٺل لڏان، تعلقو جوهي پنهنجي وقت جـو وڏو سگهڙ هو. ٦٠ سالن کان مٿي عمر ۾ سنه ١٩٥٦ع ڌاري وفات ڪيائين.

مونکي واه وڻن، سهج ۾ تنهنجا سانوَرِي
ڪاري ڪاريـهـر جـان وڏا ونـگ وارن
پـنـيـا وار پـيرُن تـي جـاڙا تـا جـُڙن
اڪيـون ڪيـن ڪڪـوريون آليـون عجيبن
چـيلڪي بيـٺي چـَپ تـي سُرخي سؤ پيـرن
مـوتـي ڏنـد پـريـانءَ جـا جـڙيـا جـنسـارن
هـٿـو هـس ڳـچيءَ ۾ ڌُهـري نـي دوسـن
ٻـازو ٻـنـد ٻـنـائـيـا سـي نـيـلـي سـاڻ نـيـلـن
منڊي مـون محـبـوب جي ڏاڍي ڦينڊ نيڪَن
آره انـار عجيب جـا جـت گـوشا ڪيا گـلـن
لـَيـٽ پينگي؟ لڪ ڏسي جت لرزيا لوءَ وڃن(١)
پاريهر پيرن تـي پيا ڪڪڙا ڪيرت ڪـن
هنجهه هـسـتـي حيران ٿيا پيو مونجهارو مـورن
پـرور وجهه پـرين، مـون ڏي ماڙ مريد چئي.

---

* راوي فضل چانڊيو، ڪڇهري ٻهاولپور بنگلو، تعلقو جوهي (٧ جولاءِ ١٩٥٨ع).

(١) ٻي روايت "ليٺان پيني لڪ تي جت لرزيا لوءَ وڃن"

سگھڙ مريد خان هيٺيون سينگار جو نظم 'هندي' جي اسلوب ۾ چيو ته:

ڪَرون بسم الله جو ساجن چليا
ڪُليئي ڪيس ڪالي ڪاريهر ڪريا
ڏي پؤنرا پَتنُواني پٽي تي پيا
ڏئي عين آهو چيهل وچ چپيا
اکيون انف طوطا ڪيٽل هي ڪٽجا
روشن رُخ تيرا منڊر مست تيا
ڪرن ڪيل ڪينوٽان آسمانا شٽعا
سپتوجهي سجڻ ميل هر بٽن هٽوا
لبن لال لاليي هيندوا هنيا
اکيون ڪرڪيلا جهونا تي جُهريا
ڏئي ڏند موتيين ڪيتي جڙّجا
پسي ڪنڌ ڪونجين ٿيان عرشين آڏا
سيني ڪا سلامي ڪو تجمل هوا
ڪُليي گُل گؤنٽي وچ باغيين بنا
ڏئي چيين چيتا ڪيا پت لڏڪا
پاريهر پکي آ پيران تي پيا
چڙي چار چٿنچل گنير نئا گيڙيا
رکون حُب تيري سخي مرتضيٰ
مهر ڪر مُريد تي مشڪل ڪشا
سيٺي رنگ عجائب جنهنور جڙيا.

## موهن فقير

موهن فقير، ڳوٺ عاقل تعلقي لاڙڪاڻي ۾ سنه ۱۸۴۸ع ڌاري ڄائو. پنهنجي مرشد شاه نصيرالدين نقشبندي نوشهرائي جي نظر سان رچي ريٽو ٿيو. سنه ۱۳۲۳ھ/۱۹۰۵ع ۾ سيوهڻ

۾ گذاريائين ۽ سندس سماڌي عاقل جي ڳوٺ ۾ آهي. ڪلامن ۾ پنهنجو نالو موهن، هومن، منهو توڙي مهنو جي صورتن ۾ آندائين.

( ١ )

محبت ميڻي محبوبن جي، ڪوڙي آهي ڪين
راحت منهنجي روح ۾ صحبت آءُ سنديس
هنئي تت هنڌول ويا پسي لعل لبين
'هومن' هين حسين، مين موتيءَ ڪؤن سونهڻا.

( ٢ )

مين موتين ڪان سونهڻا، لب لاليءَ ڪان لعل
برق بصر جي ناهم برابر مئيل متوءِ مثال
طوطي آنڦ نم تهڙو، سترو سممُوءَ ڪان سال
مين تم مک نم اهڙو، منه ماهم ته ناهم مجال
ڪيسر ڪٽ نم ڪار ۾، ڳت نم ڳنير چال
مصري مٺ نم مانگهم جو، وحدت وڏ وصال
تنهنجي خوض خيال، 'مهنو' مرداري ڪيو.

## پنجڻ

'پنجڻ' غالبا ساڳيو، سگهڙ 'پنجو' آهي جنهن جو بيت مٿي باب پنجين هيٺ صفحي ١٥٣ تي اچي چڪو آهي. هن بيت جي لغات وڏيڪ غور طلب آهي(١).

دَڏ دَنسيرَ، ڀڳ پاريتور، عجب اورن اور
نَسَ چٺوهر ۾ چٺيڪن گهٽو، چس چاسينگر چور
ممُون منڌر، ڦيل ڪوئل، چاجي هرڻ هور
ڪؤنت قوست، قَنُ پسارت، تل نم تهين طور
اوه آڏت، پيهم بينگي، آ هيءَ قريبن ڪور
سمڪ مٺ نم محبوب جو، ڏي سمڪي منجهم نهور
ماڳ چڏي ويا مور، ويا وري پاريتور "پنجڻ" چئي.

(١) هيءَ بيت وڏي سڄاڻ سگهڙ ٻگتي شر جي زباني قلمبند ڪيو ويو.

# شاعر غير معلوم

شاعر غالباً دادو طرف جو ۽ جلال واري دور جو هو جو سنڌس بيت جو اسلوب ان آگاڻي دور وارو آهي (١).

١. ورهـــه رڃي وتـــڻــــي ڏوره رڃي ڏاراس
٢. گنت کـسي وڻي گنج کـئون، لـکين لـيث لـٽياس
٣. پـارڌي پـنـهـنــجـن سـان، سـانـڍي سيڙاياس
٤. پـرين جـي پاراس، هـيءَ منڊ نه ماڙهن جهڙي.

١. شايد معنيٰ ته: فراق کان سواءِ به هو (مستي مخموري ۾) پئي ڦري (وتڻي=هلندي وتي) ٢. هاٿيءَ کون به هلڻ جي لوڏ کسي وئي، ۽ پنهنجي سنهي چيلهه سان شينهن کي به هيسي هيٺ ڪري ڇڏيائين. ٣. پنهنجن پنبڻين جي تير سان هو هڪدم نشان ڪري ڇڏي، جنهنڪري شڪاري (پارڌي) ۽ سٽينڊڙ سانڍيا اجايو پيا سيڙجن. ٤. سنڌس پار پرين وارا آهن، ۽ سونهن ۾ هيءَ منڊ ڪا عام ماڻهن مثال (ڪانهي).

مٿين شاعرن کان سواءِ جن مان گهڻن جا نالا معلوم ٿي سگهيا آهن، لاڙڪاڻي ۽ اتر طرف ڪي پيا به سگهڙ شاعر ٿيا جن جا بيت اسان ڪڇهرين ۾ ٻڌا. مثلاً هيٺيان بيت اتان جي سگهڙن پڙهيا جنهن مان پانئجي ٿو ته انهن بيتن جا شاعر پڻ ان طرف جا هئا.

پـپ پـاريـهـر، گـت گـنـيـر، عـجـب جـاني جـو
سـيـهـه کـچـي، ڪـٽ ڪـيـري، سـاجـن منهنجو سو
سـٽـي لات لـطـيـف جـي ڪـوئـل ڪـين ڪـچيو
بـنـا تـن رڃ تـو، نـاهـي آرام اکـيـن کـي(٢).

---

(١) وڏي سگهڙ ۽ ڪٽي شر جي زباني قلمبند ڪيل ٢. اصل 'وتني' جنهن کي 'وَت ني' توڙي 'وتڻي' پڙهي سگهجي ٿو. اصل ڏارياس. ٢. اصل لتاياس ٣. اصل. پانڌي پنبڻين سان، ساڻي سيڙاياس.

(٢) محمد عمر چني، ڳوٺ بهمڻ، تعلقو رتوديرو جي زباني ١٢-جولاءِ ١٩٨٠ع تي قلمبند ڪيل.

ڪنڪوءَ جيها سجڻان، ڪار ڪنگوءَ جي ڪن
ڪَرڪن ڪَنهِيل پڪيءَ جان، لات لطيف لنون
آهينئي ڪوُن اڳرا، وچن جهڙي وَن
ٿَهريا گهمن ٿان تي، لگ نہ لڏي تن
زمين پٽي زاريون ڪيون، سان تي مان اچن
مانڪي موهيو تن، جن موهيڙا منهن تي(١).

—

سنها ماڻهو سُهڻا لَهڪڻ جان لهڪن
چيلهہ سنهي سنهن موڪرا ڪُڙي ڪهني وَن
جُتي اوجر پوش جن آندي آستادن
هيٺون لامون لاڪ جون، متي ڏوُنر ڏلن
مانڪي موهيو تن، جن لال موهيڙا منهن تي(٢).

—

مُنهن مهتاب سجڻ جي تان قمر ٿيو قربان
پسي عَين عجيب جا، سِرگهم ٿيا مستان
مژگن ڪان محبوبن جي، وِچُون منجهہ وَجدان
مَٿ نہ پيانيان ڏندن جي، موتي ۽ مَرجان
موس قزح چيا لگي، آبرو سيف ڪمان
سَرَوَ ڪيري قدين پيو، ڏسي قامت قربان
ڪبڪ هلڻ ڪان ڪني وئي، هاٿي ٿيا حيران
دل ۾ گهاءُ گهڻا ڪيا، پلڪن جي پيڪان
ڪوڙين ٿيا قربان، محبت متوالا اچي(٣).

—

(١) ۽ (٢) اهي ٻئي بيت مکهڙ سچل شر، سنجر پور لڳ محمدآباد (تعلقو صادق آباد) ۾ مرحوم پير مبارڪ شاه صاحب وٽ ٦-اپريل ١٩٦٥ع تي ڪيل ڪچهري ۾ پڙهيا.

(٣) هيءُ بيت لوڪ ادب جي ڪارڪن خاوند بخش ساقي (ضلعو سکر) لکي موڪليو.

## (ب) اُتر ۽ ناري طرف جا شاعر

دادو-لاڙڪاڻي واري طرف کان 'سينگار شاعري' جو ذوق اڳتي اتر طرف سديجي، ڳڙهي ياسين، شڪارپور، ٿل طرف وڌيو، ۽ غالباً پوءِ اُتان ئي روهڙي ڊويزن واري علائقي ۽ ناري طرف وڌيو. صابر موچي، صادق ڪٽي ۽ صادق ميربحر غالباً پهريان وڏا سگهڙ هئا جن اتر طرف هن ذوق کي وڌايو. هڪ روايت موجب صابر موچي 'سنگرار' جي ڳوٺ جو هو جيڪو مديجي جي هيٺان پيلي ۾ 'آدمجي' لڳ هو، ۽ جيڪو پوءِ درياءَ پائي ويو(١). ٻيءَ روايت موجب، شاعر ڪنيار 'ٿل' طرف جو هو(٢). ڏتو رنگريز (ڪٽي) شايد شڪارپور جو هو. ڳڙهي ياسين تعلقي جو ڳوٺ ڪاڪيپوٽا گهڻي وقت تائين سگهڙپائي جي رهاڻ جو مرڪز رهيو. صابر کان پوءِ ملان هوت موچي هتان جي سگهڙن جي سنگت جو سرواڻ هو، جنهن اندازاً ١٩٠٠ع ڌاري وڏي عمر ۾ وفات ڪئي. الله بخش ڪاڪيپوٽو ۽ وڏيرو شادي خان، ملان هوت جا سائياري هئا. انهن کان پوءِ ميان علي شاه، يارمحمد ڪاڪيپوٽو، ڏريل شاه، محمد رمضان ڪاڪيپوٽو ۽ محمد سچل ڪاڪيپوٽو هن سنگت جا سائياري هئا. محمد سچل ڪاڪيپوٽو ڏور، ڏهس، سينگار جو قابل هو. هن پوئين ويجهي دور ۾ خدابخش حجام، ڪريم بخش موچي (ملان هوت جو پائٽيو)، امير شاه، غلام فريد ڪاڪيپوٽو، لال بخش موچي، سائين رکيو ڪاڪيپوٽو ۽ واليڏنو فقير حجام هتان جا چڱا چاڙهو سگهڙ هئا. خدابخش حجام کي اڳين سگهڙن کان سليل سينگار جا گهڻا بيت ياد هئا. راقم جون انهن سگهڙن سان رهاڻيون ٿيون.

---

(١) زباني ڪريم بخش موچي، ڳوٺ ڪاڪيپوٽا، تعلقو ڳڙهي ياسين.

(٢) راوي سگهڙ محمد نواز جوڻيجو، ميرو خان.

شڪارپور ۾ ان سان لڳ خانپور ۾ ڪئي سگهڙ هئا جن مان هن پوئين دور جي وڏي سگهڙ ملان جانڻ سان اسان جي ڪچهري ٿي. ٿل طرف در محمد خان چانڊيو ۽ ميرپور برڙي ۾ سنهايو 'ڪفش دوز' (موچي) وڏا سگهڙ ٿيا. عبدو ۾ بهاول مهر وٽ ڏور جي وڏي ڪچهري هئي. ميرپور برڙي ۽ ٺل طرف هن پوئين دور ۾ محمد يعقوب برڙو، سيفل پٽي (حال حيات)، گابر خان چانڊيو، رحيم بخش موچي (مرحوم سهائي جو پٽ)، خاقل برڙو وڏي سرت وارا سگهڙ هئا جن سان اسان جون ڪچهريون ٿيون.

شڪارپور- ٺل واري پاسي کان پوء روهڙي ۽ ناري طرف ڪچهريءَ جو ذوق وڌيو. روهڙي شهر ۾ هوت موچي وٽ چڱي ڪچهري ٿيندي هئي. روهڙي کان اڳتي ميرپور ماٿيلي- اباوڙي طرف شرن سگهڙن ۽ ڏبر جي جاگيرائين ۾، ۽ ناري طرف پنهورن ۾ سگهڙپائي جو ذوق وڌيو. بهادر علي شاه سنگرار وارو وڏيون ڪچهريون ڪرائيندو هو. هن پوئين ويجهي دور ۾، سگهڙ صابر شر (ويٺل پيروڏو)، محمد يعقوب (ابڙي) موچي (ڏهرڪي) سان راقم جون ڪچهريون ٿيون. اهي ٻئي وڏا سگهڙ ۽ وڏي سرت سمجهه وارا هئا جو ڪين اڳين سگهڙن جو گهڻو ڪُڇ ياد هو. پنهورن ۾ 'سينگار شاعري' جو شاعر بودو پنهور ۽ صابل پنهور (باڙو ڏيٽڙ) اڳ ٿي گذريا. لالو فقير پنهور 'ٻاراهو' جو وڏو سگهڙ هو. هن پوئين ويجهي دور ۾ راقم جون بودن فقير پنهوري ۽ لڇمڻ پنهوري سان ڪچهريون ٿيون جيڪي پنهنجي وقت جا وڏا سگهڙ هئا. هن وقت ٿوهر فقير پنهور 'سومريجي' جو هڪ سجاڻ سگهڙ

آهي(١)۔ پنيرن سگھڙن جو ڳُڻ، ناري جي سگھڙ نور محمد شنباڻي (حال حيات) ۽ هدايت علي فقير رڏ (حال حيات) هٿ ڪيو جن سان اسان جون اڄان تائين ڪچهريون ٿينديون رهن ٿيون.

## ڏتو

ڏتو غالباً شڪارپور جو ڪنهي هو ۽ ٽالپورن جي دور ۾ ٿي گذريو. پنهنجي ڏنڌي جي لحاظ سان پنهنجو نالو ”رنگريز“ ڪري ٻه آئيندو هو. سندس هڪ بيت جي سٽ ۾ چيائين ته:

هو امر ساڻ امان، رحم ٿيو ”رنگريز“ چئي.

هڪ ڪچهري ۾ (جيڪا غالباً پير مبارڪ شاه مرحوم وٽ، محمد آباد، تعلقي صادق آباد ۾ ٿي)، گينڊو نالي سگھڙ، ڏتي ڪنهي جو هڪ بيت پڙهيو جنهن جي آخري سٽ هئي ته:

سڀ عاشق جو اطوار، اهڙي ڏِس ڏتو چوي.

سندس هيٺيون سينگار جو بيت اسان کي سگھڙ ملان جاڻن (ولد ملان ربڏنو ڪنهي سومرو ويڙهل خانپور) کان مليو*.

ماه مثئون محبوب جي، تون ادب سان ٿي آءُ
تو ٻي چنڊ چانڊوڻي ڪئي، پر هت ٿئي سائينءَ شمع شعاءُ
ستان لخجي وچي لڙ ۾، ڏسي تابش تاءُ
اڄي پئو تون پيش پرين جي، چٽڪي وانگي واءُ
ڪمل ساجن جو سهجاء، آ اهڙيءَ ڏِس ڏتو چوي.

---

(١) قائم فقير پنيري (ويڙهل لڳ سوراه) جي قرب سان هڪ ڪچهري ١٣- فيبروري ١٩٨٦ع تي ناري کان پريان ’سومريجي‘ ۾ ڳوٺ عالادي پنيري ۾ ٿي، جنهن ۾ ٿوهر فقير پنيري، جلال جا ڪي نوان بيت ٻڌايا.

* جنهن سان خانپور ۾ ٢٤- اپريل ١٩٥٥ع تي ڪچهري ٿي.

## سهايو (ڪلهوڙو) موچي*

ميرپور ٻرڙي، تعلقي ٺل جو ويٺل هو. ذات جو ڪلهوڙو هو پر موچڪو ڪم ڪندو هو. صابر موچي جي سلسلي جو آخري وڏو سگهڙ هو. سنه ۱۹۵۶ع قاري سؤ ڪن ورهين جي وڏي عمر ۾ وفات ڪيائين. بيتن ۾ پنهنجو نالو 'ڪفش دوز' (= موچي) ڪري آنداٿين.

پَهِ پساريءَ ور پرينءَ جا، چلي گنئير گام
آهو عَيْنن عجيب جا، ابرو ايراني صمصام
تنهن سان ڪوئل ڪچي ڪينڪي، تي جهڪي ڪري زبان
جنهن جي گفتگو مئون گوهر نڪرن مُشڪ عطر عنبران
تنهن جي مُنهن ماه مقابلو چا ڪندو، الماس نه سٺ دندان
ٻين چتُون جي چا ڪندي، ناهي مٺ رنگ ڪنچل ڪام
اهڙي سهٽي ساجن ساڻ، هڏجان ڪول "ڪفش دوز" چئي.

## اگڻ فقير

اگڻ فقير جا هيٺيان ٻه بيت هڪ اڳ جي لکيل پنهي تان اتاريا ويا. بيت سڪ ۽ محبت وارا آهن پر اسلوب سينگار وارو آهي.

ظالم زلف سجڻ جا هين ڪارا ڪيس ڪڪر
تنهن چوڙي چڙيا هين شان ڪون تڙ تي تيليٿر
مُنهن سُونهن محبوب جهي وار انبوه عنبر
چنبڙيو چندن ڪي پوَن، جيئن ڪريون ڪاريهر
ڪندم پروش پاڻهين منهنجو حال ڏسي هيڪر
ڪي ڪنهي جي آڌر، آئون 'اگڻ' آڌر آن جهي.

---

*سگهڙ محمد يعقوب ٻرڙي ۽ سيفل پٽي (ميرپور ٻرڙو، تعلقو ٺل) جي زباني قلمبند ڪيل. صمصام = تلوار. ٻين = نڪ. ڪنچل = سون. ڪول = گڏ.

سدا ساجن سهڻو، جنهن جا پهه پهه نيڻ پرن
وِ چن وانگي ويس ڪيا هين انهيءَ جي آڪين
پيتو آب حيات آ تن محبن جي مڙگن
پيشڪ دل بهار ڪئي تن نازڪ جي نيڻن
اچيو عجيبن جا، تا پلپل پور پوَن
سجڻ ساڻ هُجن، شل ’اگڻ‘ اهڙا سپرين ۔

—

آ ئيون پرين تنهنجون تيون پاڻ هڻن پيئي
ڪجل ري ڪاريون آهي تيون ڪيرائن ڪيئي
ابرو ۽ مڙگن جا هين تير تکا سيئي
سي سالڪ سيني ۾ جهلين، هين اهل اوهيئي
”اگڻ“ اگيئي، سي ڪجليون تن ڪينکي ۔

## وسائو

وسائو غالباً ميرپور ماتيلي - اپاوڙي طرف جو هو جنان جي سگهڙ جي زباني هي بيت قلمبند ڪيو ويو(۱)۔

۱۔ تر هل تليهر، ڪکر ڪيس قريب جا
۲۔ سينهن چون سکپر منهن، ڪر ڪنگوءَ ڪئون ڪر
۳۔ اُونهر ڪئون اونهان پرين، وتن پيي وَن ڦر
۴۔ سي وسن ”وسائو“ چئي، منهنجي دل اندر دلبر
۵۔ سولي مسافر، ميل تم مانداڻي لهي ۔

---

(۱) سگهڙ بگتي شر جي زباني قلمبند ڪيل ۱. اصل . ’ تر هن تليهر‘ جيڪو ’طرح نہ تليهر‘ پڙهي سگهجي ٿو ۲. اصل ائين ۳. اصل ائين .

## رمضان

رمضان ( غالباً چانڊيو) بيڪاري لڳ تعلقي جوهي جو ويٺل هو. سندس هيٺيون بيت ان طرف ڪيل ڪچهري ۾ قلمبند ڪيو ويو. هن بيت جي لغت غور طلب آهي(١).

لوڏ ڪنجل، ڪٽ ڪيسري، تن اونئر نوف نتر
اونئور ڪان آونها ٻرين، هين سيھ ڳلو، ڪٽ سر
سرنگهان سال ٻرين جهي، ڪرڪن ڪونل ڪر
چنجٽيان ٿيئو چانجوهو، چهڪي منجهم چچر
ٻريون ٻريسان جهي ٻر، رتيون نسا رمضان چئي.

## (ج) درياءَ جي اوڀر طرف خيرپور کان هيٺ لاڙ تائين سگهڙ

هن وڏي وسيع علائقي ۾ 'سينگار شاعري' جي ڪن ٿورن شاعرن جو احوال دستياب ٿي سگهيو آهي. هن وقت تائين مليل مواد جي آڌار تي چئي سگهجي ٿو ته خيرپور رياست وارو ڀاڱو ئي 'سينگار شاعري' جي رس رهاڻ جو مکيه مرڪز هو. غالباً ميرپور ماٿيلي-اباوڙي طرف جي شر بلوچن سگهڙن کان رياست ۾ ٺري-ميرواه جي شر قبيلي جي سڄاڻ سگهڙن وٽ سينگار شاعري جو ذوق پيدا ٿيو. رسول پور (گهنڊ) ۾ محمد فقير، صديق فقير پيا درويش ۽ سگهڙ ساماڻا جن کان پوءِ سندن پوين وٽ هيءَ ڳن هلندو آيو. صديق فقير جو پٽ محبوب 'سينگار شاعري' جو وڏي ذهن وارو سگهڙ شاعر هو. انهيءَ دور جو پيو وڏو شاعر حمل خان لغاري هو جيڪو

---

(١) سگهڙ ڪابر خان چانڊيي جي زباني، مرحوم درمحمد خان آڊي وٽ محمد پور ۾ ٢٥ ڊسمبر ١٩٥٩ع تي ڪيل ڪچهري ۾ قلمبند ڪيو ويو. نوف = ٻين شاعر 'نيف' آندو آهي. اونور = ٻين 'اونهر' آندو آهي. ڪٽ سر = ٻي پڙهڻي؛ ڪٽسر. رتيون = ٻي پڙهڻي؛ رئيون.

پڻ پهريائين خيرپور رياست ۾ رهندو هو. هيٺ ڏنل سنڌ س بيتن مان معلوم ٿيندو ته 'سينگار شاعري' ۾ پڻ هو نهايت بلند پايي جو شاعر هو. هيٺ لاڙ ۾ 'سينگار شاعري' جي ڪچهري جو وڏو چاڙهو بگٽي شر هو جيڪو مٺان اتر مان لڏي اچي جهول جي شهر (تعلقو سنجهورو) ۾ ويٺو هو. ڪيس گهڻو ڳن ياد هو ۽ ساڻس ڪي وڏا ذهين سگهڙ صحبتي نه ٿيا، ۽ انهيءَ ڪري اتي 'سينگار شاعري' جو ذوق ايترو ڪو نه وڌيو. لاڙ ۾ حاجي طاهر گرائي، دريا خان، الياس، مهدي ۽ نصير جا بيت اسان کي دستياب ٿيا پر انهن جي جنس البت نسبتاً سادي آهي.

## محمد

محمد پنهنجي دور جو وڏو سگهڙ شاعر هو. سنڌ س بيت اسان کي، ماڻيلي-اباوڙي ۽ رسول پور (گهنبٽ، خيرپور رياست) جي سگهڙن توڙي جهول جي وڏي سگهڙ بگٽي شر کان مليا.

( ١ )

هيءَ جا چنلي چول، تنهن هستيءَ کي حيران ڪيو
عقل اڪابر سڃڻا، هاڻو ڀڃهرن هول
سيهم ڳچي، ڪٽ ڪيسري، پار ڪري جڻ پول
ڳوڙها اڻس ڳلن تي، چوڻرا پاس چنبول
تنهن محبوب جي، محمد چئي، ڳوٺ ڪيان سب ڳول
دوست پرين در ڪول، من واجهائين وري ڪٺي.

(١) جهول جي سگهڙ بگٽي شر، رسول پور (گهنبٽ) جي سگهڙ آڳيڏني شر، گلڻ جلباڻي، ڏهرڪي جي سگهڙ محمد يعقوب (ابڙي) موچي جي زباني قلمبند ڪيل. آخري سٽ جي ٻي پڙهڻي: 'اي دوست پرين در ڪول، ته من واجهائي ور ڪٺي'؛ من واجهائن وري ڪري.

( ٢ )

زنگي زلف دراز ٽيا، ڪارنھہ ڪرِونَ ڪور
سرڪنڊان سرھا سڄڻ، عُود عنبر ڪان اور
سجگن سندي سامري، شھلا وجھن شور
جنگ فرنگ فجر جو، عاشق پروَنِ پور
سڪڻ مُنھن ملوڪ جو، ڪنڪوءَ ونَ ڪڪور
پيھڻ گل پاسيرو ٿيو، پسي زينت زور
ڪنڍي ڪونج قريب جي، قولن وڌ ڦڪور
طرح نہ ملي طوطي کي، بيني پاس بنور
شڪم شيشو شمشاد جو، پوپٽ ونَ پتور
سينو صاف سڄڻ جو، ھيٺان ھلي ھور
چڃي چيلھہ وري پيو، ٿيو لَيِٺ لڪور
ھيرا لعل ھٿن ۾، تريون تارن طور
ھيٺ ڪبوتر قدمن ۾، ستان گھمن سور
مشتاق ٿيا محمد چئي، ستان چنڊ چڪور
ڪڪرن منجھہ ڪنگور، ڇپي وئي ڇاتيءَ ڪان.

[سڪھڙ جي ڪيل معنيٰ موجب: زنگي = ڪارا. ڪرون = پيونر. سرڪنڊ = چندن. سجگن = پنبڻين. شھلا = گل جو قسم. پور = ٽڪر ٽڪرا (عاشق ٿين ٿا). ڪنگو = لئي جي وڻ جو ڳاڙھو پور. ڪنڍي = ڳچي. بيني = نڪ. بنور = بناوت، سھڻائي. پتور = سنھڙو. ھور = سج. ھيٺان ھلي = ھيٺاھون ھلي، نمي ھلي. چڃي = چٽڪي = ڏسي. ليٺ = شينھن. لڪور، لغور = ھيسيل، ھٺايل. ڪنگور، ڪڪور = ڳاڙھاڻ، وڄ، ڪنوڻ]

( ٣ )

ڪاڪل قريبن جو، ڪڪر ڪارونيار
چشمن جا چالا ائين جيئن ترني تجليدار
ڏندن ڏيکاءُ عجيب جو، موتين ڳوپ قطار

رُخ ڪسان مسلي روشني، چشمو قبلو چوڌار
مُلڪن ۾ محمد جوي، آهي سونهن ڀريو سردار
اهو ڪامل قُدر بدار، من ڪٽي ڪري ڪرم ڪنوڙي تي. (١)

( ٤ )

ميخان متنجهان مئي محب ڏئي تو مست ڪري ميرگهڻ
موتيي، مرجان، مين مٿان هي ميڻ ڪري مشڪن
سُرخ سجڻ، سيهم سرمن سيسي، لڪ لٽيث پسيي
تم ليڪن
پيبر پٺونڙا پدميٺي، مٽث گنيي چسا گورن
هنج، مور، چشم چڪور، قاتا فيل قندن
پينڊ پونر پيشيهر، سنبل سنهڙا، ليٽن لال بدن
الٽي ڏيٺي آجهيا آلبيلا، چهٽيا چاس چندن
قرب ڪري ڪچ ڪيسن ڪي، بوءِ پيت پٽي پونرن
جٺن بدر پر ڪڪرن، تٺن رخ سوءِ اکيان محمد چئي.

( ٥ )

دامَ وجهن دلَ، دلِ ۾ دلبر، آبرو شاب شهل
آرڱ آوچا ڪچهين قربئون ڪن آليهر آب آتل
آپسر آڪيا پسرن پرِيان، موتي موءِ مڪمل
سرڪنڊ سُرهي ساد سبائي، بوءِ بدن بخمل
پويت ون آڳات پريان، ڳت مست ڪري مئندل
ورن وهي عجا سون وران، رهيون ڪتيون ڪن قبل
خورشيد خجل ۾، محمد چئي، ڪن مينگهم مهارون مل
ڏيا ڪلٽي قلب ڪثيل، ماه مثل محبوب پسيي.

---

(١) بي پڙهتي: ڪٽي ڪري قول ڪنوڙي تي.

(٤) سگهڙ جتوئي شر (تعلقو ميرواهه) ۽ عبدالرحمان مهيسر جي زباني قلمبند ڪيل، ۽ ڊاڪٽر منديلي جي لکت ۾ روايت، (س) مان پيٺيل.

(٥) سگهڙ جتوئي شر (تعلقو ميرواهه) جي زباني قلمبند ڪيل ۽ ڊاڪٽر منديلي جي لکيت ۾ روايت (س) مان پيٺيل.

## محبوب شر

محبوب پٽ صديق فقير شر ويٺل رسولپور (گهنڊ)، تعلقو ميرواه، ضلعو خيرپور، ڏالپور اميرن جي دور ۾ ٿي گذريو. صديق فقير به وڏو سگهڙ شاعر هو. پنهنجن بيتن ۾ سينگار جو معنوي رخ نبي (صلعم) جيي سونهن صفت ڏانهن موڙيائين.

( ١ )

دامنيئون دلبر جون هَن روپ اگـن رنگ رُو ۽
پيشَبَ جي پترلاوَ جي هَس مڙئي خصلت مٿو ۽
قمر شمس قريب کسي کتڙا دست پڌيو در دُو ۽
طرح تنهين طائوسن جي مٿي خوبي خشيت خـو ۽
اندر هنڙي هُو ۽، اٿم محمدﷺ (صلعم) جي محبوب چئي.

( ٢ )

پکب پاريور پدمني، دل دامنيون دَوراس
آلَ، آليهر آور سر، مُک مترور موچاراس
پانيان کتر کريم ڏونه جن چمن ۾ جلواس
لاڏئون لاڏ پتري سندا، چيتَن جن چمڪاس
تَرسيي تيت طائوس وڻا گَرهڻ گات سنداس
اڃان هيج هئاس، وڌ محمدﷺ (صلعم) جا محبوب چئي.

## حمل خان لغاري

حمل خان ولد رحيم خان لغاري، سنه ١٢٢٥هه (١٨٠٩ع) ڄاري ڄائو. سندس وڏا اصل خيرپور رياست جا رهاڪو هئا، پر پاڻ پوءِ لڏي اچي ڳوٺ مير خان لغاري لڳ، تعلقي سڪرنڊ، ضلعي نواب شاهه ۾ رهيو. کيس چڱي تعليم ۽ تربيت ملي هئي ۽ پاڻ به پڙهائي ڪندو هو. وڏو شاعر سگهڙ ۽

---

(١)-(٢). جتوئي شر (ميرواهه ضلعو خيرپور) ۽ عبدالحڪيم وڪيي (صادق آباد) جي زباني قلمبند ڪيل ۽ پيتيل.

سياڻو هو، ۽ وقت جا خاندان ڪيس عزت جي نگاهه سان ڏسندا هئا. لواري وارن بزرگن جو مريد هو. وڏيءَ عمر ۾ ٢ صفر ١٢٩٦هه (١٨٧٨ع) ۾ وفات ڪيائين.

حمل خان نه فقط وڏو سگهڙ شاعر هو پر حقيقي معنيٰ ۾ 'شاعر' هو جنهن سهڻي ٻولي سهڻي سٽاءَ سان آندي ۽ نازڪ خيالي جا نوان رنگ نروار ڪيا. پنهنجي سرائڪي ٻولي ۾ محبوب جي صفاتي حسن جي تعريف ڪندي، سندس منهن ۽ پيشاني، ڀرن سهڻين اکين ۽ ڪارن وارن جي وصف ۾ مثالي بيت چيائين جن جي پيران نورمحمد، شاه محمد ديدڙ ۽ ٻين بيت چيا*. اهڙن بيتن ڪان سواءِ خاص 'سينگار شاعري' جي رنگ ۾ هن هيٺيان بيت چيا جيڪي سهڻي سٽاءَ ۽ سهڻي معنيٰ جي لحاظ سان معياري آهن ۽ جن مان اها تصديق ٿئي ٿي ته بيشڪ ان دور ۾ حمل خان 'سينگار شاعري' جو سدا ملوڪ شاعر هو.

[ الف ]

١- رِدَانْ رَجْنِيءِ جِيهون، چِتَمْ چِيهَل ڪَشُون وَدَ
٢- آنْفَ آنَنْگَ ڪَشُون آڳرو، رُوءِ رَبِّنَ ڪيو رَدَ
٣- ڪيسَرَ ڪَسْتُنْبَ، ڪنگوءِ ويتر خوب پريان جا خَدَ

---

* اهي بيت اسان "ڪليات حمل" (ڇاپو ٻهريون، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٣ع، مقدمو، صفحا ٣٨-٤٣) ۾ آندا آهن.

(١) رِدان (هندي) = زلف، وار. رجني (هندي) = ڪاري رات. جيهون = جهڙيون. چتم (بلوچڪي) = چشم- اکيون. چيهل = چيهل (هندي) = هرڻ.

(٢) آنف (عربي) = نڪ. آننگ = طوطو. روءِ (فارسي) = منهن. ربين (هندي) = آفتاب- سج. روءِ ربين ڪيو رد = دلبر جي رخ، سج کي به شهه ڏيئي ڇڏي.

(٣) ڪيسر = هڪ ٻوٽي جي گلن جا خوشبودار وار. ڪستنب (هندي) = ڪنهبو. ڪنگو = هڪ ٻوٽي جو ڳاڙهو رنگ. خد (فارسي) = رخسار- ڳل. ويتر خوب پريان جا خد = سڄڻ جا رخسار انهن مڙني ڪان وڌيڪ لال آهن.

۴- ڏَنْدَنَ دلبر جا پَسِي، وَڃي دُرُ پيا منجهه دَنْدُ
۵- چهرو چمڪيو، چيچَ چِٽي، ڪيو زيبُ ذَهَبَ کي زَرْدُ
۶- جَوزا جانِبَ کي پَسِي، ٿيو عشق مَنجهارَئُون آدُ
۷- ڪيو منجهه خُمارَ سدائين، مَحبُ پِريِنُ ريءِ مَدُ
۸- نُور پَسَنُ کي مور هليا، پيو سُنڪَر ڪي ٿي سَدُ
۹- ”حمل“ جِنهي هيتِ حَدُ، بيشڪ ناه بيان کي.

[ ب ]

۱- زُلفَ ڪري ناڳ، ڏَنگن بي سانگ، موهيا مَن مانگ،
تَهانُ بُرِ بانگ، تِم مِژگانُ تيرُ تمهارا

۲- رَيِنُ ڪري رُوءِ، سَدا خوشخوءِ، مَلي خوشبوءِ،
هَمه هَرسُوءِ، هوِيا هَبڪارا

۳- تَجَلّي تاب، موهيا مَهتاب، ڪِنڪور ڪباب،
آگَنِ ڪَئُونُ آب، ڏِيا آنسوارا

۴- جَبِينُ کي چِينُ، ڏيکي غمگين، موهي مسڪين،
وساري ڏِين، دُنيا عُقبيٰ را

---

(۴) ڏچن (هندي) = ڏند. دُرُ (عربي) = اچا موتي. ڏڌ = ممنڊ.
(۵) چيچَ = چيچهه (هندي) = وچ - ڪنوڻ. زيب (فارسي) = سونهن.
ذهب (عربي) = سون. زد ڪرڻ = جهڪو ڪرڻ - گهٽ ڪرڻ.
(۶) جوزا (عربي) = هڪ انهايت چمڪندڙ ستارو. ڪيو = خماريو -
مخمور - نشي ۾ مست. خمار (فارسي) = نشو - مستي. مد (هندي) =
مَنڌُ - شراب. (۸) سنڪر = هاٿي.
(۱) بي سانگ = بنا سانگي. مانگ = سيند. تهان = ڪمان. بربانگ =
ابرو. مژگان = پنبڻيون (۲) ريِن = سج. ملي خوشبوءِ = خوشبوءِ
پريل آهي. (۳) ڪنڪور = برق. ڪنڪور ڪباب = وڄ کي ٻه جلائي
ڇڏي. اگن ڪون آب ڏيا = آڳ کي ٻه تيزي ڏنائين. (۴) جبين
کي چين = پشيانيءَ جو نقش.

٥- آدُگَرُ عَيْنَ، سَجَّنُ دِنُ رَيْنَ، چِلاوي چِيْنَ،
سُٺاوي سَيْنَ، دَرِ پر دارا

٦- ڪيَلِ ڪَي ناس، گھڻي خوش واس، سياوي ساس،
ڪري [ نا ] قياس، بلوچ بيچارا!

٧- جواهر دَنْد، لب، گُلقند، دَهَانُ خوش خَنْد،
ڪَريگا بَنْد، هَمَهُ هوشيارا

٨- زَنَخُ ڪا زيب، سُهاوي سيب، سَجن بي عيب،
آپايا غيب، غمهِسنُ غمخوارا

٩- نُرَنُ ڪا طور، ديکا هي سور، گيا چَپُ چور،
جيٺونُ چَل چور، گھڻي ڪو چارا

١٠- صَدَرُ دِل صاف، لَطيفي لاف، نِهانُ تَنْگ ناف،
تيرا ڪوه ڪاف، پَڙا پَڙلارا

١١- ڪَنْيَر ڪي ڪٽ، گيهڻي دِل جهٽ، پينگي منهن مٽ،
ميٺي مين ليٽ، هوئي گُمگارا

١٢- رُخَشُ گُلْفام، نبوت نام، نُرے نَمْنام،
ڪنير گتُ گام، چلي گَنيّارا

١٣- نَبِي ڪا نُوُر، هويا مشهور، تيسا دُڪ دُورُ،
ڪيسا مَسْرُورُ مُلڪ مختارا

---

(٥) ادگر = هرڻ. ادگر عين = هرڻ جي اک مثل. چلاوي چين = آرام ڪسي وجي. سناوي سين - الخ = دارا جهڙو بادشاهه به دروازي تي پيو صدائون ڪري. (٦) سياوي ساس = ساهه ڪي سيبائي. (٨) زنخ = ڪاڏي. سهاوي سيب = صوف ڪي به سونهي. (٩) اصل. ترندي ڪا طور. (١٠) صدر = سينو. لطيفي = سنهي - نازڪ - پاڪيزه. لاف = پيٽ. نهان = تنگ. ناف = دن سوڙهو ۽ اٺ لکو. ترا ڪوه ڪاف پڙا پڙلارا = تنهنجي (حسن جي) هاڪ (پڙلاءُ) ڪوه ڪاف جبل ۾ پئجي وئي. (١١) ڪنير = شينهن. ڪٽ = چيلهه. پنگي (ڪذا) = پکي؟ (١٢) نمنام = نازنت سان. ڪنير گت = هاٿي جهڙي. گام = وک - نور. ڪنيارا = ڪن وارو.

١٤- شفيع کي شان، اوپر فرقان، مٺا رحمان،
تيا قربان جملي جڳ سارا

١٥- حمل دن رات، نبي کي نعات، پڙهو صلوات،
ٻم ڪلمه بات تيسي چٽڪارا

## ٻيڙو ٻالادي

ٻيڙو ٻالادي ضلعي خيرپور ۾ ڳوٺ 'جلالاڻين' جو ويٺل هو. سکهڙ هو ۽ ڳجهارتن جو به سلوڪ هوس. سنه ١٩٠٠ع ڌاري نوي- پنجانوي سالن جي وڏي عمر ۾ وفات ڪيائين. سندس هيٺيون بيت مشهور آهي*.

ٻرين پاڻ پَسائيو، ڏوريءَ منجهان درسن
آتي اونگ آسهيا، کهلايو ڪالڻ
چٺا خاطر چين جي، پگا پيئي وڃن
جيئن اشرنگ آسمان ۾، تيئن سينو سپرين
گهرائي گلڻ ڪان، وڃ لالائي لبن
موتي ڏند محبوب جا جنهنور جان جرڪن
ڏسي هلڻ حبيب جو، سات لڳي مورن
ڳت گنير گار ٿي، ڪا جا چال چلن
ٻڌي دل ٻيڙو چئي، منهنجو تن به نيو تن
مولا محب ملن، جيڪي ريهي راند ڪٺي ويا.

[سکهڙن جي چاڻ موجب: اتي اونگ آسهيا: حسن جا جلوا اٿيا. کهلايو ڪالن=رات جي ڪاراڻ گم ٿي. چٺا=چيٺا شيهن. چين=چيلهه. اشرنگ=انڊلٺ]

(١٥) تيسي = ٿيندو.

* الله ڏني ڪورڪائي ۽ نور محمد شنباڻي جي زباني قلمبند ڪيل ۽ پيتيل. اختلافي پڙهڻيون: ٻي مٽ ١ ڏسي آفف آسيا. ٢ آخري مٽ ١ اهڙن عجيبن، منهنجو ساهه. سوگهو ڪيو سيم جان.

## حاجي طاهر گراڙو

حاجي طاهر گراڙو، ٽنڊي محمد خان طرف، حيدرآباد ضلعي جو رهندڙ هو. سنه ۱۹۵٦ع ڌاري وفات ڪيائين.

خواب ڏٺو هوم ننڊ ۾، جهڙو ورچ وَرن
عَيِنُن تنهن عجيب جا، چانڊوٽا چمڪن
قابو ٿيون قرب سين، ڪهڪيون ڪين ڪڇن
پاڻيو پيچ پرت جا ٿيون وَرَ وَرَ ونگ وجهن
گهايئون گهاء عشق جي، سُرڪي محبوبن
جيت پنڌ ناهي پيچرو، اتي ٿيون آنڪن
حبيبن لئي حاجي طاهر چئي، چڙڪيو چاڪ چيڪن
پرچي مليون پاڻ ۾، اڳيان عجيبن
مونکي اِن اکين، آهن سوين سُور چکائيا*.

## دريا خان

دريا خان نه معلوم ڪٿان جو هو. سندس هي بيت سنجهوري، ضلعي سانگهڙ جي هڪ سگهڙ کان مليو (۱)

هٿن [منجهه] هٿيار، سيني سَڪيلا سپرين
نرڙ تي نور پري، نڪ ڏگهو تلوار
پرون سچي سيگ جئن، عين گلولا گلزار
دو-نالي جئن دور وڙهن، نورُ پيئي نروار
لبن لڳيون لاليُون، ڏند وڏا وينجهار
ڪڏ ڪاڏيء جي سهٽي، اچي پٺي الغار

* هي بيت خود حاجي طاهر جي زباني، "سال" (تعلقي ڪوٽڙي ضلعي ٺٽي) ۾ سگهڙ فقير محمد هاشم مگٺهار جي ڳوٺ ۾، ۵ جولاء ۱۹۴۹ع تي ڪيل ڪچهري ۾ قلمبند ڪيو ويو.

(۱) لونگ فقير جوکيي (وينل متهلو، تعلقو سنجهورو) جي زباني سنه ۱۹٦۴ع ۾ قلمبند ڪيو ويو.

ڪن ڪيائڙي، پاپڙيون، چونئي کي چوڌار
مٿي تي محبوب جي وَر وانٽوڙا وار
پوش پوشاڪي پٽ جي، پيو هيري ڳچيءَ هار
آرهم تي عجيب جي آهن گُل پيئا گلزار
چيلهه سنهي چيٽائي، بدن بت بهار
آڱريون پرنس سون جئن، مڙهيون ميناڪار
ڪنڙيءَ تي خاوند ڏنيس ڪا لوليءَ جي للڪار
ساريو وچن مام سان درسن جي ديدار
دريا خان چئي ديدار، چونه ڪجن اهڙن عجيبن جا.

## الياس

الياس بابت معلوم نہ ٿي سگهيو تہ ڪٿان جو ويٺل هو پر غالباً لاڙ طرف جو هو. 'ساندن' مان ڪو سنڌس پيار وارو ساٿهو هو جنهن ڏانهن هن بيت جي پهرين سٽ ۾ اشارو آهي. الياس پنهنجي سڄڻ جي صفاتي سونهن بيان ڪئي آهي، پر آخري سٽن مان ظاهر آهي تہ بيت وڏي سڪ مان چيل آهي*.

'ساندُ' بہ منهنجي ساهہ کي، ميخُون' هنيون' مَل' (١)
پينبَڻ لنگهي پار پيا، سامهان رکي سَل
رُنان' رڙان' ريهُون ڪريان، اندر ٿئيم آجل
اکيون آنبَرونُ' ڪنڊ رون، برسات ڪئي بادل (٢)
سهسيون مهارو سڄڻين، موتي جيئن منزل
گُل زنگي، گل صنوبري ڪٿهنبي گُل ڪُليل
سنهي چيلهه سڄڻ جي، اڪولڪ لڙيل
موتي آهن شهري ۾، ڳوڙها سپ ڳتل
ايندوسئين ارسڻ ماهٺون، موڪيءَ جيئن ميٺل (٣)

---

* وڏيرو محمد سومار جاڙو، لڳ ٽنڊو باگو، تنهن جي زباني سنہ ١٩٦٠ع ڌاري يا ان کان اڳ اتي ڪيل ڪچهري ۾ قلمبند ڪيل.
(١) مل = زنجير جي چوٽين کي ڳنڍيندڙ چلو. (٢) ڪنڊ رون = ڪيڊرون. (٣) اصل ائين.

وره پسندس ونئين، مجني جيئن سهل
سهٹا انگ الياس چئي، ڏٺون سان سپ ڏکيل
پرين گذارج پل، تہ من سورن کي سنڌو پوي.

## مهدي

سٺي ڏنم سهٹو جانب جو جنسار
محب اگڻ مون آئيو سرس، کري سينگار
صورت سٺري يار جي احسن هئي اظهار
روشن رُخ پرين جو هو سوني مٺيا دار
چپ پرين جا چين هئا، نازڪ نڪ نروار
ڏندن ڏيکاري ڏني، چڻ دُرّ جو ديدار
غبغب گوهر جان هئو هو تن حلقي دار
عجب ڳل عجيب جا ها طور وڏي تڪرار
آهو ڪئون وڌ عين عجيبن بيلڪل ها بسيار
نرگس نين پرين جا ڏور ڏين ڏهڪار
پنبڻيون پرين سنديون، چڻ سيف سندا سٹکار
آبرو عجيبن چوان، ڪمانون تہ قهار
اِن آبرن جي محراب ۾، الاهي اسرار
پيشاني پرين سندي، چڻ چوڏهين چنڊ چمڪار
زُلف زنجيرن جهڙا خالص هئا خمدار
ڪيس ڪرڻ لاءِ قهري مشڪي جا موچار
ڪاڪل دلڙي قيد ڪئي، هٹي سون هيڪار
عجب آواز عجيبن جو، حليو حشمتدار
لب پرين جا لعل هئا، شڪر ريز شمار
مور مثل محبوب جي، نور سندو نيلڪار
نازڪ سندو ناز عجائب، مشتاقن مدار
عجب اندام عجيب جا ظاهر زينتدار
تن سندي تعريف هيت، سون نجي ڪين پچار
واڌو ڪئون ويچار، "متهدي" وصفون محب جون.

## نصير

معلوم نہ ٿي سگھيو تہ نصير ڪٿي جو هو. غالباً هن پوئين ويجهي دور ۾ ٿي گذريو

مارڻ لي مُشتاق جي سهڻي ڪيو سينگار
قدقامت سهڻي اکيشون ٿيو شمشاد شڪار
ڇهري زلف سڄڻ جي ڄڻ بادل چڙهيو بار
ڏنگ هٽي ڏينهن رات جو، نانگ وانگيان نروار
مُنهن جو شعاع شمس جئن تاب رکي تڪرار
ابرو تکي ترار جان، يا خنجر خون خوار
وچ پُرن جي خال آ، ظاهر زهر دار
اکيون عين عجيب جون ساري ڪن مُردار
پنبڻيون پَل ئي نہ رَهن، چوڪ ڏين چوڌار
نَڪ تنهين نرمل جو، الف آهي اسرار
لب ڳاڙها لعل جان منهن مين مثل منار
ڏندن تي ڏاتر رکيو موتين سندو مدار
چاهہ زنخ ۾ غرق ٿيو، عاشق بي اختيار
سُوهو ويس سڄڻ ڪري ڪسيو صبر قرار
نٿ بولو نڪ ۾ سونهي، ڳل موتين جو هار
ڪنن منجهہ قريب جي، پنڙن رکيو پيار
تَسبين ڪيئي تسبيحون چنيون، ڏس جهالر جو جنسار
وَہ وَہ دُهري دوست جي، ڏس دَستين جو ديدار
سيناڪاري مُنديون، مارن منهڙيون مار
ڪَڙن دِل ڪَڙِي چڏي، وہ گنگهرن جو گهڻڪار
مارڻ لئي مشتاق جي، ٿيا تعويذ تيار
صفت ڪنديِن تون ڪيتري شاعر ڪري شمار
بس ڪر هاڻي بيت ڪان نہ عاشق ڪر اظهار
سو اهڙو ڪري سينگار، آيو نصير ناز سان.

## (د) لس ٻيلي جا شاعر

لس ٻيلي ۾ ڪبير شاه ’سينگار شاعري‘ جو اڳواڻ هو جنهن جو ذڪر مٿي باب پنجين هيٺ اچي چڪو آهي. هو ’جلال ڪان پوء واري لاڳيتي دور‘ ۾ سنڌ تـوڙي ٻيلي ۾ ’سينگار شاعري‘ جو سرواڻ هو، ۽ جئن تہ هو جلال واري علائقي (مـونـدر-دادو) سـان لاڳو علائقي (سـن-سيوهڻ) جو هو انهيءَ ڪري جلال جي شروع ڪيل ’سينگار شاعري‘ جو مٿس وڏو اثر پيو، ۽ انهيءَ فن ۾ ڪبير شاه پنهنجي دور ۾ اڳواڻ شاعر ٿيو. ڪبير شاه جي شاعري اوج تي هئي جو هو لس ٻيلي ۾ ويو جتي جي وڏي شاعر شيخ ابراهيم سان سندس ڏيٺ ٿي ۽ ٻنهي هڪ ٻئي کي آمهان سامهان بيت چيا ۽ ٻنهي جو هڪ ٻئي تي اثر پيو. پر ان کان اڳ لس ٻيلي ۾ شيخ ابراهيم جو پيءُ شيخ حمر وڏو شاعر ٿي گذريو هو، جنهن ’عام سنڌي شاعري‘ واري آسلوب ۾ سهڻي سجڻ جي سونهن ۽ صفت ۾ بيت چيا (جن جو ذڪر هيٺ ايندو). شيخ حمر خود پاڻ درويش هو، پر اصل کان وٺي دڙ هڪ ديندار ۽ فاقيرو گهر هـو: يعني تہ هو ذات جا شيخ ڪين هئا پر ’شيخي‘ سندن فاقيرو لقب هو.

حق ۾ حقيقت ڏانهن مائل شيخ ابراهيم، پنهنجي درويشي ۽ دينداري جـي جلوي ۾، پنهنجي هڪ بيت ۾ مجازي سونهن جو رخ حضرت نبي صلعم جي حقيقي سونهن ۽ صفت ڏانهن موڙيو. جيتوڻيڪ جـلال ئي انهي معنوي مـوڙ جو پهريون علمبردار هـو، پـر لس ٻيلي ۾ شيخ ابراهيم پهريائين اهڙو سهڻو معنوي بيت چيو جو ان جو فوري اثر ڪبير شاه تي پيو جنهن شيخ جي چيل بيت جي ٻران پنهنجو بيت چيو. اڳتي هلي اهو اثر ڪوهستان جي برک شاعر دوس محمد تي پيو جنهن هن معنيٰ ۾ نهايت ئي سهڻا ۽ معياري بيت چيا.

لس ٻيلي جي سيني شاعرن جو ذڪر ڪتاب ”ٻيلاين جي ٻول“ ۾ اڳي چڪو آهي، پر ’سينگار شاعري‘ جي موضوع جي تڪميل خاطر هت سندن بيتن ڪي بيان ڪرڻ بيجا نہ ٿيندو.

## شيخ حمر

شيخ حمر پٽ شيخ ابراهيم، لس ٻيلي جي ’ڪَڙياٽي شيخن‘ جي درويش گهراڻي مان هو. ٻيلي جي روايتن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هو حضرت شاه عبداللطيف جو ننڍو همعصر هو. محبوب جي سونهن ۽ سينگار بابت سندس هيٺيان بيت نج ’سنڌي شاعري‘ واري رنگ ۾ رچيل آهن.

(١)

ميم ملاقت سڄڻين جيئم ملاقت جن
ميم ملاقت سڄڻين، وحدت وائي تن
تن جا پرون پؤنر ورنا، امل اکڙين
گهڙي هٿ، حمر چئي سونکي سندي طمع تن
آءُ نہ جوڳي سڄڻين جتيءَ نہ جوڙ سندن
نظر نماڻيءَ تي ڪلي مان ڪٽن
مانَ مون سين ڪن، ڪا صلح جي سپرين.

(٢)

من ملاقت سپرين آهن محب منهنجي من
راتو ڏينهان روح ۾ تا اچيو گهٽ گهڙن
آهل انهي پار جي چڙيا تان نہ چَن(١)
سونهن سڄائين اڳري، آهي ويتر ڪان وچن(٢)
اهڙو آب اکين ۾، جنهنور جيئن جهرڪن
جَرَ تر ڏيا جهپيا، ڪا جا پيانِ ڪن

---

(١) شيخ حمر جي تفصيلي احوال لاءِ ڏسو ڪتاب ”ٻيلاين جا ٻول“، ٻيو ڇاپو، ١٣٩٠ هه/١٩٧٠ع، باب ٽائون، صفحا ٢٧٣-٢٨٩.

(١) چن=ٿين (يعني چڙيا تنا ٿين) (٢) سڄائين=سڄ ڪان ني

منهنجا صورت پريا سپرين، تا منهن لڳيو مرڪن
موتي ڪونہ مٽ ٿيو، سنديءَ ڏٿ ڏندن
پير پٽائيءَ ڪُونئرا، جيئن تجلو ڪيو تارن
عجب جهڙيون آڱريون، تو ڏمي نور نهَنَ
سرهو ڳالهاء سڄڻين، تا ڪٿوري ڪلن
تن کي پٽريون پسڻ آئيون، ٿيون وءَ پيو واجهن
حورون حيرت ۾ پيون، پسي سونهن سندين
عجب انهي ڳالهہ جو ڪيو مجرو ملوڪن
عنبُوسائين اڳرو، آهي پنڊو پير پرن
سنهي ليڪ سيني تان، ٿي سونهي سُپيرين
ڏريو نڪ نراڙ ۾ تا چتونءَ چهنب چون
پيشاني پرين، تينهن پيو مڙوئي مات ڪيو.

## شيخ ابراهيم

شيخ ابراهيم پٽ شيخ حمر، لس ٻيلي جي جام مير خان اول (١٧٧٦-١٨١٨ع) جي دور حڪومت ۾ ٿي گذريو. سندس ڪري ئي لس ٻيلي جي شاعري کي شهرت ملي. جام ميرخان اول وٽ سندس وڏو قدر هو(١).

شيخ ابراهيم پنهنجي دور جو وڏو شاعر هو ۽ عام سنڌي شاعري جي رنگ ۾ مختلف موضوعن تي سهڻا بيت چيائين. 'مومل-راڻي جي قصي' ۾ مومل جي حسن جي تعريف ۾ هيٺيون دلپذير بيت 'سينگارشاعري' واري رنگ ۾ چيائين.

سودي رنگ سرنگ، گجر گن گيان ۾
سونهن سسيهل اڳري، ادرلهہ جهڙس انگ
سا ههڙي حال [حسن سان ٿي ٻهڳڻ هٽي ٻنگ]
آتهين گل چڊيو گلرنگ، اچيو پٺون پٺونر ينيلجو.

---

(١) شيخ ابراهيم جي تفصيلي احوال ۽ سندس ههٺ ڏنل بيتن لاءِ ڏسو ڪتاب "ٻيلاين جا ٻول"، ڇاپو ٻيو، ١٣٩٠هه/١٩٧٠ع، باب ڏهون، صفحا ٣٩٠-٣٢٠.

سچل جي سڪ ۽ سونهن ۾ هيٺيان بيت وڌيڪ عام فهم اسلوب ۾ چيائين:

ستي ڏٺم سپرين اندر خواب خمار
جان جاڳيان تان جيڪي ٿيو، عجب پريان پار
طلاءِ تُلن نہ تن سين، رُپي ڪان رنگدار
جهڙي صورت اعليٰ سچڻين، تيهڙي مُورت نہ مروار
نہ سا جوت جمرود جي، نہ سي هيرا هار
دُر مُشڪ دُڪ دعوتيي، دوس پرين دلدار
بيره ڪمت براهيم چئي، وحدتي وينجهار
مُون وس مُحب نہ اچنا، تون جانب سيڻ جبار
وساريان نہ وسرن، دم نہ دليان ڏار
من مٺي محبوب جي، خوش طبع خنڪار
جيئن سا بوند بهار، تيئن وسن ٿا وجود ۾.

---

اوچا عين عجيب جا طرحين طرحين جيئن تارا
جلوو جوت جواهر گهٽو، نيٽن نظارا
مُشڪ موتي محبوب جا، آمُل اکين اظهارا
طول طوطي بيني براهم چئي ڪيس پرون ڪارا
سيمبن بتهوت سريرن ۾، تن جا تنوارا
خوب دندان دهن ۾، اچا آپارا
پئي پلپل پچارا، دوس پيهي در آئيو.

ڪبير شاه هيٺيون بيت شيخ ابراهيم جي بيت جي پڙاڏي طور چيو تہ:

موتيان وڌ منهنجا پرين چا هي جنهور جو جنسار
آمل ماڻڪ آن تان هيرا نيسي هار
چا هي جوڙ پلي جمرود جي تہ ڪا عجيبن آچار
چا هي وٽڪ وچن جي دلبر جي ديدار
چا هي سج چنڊ تارا ڪتيون ساجن جي سينگار

چا هي ڪنڪت ڪوئل ڪونج جي هن جي تاب تنوار
هاڻي هنج حيوان ٽيا ڍرڪڻ سندي ڍار
ڪاڻو ڪيچ، ڪبير شاه چوي، تنهن سين گڏجي ڪيم گذار
تون پڙج پارس پار، جنهن سان سيهو لڳي سون ٿيو.

شيخ ابراهيم پنهنجي هيٺئين بيت ۾ 'مجازي سونهن ۽ سينگار' جو رخ حضرت نبي ڪريم (صلعم) جي سونهن ۽ صفت ڏانهن موڙيو.

من موهن منهنجا پرين آهن حورن کئون ۾ حسين ميان
سڻسن سال صنوبر سيد اڳيان، سينو سيني برابر سين نہ ميان
ملڪ ڏسيو مشتاق ٿين، ان جي روشن رُوءِ رنگين ميان
تان جي پائن پريون، زيور زريون، ڪرسش ڪريون
تان ۾ ان جي ڪونش برابر ڪين ميان
هر دو جهانان هار هميشه، نرسل نور نگين ميان
رين انڌيري، جلوه ديون، سرسي سونهن سندين ميان
براهم چوي بيگ بهادر، اعليٰ قدر قرين ميان
نجم ستاره ماه مقابل، شمسئون شاه شبين ميان
ايڏي صورت سرت سباجها، معافي مهر مبين ميان
شاه شفاعت، احمد عاصين، ڪندو صراط و پل سرين ميان(١)
وير ولايت، قرب قريبان، محبت ميٺ منجهين ميان
جنت معليٰ جاءِ جني جي، اهڙي جوت جبين ميان
هو سدائين ارواح ۾، تون چو پرتئون پيهہ پچين ميان(٢)
جن جي اهڙي جوڙي صاحب سونهن سنگين ميان،
تنهن سين پيو ڪي برابر ڪين ٿئي(٣).

---

(١) سرين=سولائي، آساني (٢) پرتئون=پري کان؛ پيهہ=پڻ=پرين= دوست (٣) سنگين=سهڻي.

ڪبير شاه چيو ته :

جهڙا عين عجيب جا آهن تهڙا ڪنهن جا ڪين ميان
ڪر ڪئينس، پئونر پرون، چيلهہ چيٺو جڻ چين ميان(١)
چا هي جوڙ پلي جمرود جي، [جو] عجيبن سان اچين ميان(٢)
چا هي چوڏهين ۽ چنڊ چڱو، تان پي ان سين جڙندو ائين نہ ميان
چا ساڪي، چا مصري، ڪا ميٺ نہ ميٺ منجهين ميان
آڪڦر ڪنان انگ عجيبن، ڪئنرا گهٽو ڪزين ميان(٣)
عقل اڪابر، وير ورچا جا، پارس چو نہ پچين سيان
سي قابل، ڪبير شاه چوي، تا داڙون دڙين دين ميان
جن جي اهڙي هردم سونهن حسين ميان، تنهن پيو رنگي
سڀ راس ڪيو.

## ولي محمد رونجهو

ولي محمد رونجهو، لس ٻيلي جي مشهور شاعر شيخ ابراهيم جو شاگرد هو ۽ پنهنجي استاد شيخ ابراهيم جي پيران ڏکها بيت چيائين. سنہ ١٨٥٠ع ڌاري وفات ڪيائين. هيٺيون بيت پاڻ چيائين پر ان ۾ نالو پنهنجي پاڻ گنج بخش جو وڌائين*.

سونهنتا ساڻ سنڌان، سونهنٽي ڳچي ورِيان
اکيون آريئل سونهٽيون، خاشي گنج رتان
نظر پسالير نانگ ڪٺي، اهڙيءَ طرح طولان
چيلهہ تہ آهن چيٽي جيئن، پرين جهڙا پسالان
جڻ ڪنڌ ڪونڊ ڪونج ڪٺي، ايئن عجب ڳالهہ ڳچيان
سجان چنڊان سونهنتا، نڪا جوت جهيڙيسان

(١) ڪئينس=وار (٢) جمرود=زمرد (جمع) (٣) اڪڦر=اڪ جو ڦر جنهن جا وارڙا نهايت نرم ۽ نازڪ ٿيندا آهن.

*ولي محمد جي احوال ۽ سندس هيٺين بيت لاءِ ڏسو ڪتاب "ٻيلاين جا ٻول"، ڇاپو پهريون، سال ١٣٩٠هه/١٩٧٠ع، صفحو ٢١١.

پائهي پادر پير ۾، کهڙو عرض کريان
سي لاڏي لئون لکي ويا، ويگاڻا وڏنام
سي هردم دوس هنئين ۾، ويرم کين وساريان
ڏهم ڏهم پيرا ڏينهن ۾، سڄو ڏينهن ساريان
کچان پچان کينکي، پسيو پٽ سندان
"گنج بخش" چني گهڙان، جي اڱڻ ايندا سپرين.

## مگيو براديو

مگيو پٽ ربڏنو، پاڙو صفراڻي، ذات براديو، لياري کان چار ميل ڏکڻ اولهہ طرف "ريلون" جو ويٺل هو. لس بيلي جي مشهور شاعر احمد شاهہ جو همعصر هو. سنڌس پاڻ محراب بہ شاعر هو. چاليهن ورهين جي عمر ۾ اوڻهين صدي جي آخر ڌاري وفات ڪيائين. مگيي گهڻا بيت چيا جن مان هيٺيون محبوب جي حسن ۽ سينگار واري رنگ ۾ چيائين (۱).

ڳتل ڳلين، سر سونهٽا، پس جانب جو جنسار
آهوءَ کان اکرا پرين، موتين ۾ مٿ ڌار
سون آنيءَ تان صدقو، آمل پڻ اکوار
سورن لائيون سات کيون، سچاڻي سينگار
کوئل کوک ڳجهي ڪئي جڏ نرمل ٿيو نروار
آءٌ پڻ گهوريو گهوريان پاڻ پرينءَ تان جيڏيون جيءَ چمار
ملندم محب مگيو چئي، منهنجا نيڻين فرندم نار
سوين هئون هزار، پڻ کونهي مٽ محبوب جو.

---

(۱) مگيي جي احوال ۽ سندس چيل بيتن لاءِ ڏسو ڪتاب "پيلاين چا پول"، ڇاپو پهرين ۱۳۹۰ھ/۱۹۷۰ع، صفحو ۱۰۳۳.

## نم مگنهار

نم پٽ ڪنڊو مگنهار، لس ٻيلي جي شهر آٿل جي مگنهارن جي قبيلي مان هو، ۽ ڄام ميرخان ثاني (١٨٨٣-١٨٨٨ع) ۽ ڄام عالي (١٨٨٨-١٨٩٦ع) جو درٻاري شاعر هو*.

دوس اساڏا دلبر دِلدا، جنهن ڏنهن سِڪ سچائي،
عجب اهائي

ترنگ تليهر وامنگ وانگر، ور ڪيون ويڙهه وڏائي،
عجب اهائي

هار سينگار اتاهين سُرخي جوڙ چڱي جوڙائي،
عجب اهائي

ابرو بد ڪَڪول قريبان، مژگان تير عطائي،
عجب اهائي

ڪُرنگها نين ڪجل دي ڪاني، سرمان چشم صفائي،
عجب اهائي

گوش گِلابي گُل بنيا آت جنهنور جوڙ نم آئي،
عجب اهائي

ڄانرڪ چين ڦڏو ڪيو، تنهن منجهه رهي نم ڪاڪت ڪائي،
عجب اهائي

تنهن ڏائي نيف نياز نوت سين، جلوه جوت جهائي،
عجب اهائي

ٻان چپائي لال لباتو، سهڻا نقش سياهي،
عجب اهائي

ڪئونش قدم دي زينت زريان، بيحد خوب بنائي،
عجب اهائي

تنهن هنج هلڻ حيران ڪيا، آت ڪُنجل لوڏ لڪائي،
عجب اهائي

*سکهڙ شاعر ام جي تفصيلي احوال لاءِ ڏسو ڪتاب "ٻيلاين جا ٻول"، ڇاپو پهريون، ١٣٩٠هه/١٩٧٠ع، صفحا ٣١٩-٣٠١

ديکي دچن دهنئون دهليا، ڏوڏر ڏيت نہ سائي،
عجب اهائي

شمس قمر پڻ شرمايا، پسي لائق جي لالائي،
عجب اهائي

نجم ستاره برگ بيهي ويو، ستشي سونهن سڦسائي،
عجب اهائي

پهرپ بازي پيهہ سندو، تنهن روءِ چڙي روشنائي،
عجب اهائي

سونهن سگهہ سرسي ساجن ۾ سا رازق پاڻ رکائي،
عجب اهائي

جيهڙس کونهي جڳ ۾ پيو کو خاوند قسم خدائي،
عجب اهائي

سيمئون نون نوازيو نافع سگي مهر مداحي،
عجب اهائي.

نہ هيٺيون بيت قصي واري رنگ ۾ چيو:

گنٺوري کي غزال کان آهي چاهہ چڱو چشمن
آب انهي جو اڳرو، جلوو چا جنون
هيرا، موتي، ماڻکيون، سوک مشاهدا کن
سا سوڍي سرس سهاڳ ۾ ٿي سونهي وچ سرتين
ٿيس بخت يتار جو، تيلانهن ويٺي وچاڻن
اچي مڙيو ان کي، پڳيہن سر پون
نال تنهنجي، "نسر" چئي، اوءِ تسان نہ اچن
پيون جي سرسيون هون ستون، تہ ہہ هي نيئي
کمائي قبولئي.

## مينهن فقير مگنهار

لس ٻيلي جي اٿل شهر جي شاعر نم فقير واري قبيلي مان هو. هن پوءِ 'اٿل' مان لڏي اچي 'وندر' ڪي وسايو، ۽ ۱۹۱۰ع وفات ڪيائين (۱).

سونهڻا سونهڻا سپرين، سونهڻا قدم سنداءِ
سونهڻا عين عجيب جا، ڳل مک موتين موچاراءِ
سونهڻا ڏند ڏاڙهون ڪؤن اڳرا، جڻن عاج ڪري آجلا
جڻن چمڪي چنڊ چمن ۾، منهنجي صاحب صورت سا
مينهن چوي، محبوب پرين آهن سڀ پر سونهارا
جنهن ڏونهم ارواح جا آرا، سو مولي سونڪي ميڙئين.

## شيخ سائينداد

شيخ خاندان جي پوين شاعرن مان شيخ سائينداد مڙني ۾ مٿاهون هو. شيخ سائينداد وڏو سگهڙ هو ۽ ونس بيتن، ڳجهارتن، هنر، سينگار، ڏهس نامي، منظوم روايتن ۽ ڪُهنن قصن ۽ ڪهاڻين جي ڪمي ڪانم هئي. اهو سڄو گن ڪيس ياد هو ۽ لس ٻيلي جي ادب تي وڏو احسان ڪيائين جو انهي سڄي خزاني کي هڪ ڪتاب ۾ قلمبند ڪري ڇڏيائين.

سنہ ۱۹۱۰ع ڌاري يا ڪجهه اڳ وفات ڪيائين. شيخ سائينداد هڪ بيت پنهنجي پٽ غلام حسين جي نالي سان چيو جنهن ۾ هن محبوب جي حسن جي بهار وارو منظر گلن جي حوالي سان چيو، ۽ ڄاڻايو تہ توڙي ڪئي هزار گل هجن تہ بہ سهڻي محبوب جي سونهن سان ويهون يا ڳو وار بہ نہ لڳن. اهو بيت مٿي باب ۾ هيٺ (صفحي ۱۴۷ تي) اچي چڪو آهي. ٻيا بيت سگهڙ سائينداد جي نالي وارا اسان کي اتر سنڌ جي سگهڙن

---

(۱) مينهن فقير جي احوال ۽ هيٺين بيت لاءِ ڏسو ڪتاب "ٻيلاين جا ٻول"، ڇاپو پهريون، ۱۳۹۰هه/۱۹۷۰ع، باب چوڏهون، صفحا ۳۹۳-۱۴۱۴

وٺان مليا جيڪي هيٺ ڏجن ٿا. جيئن ته سائينداد جي نالي سان پيو ڪو سگهڙ اسان کي معلوم نه ٿي سگهيو آهي انهيءَ ڪري پانئجي ٿو ته اهي شيخ سائينداد جا چيل آهن. ڪن بيتن جو اسلوب بيان ساڳيو هيٺئين بيت وارو آهي ۽ پڻ ان ۾ 'بيلي جي ٻولي' جو عڪس نمايان آهي.

چِٽُ ستُ متا چينچل پرين، چمن متا چوڌار ميان
ماڪيان مصريان متا پاتيان، ٻي سنديون ڪيل ميٺي ڪينڪار ميان
سينا ليڪ محبوب جا آهين وَدَ آڏِرلِدَ ڪئون اپار ميان
برق پيي آتهين تيي ڏنا، ساجن جا سينگار ميان
ستَسيٺهَل پاڻ شرمائيا، پسسي دوست جا ديدار ميان
ڪوئل ڪپيٺهَل لانئت لڪائي مٺي گويائي گفتار ميان
سي متا سونهٺا محب پرين، مورت متا موچار ميان
متا چشم چڪور جيئن شال مون سين هئون هيڪاندا هيڪار ميان
وِسَرندم ڪين وجود مان، سي جانب ميڙ جبار ميان
سلام صيقل ڏئي سائينداد چئي، ته نيڻين نِمندِم نار ميان
پيا جي هئونِ هزار ميان، تان پڻ ڪونهي مٺ محبوب جو.

---

عَين آڏ گَن مُڪُ ماه جيئن، اهڙيءَ صورت سونهن سنديا
آئون اپر عاجز آهيان، تنهنجي دلبر ديکڻ لاءِ
وسرن ڪين وجود مان، جي ڪامل قول ڪياءَ
تنهنجا چمن بَهوُت چڱا، جيئن چيٺه ڪري چمڪاءَ
دوست تنهنجي ديدار جي، مونکي عجب آکنڊ آه
سنگين پرين سائينداد چئي، توتان صدقي صدقي ساه
ميٺي ماڪيءَ ساءِ، تنهنجي سونهن ڏسڻ ۾ سپرين.

پَبَ پاريـَـور پدني هـُرني حال هلي
اڳيئون اوجر آن جي، جيـئـڻ ڪين چلي
رنگ رين جو روپ سان ڪيو سائو منڌ ملي
جيئن وڏو پيٽ پناه ۾، پيو پان پلي
وچئون وسڻ آئيون، ڪري سيڳهم ملي
انهيءَ پال پلي، ڪيو سپاهي سائينداد چئي*.

---

منجهم بنايئون بين ۾، وجهي موتي پرت پريت جا
هن جا سيهينگر ساجن سهڻا، آهن هوت حسين
چيئون چاسينگر جهڙيون، ڏوڏر ڏند سنديون
ٻانهو ريو بسنراج ويو، چئينڪ لايو چين
آهن هس مڪ لال حسين، سيين پرين سائيندا چئي**.

---

*محمد يعقوب برڙي ۽ سائين رکيي ڪاڪيوتي جي زباني قلمبند ڪيل ۽ پيتيل. ٻيون روايتون ١. پپ پاريهر... هرن حال هلي ٢. چيهن ڪين چلي ٤. 'پيتائين پلنگ پتناء تي وڏو پيٽ پلي' ٥. تيس پلي ڏانه پلي، سيين پرين سائينداد چئي'.

**گابرخان چانڊيي جي زباني قلمبند ڪيل. ان سان لاڳيتو ٻيو هيئيون بيت چيائين جيڪو چوٽي ۽ معنيٰ ۾ ڪچو آهي. جڻ ساڳي مٿين بيت جي سٽن سان ڪنهن سگهڙ ٻيون سٽون جوڙيون آهن:

تيرنگ تليئهر تيئن نه، هن جهينگن نين عجيب جا
چپ چايئون، هو ڪرنگ لهاريو ڪين
رڙهـي راه روان تيا، پتسي چيتا چين
آهن هس مک لال حسين، سيين پترين سائينداد چئي

ڀَٽَ ڀار پُهَتَر پَدَمڻي، دل دامنيون دوراس (۱)
جنهن جي وَنئون وِتري گهٽي، آهي لالائي تہ لباس (۲)
پَريون پريان پاراس، آهن سپاهي سائينداد چئي*.

---

۱. جلوو جوڙ جبين، آگن ناهي اهڙي
۲. جنهن کيو بانوَريو ٻَنراوَ کي، جهيڻو لائي چين
۳. اَگِ الپهر آچ ـ سَرا، ٻين ڪَکيهل بين
۴. چپ چوريو چال چلن پيا کَهنگ نهارن کين
۵. پسي اوگو اوجر تن جا، تَرهل کي جا تين
۶. هٿ مک لال حسين، آهن سَوايا سائينداد چئي**.

[ ۱. جبين=پيشاني. اگن=آگ، باه ۲. ٻي پڙهڻي: ٻنراج کي چانک لائي چين. ٻنراو، ٻنراج=جهنگ جو بادشاه، شينهن. جيڻک لائي=گهٽي لائي، فڪر مند ڪري. ۳. اگِ=وار. بين=نڪ. ڪکيهل=طوطو ۴. چپ=تجلي. کهنگ=سهڻو پکي. ۵. پڳتي شعر اها سٽ ائين ئي چئي، جنهن جي معنيٰ غورطلب آهي.]

## (ھ) ساڪري-ملير جا سگهڙ

ميرپور ساڪري ۽ ملير طرف 'سينگار شاعري' جو ذوق لس ٻيلي جي سگهڙن وٽان آيو. هتي خاص طرح شيخ ابراهيم ۽ ڪبير شاه جا بيت نهايت مقبول پيا. ملير جي چامن مان خود چام بجار

---

* سائين رکيي ڪاڪيپوتي، گابر خان چانڊيي، محمد يعقوب ٻرڙي، خاقل ٻرڙي جي زباني روايتن مان ورتيل. انهن سڀني سگهڙن وٽ هن بيت ۾ نالو سائينداد جو. ۱. دس دامني دوراس؛ دل دامنيون دوراس ۲. طائوسي ترسي ويا، حيرت منجهہ هياس ۳. ... لاتيون لاليون لال لباس.

** سگهڙ ڀگتي شر ۽ خدا بخش حجام جي زباني قلمبند ڪيل ۽ ڊاڪٽر سنڌيلي کي ملي روايت مان ورتيل.

شاعر هو جنهن کان پوءِ ڄام مراد علي وڏو سگهڙ ٿيو سگهڙ ۽ داناءُ شاعر ٿيو. ڪانئس پوءِ سندس پٽ ڄام مهر علي ۽ سندس پوٽو غلام الله (ولد صالح محمد ولد مراد علي) سگهڙ شاعر ٿيا. ساڳئي وقت جوکين جي 'پَنڊ' پاڙي مان قيصر خان وڏو سگهڙ شاعر ٿيو. ڄام مراد علي جي وقت ۾ چڱو ڄٽ وڏو شاعر هو جيڪو اصل ويٺل ڪڇ ۾ هو پر جاتي جي ملڪن ڄٽن وٽ ايندڙ ويندڙ هو. ڄام مراد علي سينگار جي رنگ ۾ هڪ سهڻو بيت چيو جنهن جي جواب ۾ وري چڱي ڄٽ بيت چيو. اميرن ٽالپورن جي پوئين دور ۾ ساڪري طرف سيد راڄن شاه وڏو شاعر ساماڻو جنهن سينگار شاعري جي رنگ ۾ سهڻا بيت چيا. سندس صحبت جي اثر هيٺ ڄام مهرعلي، سندس پاڻ دوست علي، سندن پائنيي غلام الله ۽ قيصر خان پنڊ ملير طرف سينگار شاعري جي ذوق کي وڌايو.

سگهڙن جي سطح تي خاص طرح ساڪري جي ڪرمتين جي بگهياڙن جي پاڙي مان وڏا سڃاڻ سگهڙ ساماڻا، ۽ جيئن ته بگهاڙين جو لس ٻيلي مان لاڳاپو هو (١) انهي ڪري شيخ ابراهيم ۽ ڪبير شاه جي مارڪي کي ساڪري- ملير طرف مشهور ڪيائون ۽ مارڪي محفل جي ذوق کي وڌايائون. ان دور جو وڏي ۾ وڏو سگهڙ ڪالا خان بگهياڙ هو ۽ شاعرن ۾ اڳواڻ راڄن شاه هو، جنهن مان دورو ڪرمتي ۽ اسماعيل ڪاتيار ساٿياري هئا. ان بعد جن بگهياڙن سگهڙن ساڪري ۽ ملير طرف سگهڙپائي جي مارڪي کي وڌايو تن ۾ حاجي خان، خليفو محمد صديق ۽ الله بخش وڏا ڄاڻو هئا. ويندي هن پوئين ويجهي دور ۾ ١٩٥٥ع تائين، ساڪري ۾ جن وڏن سگهڙن مارڪا ۽ رس رهائيون قائم رکيون، تن ۾ حاجي سرماڻ، خان جيئند خان، ۽ حاجي

---

(١) سندن وڏو ڏاڏو 'آدم پير' ڪارڙي لڳ مدفون آهي، جتي اڳاڻي وقت کان وني ساليانو ميلي ۽ خير خيرات لاءِ ويندا هئا.

علي محمد خان بگهياڙ وڏا لائق هئا. انهن کان سواءِ ڪيئا خان پٽوڊو، حاميد خان رند (ويٺل ڪڪرالہ تعلقو ميرپور ساڪرو) پرڊو خان گبول (ويٺل چڪرو، ڪراچي) سچاڻ سگهڙ هئا. انهن مان خاص طرح حاجي سرماڻ خان بگهياڙ ۽ حاميد خان رند وٽ 'سينگار شاعري' جو گهڻو گن هو. ساڪري ۾ هن وقت حاجي محمد سوڍو (ولد حاجي سرماڻ خان) پنهنجي وقت جو وڏو سچاڻ سگهڙ آهي، جنهن سان راقم جون محفلون ۽ سارڪا هلنڊڙ آهن. حسن علي خان بہ سرتيو سمجهو ۽ مارڪي جهڙو آهي.

## ڄام مراد علي جوکيو

ڄام مراد علي جيڪو وڏو سچاڻ سگهڙ ۽ داناءُ شاعر هو سو وڏي ڄام ٻجار جو پوٽو يا پڙ پوٽو هو(١). شاعر چڱو ڄمّت

---

(١) انگريزن جي دور جي رڪارڊ (جاگيرن جو ڪتاب، ١٨٨٨ع) موجب 'مراد علي پٽ مهر علي پٽ ٻجار' ڄاڻايل آهي. موجوده ڄام مراد علي صاحب طوفان ماستر محمد حسن جوکيي جي موڪليل شجري موجب 'ڄام مراد علي پٽ ڄام ٻجار' ڄاڻايل آهي. ڄام ٻجار، مياں غلام شاهہ ڪلهوڙي جي وقت (١٧٦٢-١٧٧٢ع) ۾ پڪو جوان هو. هڪ سؤ سال ڪسن پوءِ سنہ ١٢٥٩هہ/١٨٤٣ع ۾ سندس پيڙهي مان ڄام مهر علي نوجوان هو: يعني تہ انهن هڪ سؤ سالن جي عرصي ۾ فقط ٻہ پيڙهيون (ڄام ٻجار ۽ پوءِ ڄام مراد علي) ٿين پر شايد چار پيڙهيون ٿيون هجن. هن طرح جو: ڄام ٻجار، سندس پٽ مراد علي پهريون، سندس پٽ مهر علي، جنهن جو پٽ ڄام مراد علي ٻيو، جنهن جو پٽ ڄام مهر علي جيڪو انگريزن جي سنڌ تي قبضي وقت نوجوان هو ۽ سندس گهڻي عمر پوءِ انگريزن واري دور ۾ گذري. ڄام مراد علي ٻيو شاعر هو جنهن جو پٽ ڄام مهر علي ٿوڙي پوٽو غلام الله بہ شاعر ٿيا.

(جيڪو مير فتح علي خان جي وقت ۾ ٿيو) ۽ ڄام مراد علي سائينءَ وقت ۾ هئا. هيٺيون بيت (جنهن ۾ هڪ هندي بيت واري معنيٰ سمايل آهي سو) ڄام مراد علي جي سچي سڪ ۽ محبت توڙي سندس اعليٰ شاعرانه لياقت تي شاهد آهي.

وڏي وڏي وڏسراه، آءٌ ڪوڙين قلم جوڙيان
ڌرتي ڌَر ڪاغذ ڪري لکان لالڻ لاءِ
مَسُ جو مراد علي ڇٽي سمنڊ پاڻي پاءِ
ته به ساجن گُڻُ سنڌياءِ، آءٌ قلم ڇاڙهيان ڪيترا.

ڄام مراد علي، ڪبير شاه ۽ شيخ ابراهيم سائينءَ وقت جا هئا پر ڄام مراد علي ننڍو هو. سينگار شاعري جو سلسلو لس ٻيلي مان هليو ۽ ملير ۽ ساڪري جي شاعرن ۽ سگهڙن وٽ پهتو، جن ۾ سيئي ڪسان پهريائين غالباً ڄام مراد علي سينگار جا بيت چيا. انهيءَ سلسلي ۾ سندس هڪ بيت جنهن جو ذڪر هيٺ باب ٻئي هيٺ ٥٨-٥٩ صفحن تي تفصيل سان اچي چڪو آهي، سو هڪ لحاظ سان 'سنڌي سينگار شاعري' جو شاهڪار آهي. ساونڻ جي مند ۾، کنوڻين ۽ ڪڪرن جي تشبيهه سان، سهڻي محبوب جي سونهن بابت سندس هيٺيون بيت پڻ نهايت سهڻو آهي.

وڄون عين عجيب جا، ڪارا بادل ڪيس
ساونڻَ مُنهنُ محبوبَ جو نور نديون نيت نيس
شام رنگيون رنگ بادليا، کن ڪيسَريا وَسَ ويس(١)
ڪوئل، پَپيها ، آهُو ، گينئورَ محب مچايا ميس(٢)
تن محبن جي، مراد علي چئي، منهنجي روح وَٽي ٿي ريس
لالن جي لبيس، حورون جهرپ جهڙي نيون'.*

* شيخ غلام حسين ولد شيخ سائينداد جي لکيت ۾ آندل روايت موجب.
(١) ر: "شيام رنگيون رنگ باد ليا- الخ" (٢) ر: 'ڪوئل، ڪپهل، آهو، گينئور محب ڪيا ٿي ميس'.

# چڱو جت

چڱو جت پنهنجي راڄ جو چڱو مڙس هو ۽ پڻ پنهنجي وقت جو وڏو شاعر هو. ڪڇ ۾ ابڙاسي واري علائقي ۾ 'سنڌيارا' تلاءَ تي رهندڙ هو. مير فتح علي خان ٽالپور جي دور ۾ جتن ۽ چانڪن جي وچ ۾ "چانٽي واري جنگ" لڳي جنهن ۾ چڱو پاڻ وڙهيو هو(١). ١٢ صدي هجري جي آخر (١٨ صدي عيسوي جي پڇاڙي) ڌاري ٿي گذريو. جوکين جي ڄام مراد علي ۽ سنڌس وچ ۾ بيتن جي ڏي وٺ ٿي. ڄام مراد علي ساڻوڻ جي منڌ ۾ سوپياوان زال جي فطري سونهن بابت پنهنجو مشهور بيت چيو ۽ غالباً وقت جي ٻين شاعرن کان به اهڙي بيت جي گهر ڪيائين جنهن جي جواب ۾ چڱي هيٺيون بيت جوڙي موڪليو.

سارنگ نيڻن سچٽين، جهڙ جيئن آڪمياس
آپ قمر، ڪيس ڪڪر، اوڍڻ ڪيسرياس
سبزه لتاڙي آئي تنهن جا پرتئون پيررتاس
ڏٺنهن ۾ مينهن ڦڙين جا سينڌين موڙ ڪڻاس
آڏو تنهن عجيب جا پرون ٻين بنياس
چمڪي وچ چڱو چئي، اهڙي سونهن سنڌ ياس
سڻ جوکيا جواب جت جو، انهي اهڃاڻاس (٢)
ڪچي ڳالهه ڏناس، اچي ڪامڻ گڏي ڪانڌ کي.

# راڄڻ شاهه

سيد راڄ محمد شاهه عرف راڄڻ شاهه بن نورمحمد شاهه بخاري، غالباً ١٨ صديءَ جي آخر ڌاري ڄائو. سنڌس مستقل سڪونت ميرپور ساڪري جي ڳوٺ 'مانهي' ۾ هئي، جنهن جا پڙ

---

(١) 'چانٽي واري جنگ' بابت چڱي پاڻ بيت چيا. ڏسو لوڪ ادب جو ڪتاب "جنگ ناما"(سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٨٥ع)، صفحا ٣٠٢-٣٠٨
(٢) سڻ جوکيا = ٻڌ ڄام مراد علي جوکيا.

هن وقت لـَڏيا واهه جي ڏاکڻي ڪپ تي (تعلقي ميرپور ساڪري ضلعي ٺٽي ۾) موجود آهن. انهي ڪري مقامي طور هـو "راڃن شاهه ماڻائي" جـي نالي سان مشهور ٿيو. راڃـن شاهه هڪ سخي مرد ۽ ڪڇھرين جـو مور هو. محبت ۽ مجاز جو ماريل ۽ مجازي شاعري جو علمبردار هو. سندس شاعري جي هاڪ لس ٻيلي وڃـي پهتي. ڄـام ميرخان قاصد موڪلي ڪيس گهرايو ۽ هن اتـي ٻيلي جي شاعرن سان ڪڇهريون ڪيون. راڃن شاهه جي صحبت جو اثر مليرجي ڄامن مان ڄام مهرعلي، ڄام غلام الله توڙي قيصرخان ٻنبڙ تـي پيو جن پڻ سهڻا بيت چيا.

ڄام مهرعلي ۽ راڃن شاهه ٻئي همعصر ۽ ٽالپورن اميرن جي آخري دور جا وطن دوست ۽ وڏي عزت وارا اڳواڻ هئا، جن کي انگريزن جيل ۾ وڌو ۽ وڏيون تڪليفون ڏنيون. راڃن شاهه خلاف ٣١- آگسٽ ١٨٤٩ع تائين پڇائون ٿينديون رهيون. غالباً ان کان پوءِ ڪجهه عرصي بعد وفات ڪيائين. سندس قبر سندن وڏي بزرگ سيد بايزيد بخاري جي قبرستان ۾ آهي، جيڪو ٺٽي ضلعي ۾ گنجي ۽ گهاري جي وچ ڏاري ٿهيمن جي ڳوٺ جي ڏکڻ طرف (ڪراچي ڏانهن پاڻي نيندڙ نئين چئنل جي اترئين ڪپ لڳ) آهي.

راڃن شاهه، ڳوريءَ جـي سورهن ٻارهن سينگارن واري معنيٰ ۾ هيٺيون بيت چيو جيڪو ان موضوع تـي غالبا آخرين سهڻو بيت هو، جيڪو سنڌ جي هڪ وڏي شاعر چيو:

جب گوري گهنا ڪـَري، 'سولهن' هارَ حـَسِينَ
'دَه دو' دائـم دُرس رکـي، جـَلـويدار جـَبِينَ
'چـَلـَنت' چـُورَ چـُڪـِي ٿيـا، حرڻ هنيا هـَسـْتِينَ
'آذ نـت َ' اولـي ۾ رهـيـا، ڪـُڇـي ڪونُل ڪـِينَ
دِيهيءَ کان ان ڏمرّ چـَـڙهـِي، ڪي بـَس موتيين تجلي مـِينَ
چـَـڏي قـور 'قول' ڦـِـڪا ٿيا، ٻـِيـڻا قـُـولَ قـُـلـِي نـه

جي هر جاءِ اهل هنر جا ٽا چوٽا عاقل چين
آئي تصوير طرح نہ تني کي، ٿيا غم انهيءَ غمگين
ڪٿين سي ناتر ناز نيهوڙيا، ٿيا تختئون تالابين
هردم حڪم حبيب اڳيون، ڪا ناهي جاءِ نڪين
پيو سائن جوڙيان ڪونہ ڪو، ظاهر ستر زمين
مٿرڪي لڏونيئون لوڏ سين، سوهي مٿون ميسڪين
روح پر، راڄن شاه چئي، آهي سچي سڪ سنڌدين
عيشقون آمل آمين، هيئنڙو ڪنئونہ ڏسي ويا*.

هيٺيون بيت راڄن شاه عام سنڌي شاعري واري اسلوب پر چيو
۽ نهايت ئي سهڻو چيو.

منهنجي دلبر جي ديدار، خجل ڪيو خورشيد کي
خورشيد ڏسي خجيل پيو، منهنجي دلبر جو ديدار
ڪوڪب قمر قريب جا، دائم عرض گذار
حورن حال حجاب ڪان ڪي جاءِ پسند پيراز
بترين از خود پاڻ تي ڪٺي حاج رکي هموار
ڪم نزاڪت ناز جي، ڪيا ناظر سي نثار
جي سچو نيهارن سهرين ڪڏهين ڪنهين وار
تہ لوڪ سڙني لبريز ٿيئي، هژدهون هژده هزار
جي مٿرڪن محب مهر منجهان، ڪن نرمي روءِ نگار
تہ مئردا جيئين جهان جا، نہ جٽرا مرن جمار
ڪاڪت بار جبار جي لگي ارض سماء کي عار
جلوي ساڻ جبين جي ڪن روشن ڪئون رخسار
تہ ڪڏهن چمڪي ڪانہ ڪا، بجلي بدل بهار
جي رکن ڪيس ڪلهن تي ڪٿي يڪي قدم يڪ وار
تہ ويسي چلت چلن ڪئون آفتاد پئون اڳوار

---

*حاميد خان رند جي زباني قلمبند ڪيو ويو ۽ پڻ ساڪري جي پين
سکهڙن جي پڙهڻين سان پيٽيو ويو.

ڪينچن تـي ٻڌوڪن جـو جـڏ جانب ڪيو جنسار
تڏ خورشيد ڏسي خيجل ٿيو منهنجي دلبر جو ديدار
سورهن پارهن ڪئون سرس هئا منهنجي سهڻل ڪي سينگار
مشڪ عطر ڪي مات ڪيو پرين جـي تم پڳهار
عـالـم سـڀ آبـاد ٿـيـو ٿـيـا ٿر بر بـاغ بهار
ايـڏي دوسـت دمـاغ سين آهن ياور منهنجا يار
مونکي مهٽا تن جا آجـڪا، آءٌ تـڳان تني جي تـار
روح منجهه، راڇن شاه چـوي، آ گوهر جـي گفتار
آن جيي سار سنيار، منهنجي نينهن اندر ڪيا نيجهرا.

## غلام الله جو ڪيو

غلام الله پٽ صالح محمد پٽ ڄام مراد علي، ملير-ساڪري جي وڏن شاعرن مان هو. هيئيون بيت شيخ ابراهيم ۽ ڪبير شاه جي بيتن جي پران ڇپائين.

جهڙا انف ابرو عين عجيب جا، تهڙا ڪنهن جا ڪين ميان
زلف مسلسل مشڪ ۽ عنبر، مار سيه مسڪين ميان
پيشاني تي پاڪ پرِيان جي، پڳهر مثل پروين ميان
احمر عارض انـور گلگون، نازڪ جيئن نسرين ميان
لالن ڪؤن لب لعل رنگيني، رشڪ شڪر شيرين ميان (١)
موتين ڪئون وڌ دم دم دندان، سهٽا دُر سيمين ميان
انگ اندام عـجـيـبـن جا سڀ صـاف صفا سيمين ميان
خلعت خاصي بر تن زيبا، زيـنـت زور زريـن ميان
جهڙس ڪونهي جڳ سڄي ۾، ظاهر روءِ زمين ميان
وه وه وصف عجيب جي ڏاران، پولي ڇاٽان پي نم ميان
بـيـت بنايو غـلام الله طـرز عـجـب تخمين ميان
الله ڪند و آمين ميان، مـانَ ملان تنهن دلبر ڪي.

(١) اصل. "ليلن ڪؤن وڌ لعل رنگيسي رشڪ شڪر شيرين ميانُ"

سگهڙ حامد خان جي روايت موجب، غلام الله هيٺيون بيت جلال ڪنڊي جي بيت "جنهن هي ابر بهار- الخ." کان متاثر ٿي چيو:

جلوو وڌ جانب جو آهي قمر ڪٿون ٻه ڪٿر
ڪڪر برسيا قريب تي، ڪيو تجلو تلميٺهر
ميرگهه شرمايا ميين سين، عين دَهن پسي دلبر
اٽڪيا هندول لب ڏسي اعلىٰ سُرخ اڪر
مٺڪ پري محبوب جو سوايان سينگر
سيه ڪچي ساجن سندي، ڪيلا سندس ڪر
ڪيهيلا چلت غلام الله چئي، ڪنينت سندي ڪيهر
ديهي تينهن جي ڏم ڇپايا، ٿيا ڪوڙا منجهه ڪڪر
پارس پرين پرور، زود ڏسون رسج ضعيف ڪي.

هيٺيون بيت عام سنڌي شاعري واري رنگ ۾ راڃن شاهه جي بيت جي پيران چيائين:

سپني منجهه سنوار، سُتي ڏٺم سپرين
تم ڪنهبو ويس خوب گهٽو مٿي سر منٺار
ڪنڍلا ڪيس قريب جا، واسينگ پيٺنا وار
هنڌول وتن حيران ٿيو، سُرخيءَ لبن سچار
سي غم- گذار، غلام الله چئي، ايڏي سين اختيار
مونکي سنهن ستار، تم ڪونهي مٺ محبوب جو(١).

---

(١) حامد خان رند (ساڪرو)، مرحوم محمد امين پوتاڻي (دريجي) ۽ سردار اميد علي خان پوتاڻي جي زباني، ۽ منشي صالح محمد پنري جي هنديءَ ۾ لکيت واري روايت سان پيٽيل. سنوار=سُهڻي وار، چڱي وار ۽ وقت. پينا = لانگ جهڙا. هنڊول = ڳاڙهو جيئن ميندهن - وساڙو.

## قيصر خان پنهور

قيصر خان هيٺيون بيت راڄن شاهه واري بيت کان متاثر ٿي چيو، بيت ۾ سندس شعر جي جنس البت سادي آهي:

جيئن سي آيس بهار، شام وقت سرخيءَ جا
ٿهڙو دستور دوست جو، اوڇو ويس اپار
وڻسيئڙهر وار سهٽا گهٽو، تلي ٿهر کئون تڪرار
چشمن اهڙي چين ڪئي، جيئن ڪينوڻ ڪري کنڪار
لالائي سان لبن جي ٿي ڪنهنبي ماريا ڪار
چاتي پسي چڪن ٿيو سڄ چوان سردار
تينهن ماه ڪي مشتاق ڪيو، ساڄن جي سينگار
چست وچي چالاڪي سان، تہ اڇي نہ ڪنجل ڪار
سڄڻ سيپجي سراء مان، نڪري ٿيا نروار
ڪر انبر منجهان اوس ٿيو، جيئن بجلي ڪري بهار
تينهن جي قدم قدم تان ”قيصر خان“ چوي، مان صدق
آهيان سؤ وار
منهنجي پيرين اهڙا پار، جيئن ليل منجهان پر پات ٿيئي*.

## ملار لاشاري

ملار لاشاري، ڪوٽ ڏيٺي بچايو، ديهه گگهي (مير پور ساڪري کان ڏيڍ ميل اوپر طرف) جو ويٺل هو. مختلف روايتن موجب سنہ ١٩٢٠ع ڌاري وفات ڪيائين. ساڪري جي مگهڙ مراد علي

---

* ميان محمد امين (دريجي) ۽ سردار اميد علي خان پوتائي (دريجي) جي زباني ۽ منشي صالح محمد پُري جي بنديءَ تي قلمبند ٿيل روايت مطابق پيٽيل.

لاشاري جيڪو ستر ڪن سالن جي عمر ۾ سنه ١٩٥٨ع ۾ گذاري ويو تنهن جوانيءَ ۾ ملار ڪي ڏنو هو*

( ١ )

پورب ۾ پدمڻيون گونشريءَ چال چلن
هڻين، پيرين، آگرين، نيڻين نينهن وکن
مور آکيرو محبتي، اها پر پکيڙن
ڪونج تنواري، روهه سنپاري، ڪري آهه مٿي عرشن
تاڙي تنوار، اها آپڪار، سنداتن مينهن
سڄڻ آيا مون نه وساريا، ڪهڙيءَ محب ملن
اهڙيءَ آهڃاڻن، تي ملپس محب ملار چئي.

( ٢ )

جيئن پتر گل بنن، تيئن سهڻا گل سڄڻين
جيئن ڪهنبو رنگ ڪمليءَ پوي، تهڙي لالائي لبن
جيئن سهڻا موتي سپ ۾، تهڙي ڏت ڏندن
نڪ نه نيڻن وچ ۾، چتونءَ چهنب چون
جي مُنهن واري مُرڪن، سي ميلنم محب ملار چئي.

---

* زباني محمد حسن لاشاري، ميرپور ساڪرو. هيٺيون بيت محمد پور ضلعي جيڪب آباد ۾ مرحوم در محمد خان اڊي وٽ رکيل ڪچهري (٢٥ ڊسمبر ١٩٥٩ع) ۾ سگهڙ گابر خان چانڊيي ٻڌايو، پر اهو بيت غالباً ملار جاگيراڻي جو.

جانب جهڙو جڳ ۾ آءٌ ڏسان ڪو نه پيو
پيتيون ڪيف قلوب ۾، وٽي خان ڪيو
اوجر تنهن عجيب جو ٻري لاٽ ڏيو
ساڙيءَ منجهه ملوڪ اچي پاڻيندم ليو
مٿي ساه سيو، معافي ڏيندم ملار چئي.

(٢) سگهڙ حاميد خان رند (ساڪرو) ۽ حاجي محمد هاشم مڱڻهار (سال) جي زباني قلمبند ڪيو ويو ۽ پڙهيو ويو. ٻئي ڪنهن گهٽ چاڻ واري،

(ڏسو حاشيه صفحو ٢٢٠)

# الهداد ڪرمتي

الهداد ساڪري جي ڪرمتي سردار ملڪ ﭘﻬر جو پٽ هو. پنهنجي وقت جو داناء سگهڙ هو. ٽالپور اميرن جي دور ۾ گذريو.

( ١ )

مون اڄ هڪ ڏٺو جو آدمي، جوڙ چڱي جنسار
ويتر واسينگن اڳرو، ڪشر ڪيشين ڪار
آن جا عنين اباڏا، ڪن نہ ٽالا، جهڙپ هٽن جهنُونجهتار
ڪنجن پٽريا ڪيهر انهيءَ جا، ڊرگهم سارنگ ميگهم ملار
ڏسي سنوني سجڻين سيڪيا، ڏِڪ ڏسي ڏوڏار
آءٌ ڪريان قربان بدن قريب جي، رُخ زينت تي زُنهار
ڪئينچن تي بوڪن جو جڏ جانب ڪيو جنسار
ڪنٺوم چڱيءَ ڪنڪار، منهنجو هنيون هوت ڪسي ويا.

---

ملاو جي هن بيت جو هيٺينءَ طرح نقل ڪيو ته:

جيئن سي پتر ٻن، تيئن سهڻا ڳل پرين
منهن ملوڪ محبوب جو، چڱيءَ پتَ چتون
اکيون تنهن عجيب جون تيون ڪجل ريءَ ڪهن
اڪ لشالي وچ ۾ چتونءَ چنهب چون
جئن سي موتي سپ ۾، اها ڏت ڏندن
ٻير ڪٽي تي ٻڌمڙا، سنهي ٻسر ٻانهن
ڪنهبي جيئن ڳڙي پيا، ڪئي لالائي لڳن
سولاي محب ملن، سدا سهڻا سپرين.

(١) سگهڙ حامد خان رند جي زباني قلمبند ڪيل.

ڏَنڊ ڏوڏر، دس دامنيون، ڀُور ڀرون ڀڻونراس
مُنهن موچارو ماهه ڪئون، ڪَنڀَر ڳَت ڳراس
ٽڙميڙن ڪئون ٽڪڙي، آچي چيڻن چوانس
نوڪر انهي ناٿس، آهيان الهداد چئي*.

## بلوچ

بلوچ غالباً ساڳيو شاعر 'نوت بلوچ' جيڪو لس ٻيلي طرف جو هو. سندس هيٺيون بيت پڻ لس ٻيلي طرفان شيخ غلام حسين (ولد شيخ سائينداد) جي لکيل روايت ذريعي دستياب ٿيو. سندس هي بيت مٿي باب ٻئي هيٺ (صفحي ٥٩ تي معنيٰ سميت) اچي چڪو آهي، پر ان کي هت وڌيڪ روايتن سان پيش ڪيو ويو آهي.

سرمس سدا سارنگ جئن ڪنڌين ڪئونر ڪياس (١)
مُشڪ هسي محبوب جو، جيئن ڪنٺهار ڪڙياس
عشق پيچ انگن تي، موتي منهن ڳتاس
هيرا جوهر منهن ۾، لبين لال لڳاس (٢)
هلڪو هار هيڪيءَ تي، ٻئينسر بين ٻٽياس
گڏي ڪامڻ ڪانڌ کي، ڪئيسريا ڪيڍياس
برسي بوند بلوچ چئي ڀرون تت ڀناس
جيلا واڙي وچ وڌياس، تيلا ڪچوئا ڪئونر پسائيا (٣)**.

---

*محمد يعقوب ٻرڙي ۽ خاقل ٻرڙي جي زباني قلمبند ڪيل. مختلف پڙهڻيون: ١. اوڏ ڀنوريان ڀياس ٢. ڳت ڳرانس ٣. ترميرن ڪوُن ٽڪي تنهن جي اچي چين چوانس.

** حاميد خان رند، مالڪ خان لغاري (جنهن سکهڙ الله ڏني ماڇي وينل لڳ ڊنڊي، ٽنڊو محمد خان ڪان ٻڌو) جي زباني قلمبند ڪيل ۽ منشي صالح محمد ٻري جي بندي ۾ لکيل روايت سان ڀيٽيل. ٻيون پڙهڻيون: ١. سندا سرس سارنگ جيئن ڪندن ڪؤنر ڪياس. ٢. منهان موتي منهن ۾، لبن لال لڳتاس. ٣. وڳاڻ وچ ڏنياس، لار لئيندي وڇڙا.

# موسو مُنڌيرُ لاشاري

موسو لاشاري، هيٺ ٻاڙو موساڻي ۽ مٿي مُنڌيرَ ڳوٺ دريا خان مُنڌير (ڳاڙهيءَ کان ٻه ميل اوڀر طرف) تعلقي ميرپور ساڪري جو ويٺل هو. سنه ١٨٨٠ع ڌاري وفات ڪيائين. سندس هيٺيون بيت ساڪري جي سگهڙن وٽ عام مقبول رهيو*.

صورت سُونهن سپرين کي جوڙ چڱي جنسار
ڪينڌوَن موتي ملوڪ کي جي ڏنس ڏند ڏاتار
نڪ نراڙان اڳرو، طوطي جي تلڪار
هرڻ اکيون حبيب جون، ٽڪا جني ٽار
ٻَنٽيا پيرون پئونر جان، وڏو سندس وار
هلڻ چلڻ حبيب جو، ڪر ڏُرڪڻ ڍيلن ڍار
خُلق ٻولي خوب وٽي، چڱي مور چينگهار
آپر آواز سيباڻا، ڪر ڪاهل ڪونج تنوار
فراقي فڪر سين، ڪر ڪوئل ڪي ڪُڪار
سي سچڻ آيا سامهين، ڪارايل جنن ڪار
سي وَرن واسينگ ڪينڪي محب مٺا سوچار
اکين وراڪا وچ جيئن، آگم ڪيا آپار
ڪيئن وهامن راتيون، ٻنا دوستن ڌار
من ۾ مٺيا محبوب جا، وچونئڙن ويچار
ڳُن ٻڌائين گنگهرا، ٻي جانجهر سان جنسار
پيرن منجهه پدمٺي جي، ڪڙيون ڪُرف دار
چلين وَرٽين چمڪو لايو، ڪيرولين ڪينڪار
چٽڪن نُورا چٽاٽ ڪيو، جانب ڪي جنسار
سَنڍيون، مُهريون، منگليون، ڏهيون ڪري ڏاهار(١)

---

* مراد علي خان لاشاري، حامد خان رند ۽ ملان ٻنهي منڌير جي زباني نقل ڪيل ۽ ڇپيل.

(١) مراد علي خان: مينا ڪاري منڊيون هيون آڱرين اهار.

ڪَپ، واڍولا، ڪَتريا، بازو بند بهار
ايڪ داڻي عجيب ڪي، چمڪي ٿي چوڏار
آلي، ٽڪڙو، ڏاندڙي، ٻولين جي ٻُلڪار
نٿ ويندو نڪ ۾ ڦلڙي ڦيريدار
تندن ابتا تار، ٻُندَئين لُڙڪين لار
ڪڙَ، ڏُرَ، ڪُوڪيون، ڪڙيا ڪنٺهار
لائيين ڏيڍي، لائيين جَهمڪي، لائين لڙون لغار
پوپٽ پاتائين پنڙا، جهاپا ۽ جهالار
هلڪو هار هيڪيءَ تي، طوقن جي ٽُلڪار(١)
ڪنڌ تي ڪڪور ڪمال جي، ڪيا تجلا تائيئَن تيهار
پر مَچلا تنهن ملوڪ کي ٿا سونهن سي سينگار
ساڳوئيون سڳين ۾، چوئين ڦَل چوڏار
جيءَ جڙيئن جانب ڪي آهن شلو بند شمار
وڏائين ٻانهن رکيون ٻانهن ۾، پيو اٿن والڙين ساڻ واپار
ليکون تنهن لعل کي، آهن زيب ظهار
سي ٻنيون ساجن کي، ڳوڪون غم گذار(٢)
ڏيڍيون جهمڪيون ڏيکَ مين لائي لَٽڪ لغار
پاپڪڙيون پاپوهيون، پيا ڪڙيا ڪنٺهار
ڏمڙي نِڪَڙي ڏهسئي، پيا آهن ميندي ڦل اپار
ٻُوتي هٿي پريت سان، مڙهي مانگهه مٽيهار
ڪنڍو ڏاڻ قميص جو، آهي تَنڌن آبتو تار
ڪٽن ٿا خوشيءَ مان ڪي بي غم ايڏا بار
ايڏا جن اختيار، سي آهن محب پرين موسو چئي(٣).

---

(١) ملان پنيو: هلڪا هار هس ڳچيءَ ۾ پر ٽڙنڪن توار.
(٢) مراد علي خان: سونهن ٿيون ساجن کي، گوڪون گم گذار.
(٣) ملان پنيو: اهڙي سان اختيار، مونکي گڏيا محب موسو چئي.

پـسـيـي اوسّ ان جـا، وچـون ات وريـون
سورج سج سلام ڪري، ڏرتـيءَ نـرڙ ڏريـون
پـاسـي منجهه پـريـون، عرض چونديون آئيون *.

## دوس محمد راڏو

دوس محمد راڏو ڪرمتي، ڪوهستان جي دريجي - ڪنراج واري علائقي جو وڏو سگهڙ شاعر هو **. هو سنڌي سينگار شاعريءَ جي نسبتاً پوئين گروه جي شاعرن ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. سينگار شاعريءَ جي اصطلاحن ۽ محاورن جي پوري ڄاڻ ۽ زبان تي ملڪي سببان هن نه فقط سينگار شاعريءَ جي عنوانن کي نهايت ئي سهڻي نموني ۾ نباهيو، مگر ڏهن مشڪل فن ۾ هن جملي پين شاعرن کان ڏکهي ۾ ڏکها بيت چيا.

( ١ )

تـرنـيءَ کان تجلو پلو، بـهنـسـر باني بين
آڏر چـور عـجـيـب جـا، مـک مـثـالـي مـين (٢)
چين هٽي چنهبائي وڏو پوءِ کهنگ نهاريو کين (٣)
اِن پـرَ دلبر، دوسـو چئي، آ سنهنجو کـم منجهين
ڏند موتي چپ چين، وڏ آهوئون عين عجيب جا ***.

---

* سگهڙ محمد يعقوب ابڙي موچي جي زباني اپلوڙي ۾ قلمبند ڪيو ويو.

** مٺه مرحوم ميان محمد امين پوتائي پڌايو ته دوس محمد ڪنراج طرف جو هو ۽ سؤ کن سال اڳ تي گذريو.

*** هيءَ بيت جدا جدا سگهڙن وٽ ذرا فرق ڦير ميان ملندڙ آهي. مٿين پڙهٽي سگهڙ جاڙي خان مري، حامد خان رند، محمد امين پوتائي، الله بخش پالاري ۽ ڪنهن هڪ ٻئي سگهڙ جي زباني روايتن مان پيتي قائم ڪئي وئي آهي. ٻيون پڙهٽيون: (١) اصل پڙهٽي ڪمک مسايل مين (٣) چين هٽي چنهباتي ويون سو ته کهنگ نهارئين ڪين.

( ۲ )

اندرپ چيني چين، ناهي ڪنچل مٿ قريب جي
آس پتهه پيري پيروانَ، اس پَهم قز قزين
آل چنو رَ، چالي چڪر، طرح طوطل بين
زُونن ڪنجن ڪيسَ ڪن، سُرُ گهم سُرڪ سندرين
اهڙي محب مُهين، ريهو رُوح رموز سين.

( ۳ )

تڪي ۾ تجلا ڏئي، جڻن چمڪي چاسينگر
آهُو عينَ عجيب جا، هن اونداهيءَ اوجر
ساهُ اچي مشتاق ٿيو تاءِ چڙي تڪبر
اڳتئون آريءَ چام جي چاهي شمس قمر
واري وتافر، ساجن تئون صدقي ڪيان.

[تڪي=اونداهي. چاسينگر=ٿانڊانو. وتافر=ڪنوڻ (جو تجلو) يا سون (جو سهڻو رنگ)]

---

(۲) سگهڙ سيفل پتي (جنهن پنهنجي استاد سهائي سوڇي ڪان پڌو) جي زباني، ڪچهري اوطاق دامن شاه جيلاني تل ۾ تاريخ ۱۳ - مارچ ۱۹۷۲ع تي قلمبند ڪيو ويو.

(۳) قادر بخش راڄپر، لڇمڻ پنيري، رحيم بخش ڪفش دوز ۽ نور محمد شنبائي ۽ سيفل پتي جي زباني قلمبند ڪيل، ۽ پڻ مرحوم عطا حسين شاه موسوي وٽ لکيل ۽ ڊاڪٽر منديلي جي ڏنل پڙهڻي (س) مطابق پيتيل. هيءُ بيت مٿين سگهڙن وٽان اڪثر ٽن، چئن يا پنجن سٽن جي صورت ۾ هلندڙ هو پر (س) واري هيٺين سٽ ڪاله هئي:

پس پڄتو پر جو، اصل ڪان انڇر

هيٺين بيتن ۾ دوس محمد "سينگار شاعريءَ" جي اڪثر مروج تشبيهن جو جائزو وٺي، مٽني مشابهه شين کان محبوب جي حسن کي بلند ۽ بالاتر ثابت ڪيو آهي.

(١)

١- سونهن سخاوت شانَ، سڀ ڪَسَ لائق سپرين
٢- چيهان چرن چڱان گهڻو، پاريوَر پڳ پا نه
٣- سچو سُوڌا سَروَ کان، ڪيهر ڪَٽ ڪسلان
٤- ڪنجلَ هنجهه ڪَنڌِبي ويا، چال برابر چان نَه
٥- ديهي ان جي ڏرم چپائي شمس قمر شمعدان
٦- ڪَمر ڪَنچنَ آگن عجيب آگينئون مات ٿيا مَرجان
٧- آلدِهان آنگ عجائب اگرا، ريشم ڪرمچ ڪل قربان
٨- وڌ ڪيلان ڪَرَ ڪرائيون، ڏنا دست دَيا جي دان
٩- ڏسي قائم ڪَرُ قريب جو، ويا آئينگهي جا اوسانَ
١٠- ڪوئل، ڪونج ڪُچي نهين لفظ نه ڪنهن لسان

---

(١) ٢. چيهان=چيهي پکي جي پيرن جي لالائي کان، يا چيهي گاه جي ڳاڙهي رس کان. چرن=پير. پاريوَر پڳ پا نه=ڪبوتر جا لال پير يا ڪبوتر جي سهڻي ٿور وارا قدم (پڳ) محبوب جي سهڻن قدم جي برابر نه آهن (پا نه). ٣. ڪيهر ڪٽ ڪسلان=محبوب جي باريڪ ڪمر جي مقابلي ۾ ڪيهر شينهن جي چيلهه (ڪٽ) سست (ڪسلان) يعني گهٽ آهي. ٤. ڪنجل=هاٿي. چان نه=آهي چوان نه. ٥. ديهي=محبوب جو لال سهڻو بدن. ڏرم چپائي-الخ=وڇن کي جهڪو ڪري ۽ پڻ شمس قمر ۽ شمعدان کي. ٦. ڪمر=گهٽ. ڪنچن=سون. اگن=آگ. ٧. السدِهان انگ عجائب اگرا=محبوب جا عضوا ۽ اندام (انگ) مکڻ کان (السدهان) وڌيڪ نرم ۽ نازڪ آهن. ٨. ڪيلان=ڪيلي جي قري کان. ڏنا دست ديا جي دان=مهرباني ۽ نوازش واري خيرات سندس هٿن کي ڏوتو ۽ چمڪايو آهي. ٩. قائم ڪر=نروار ڏکي ڳچي. ويا ائنگهي جا اوسان=مور جون مٽيئي وصفون ختم ٿي ويون. ١٠. لسان=زبان.

١١- لبن لالي لعل ڪان ڇا رونق رنگ رمان
١٢- هيرا حيرت ۾ وڌا ڏوڏر ڏچن ڏهان
١٣- سالڪ سال سيپين پرين صورت سرت سبحان
١٤- دوس مٺا، "دوس محمد" چئي، تلخ تنهين وٺ تا نہ
١٥- روءِ رس پسي رخسارن جي، ٿيا هنڌوا هنڌ حيران
١٦- چيڇهون چيپ چريا ڪيا، پوڌر پرن پيران
١٧- ڪئونتر نيف نمائيا، اليهر ۾ آرمان
١٨- ساجن جي سينگار جا، اڃان بيحد باب بيان
١٩- ڪا مت تنهنجي ڪانہ، جنس جڙي ئي جوڙ ڪا.

( ٢ )

١- ترنگهن تليهر، ابرن پيونر عرق ڪئا
٢- آهي نيف عجيب جو، ڪنا ڪيل ڪئنر
٣- نين مرگھہ نمائيا، فوگان وڌ فوگر
٤- لبن لعلي لعل ڪان، آرنا آت آڌر
٥- ديکيي ڏنڌ ڏهان ۾، ڏري پيا ڏوڏر

---

١١. رمان=ڏاڙهون. ١٢. محبوب جي وات (دهن) ۾ جي مهٺا اچا ڏند (ڏچن) آهن تن هيرن توڙي موتين (ڏوڏر) کي حيرت ۾ وڌو. ١٣. سال سيپين پرين=سيني وصفين سهٺا. ١٥. هنڌوا=مينهن وساڙا جيت. ١٦. چيهون=هرڻ. چيپ=اک (محبوب جي). ١٧. محبوب جي ڪنڍي نڪ (نيف) طوطن (ڪئونتر) کي پنهنجو تابع ڪيو آهي، ۽ محبوب جي ڪارن وارن کي ڏسي ڪارا نانگ (اليهر) پڻ حسرت وچان افسوس ۾ آهن.

(٢) ١- محبوب جي ڪارن وارن (ترنگهن) ڪارن نانگن (تليهر) کي، ۽ سندس ڪارن پرن پيونئرن کي شرمائي پگهر ۾ پاڻي پاڻي ڪري ڇڏيو. ٢- نيف=نڪ. ڪيل=طوطو. ٣- نين=اکيون. مرگھہ=هرڻ. فوگان وڌ فوگر=محبوب جا ڳاڙها رخسار (فوگر) مينهن وساڙي جيت ڪان (فوگان) بہ وڌيڪ لال آهن. ٤- ارنا آت اڌر=محبوب جا چپ (اڌر) ارني گل ڪان بہ لالائي ۾ گهڻو وڌيڪ (ات) آهن. ٥- محبوب جي سهٺي وات (دهان) ۾ ڏندن (دند) کي ڏسندي (ديکيي)، موتي (ڏوڏر) بہ ڏري اڌ ٿي پيا.

٦- ڪوئلَ وائي ڪَمَر ڪيَ انهيءَ جي آئنچرَ
٧- مساڪنان مصرٿان مٺا گهڻو، سهانُ ڳالهين سڪر
٨- ڪيلانُ ڪرَ ڪرائيون، دست چڱا دلبر
٩- پسي آنگشتيون عجيب جون جهڻا سپ جوهرَ
١٠- تنهنجي ديهيءَ ڏمر چپائي عرشين منجهه اپر
١١- قيصر ڪٽ ڪنبائيو، ڳئي گت، گنير
١٢- چرن چڱا وڏ چوڙ ڪان، پڳ ڪان پاريورَ
١٣- تنهن جوت ڏسي جانب جي اچي نايو ڪنڌ قمر
١٤- صورت سپهرين جي تي آفتابان اجگر
١٥- سهي ديک سڄڻ، "دوس محمد" چئي، تان آهن گڏ اندر
١٦- نائي ڪنڌ نهار تون، پٺا چو ڏوئين ڏر
١٧- رک سو نافع منجهه نظر، تہ منجان تو معلوم ٿئي.

## ( ٣ )

١- ڪنجل قيصر ڪنبڻا، چال چريا ڪئا چين
٢- ديهي ڏمر چپائي، چا ماه مشابت مين
٣- مرگهہ مٺت محبوب سان ڪوئل ڪونج ڪئي نہ
٤- سيدوست مٺا، "دوس محمد" چئي، سالڪ سرت سنگين
٥- هلي ڏس حسين، چا شمع ٻري شميدان ۾!

---

٦- انهيءَ جي ائنچر= محبوب جي مٺي گفتار. ٧- سهان= سهڪان= ڪونج ڪان. ٨- ڪيلان= ڪيلي جي ڦري ڪان. ٩- انگشتيون= آڱريون، منڊيون. ١٠- ديهي= محبوب جو بدن. ڏمر چپائي= ڪنوڻين کي ختم ڪري. ١١- سنڌ س منهي چيلهہ جي باوجود ڪيهر شينهن کي محبوب جي باريڪ ڪمر (ڪٽ) ڪنبائي ڇڏيو، ۽ هاٿيءَ (گنير) کي تہ پنهنجي هلڻ واري چال ٿي وسري وئي. ١٢- چرن= پير. چوڙ= هڪ قسم جي ڳاڙهي ڪاني (يا چور= مينڌي). پڳ= پير. پاريور= پاريهل پڪي.
(٣) ١- ڪنجل= هاٿي. قيصر= ڪيهر شينهن. چال چريا ڪئا چين= يعني هاٿي محبوب جي سهڻي تور (چال) چريا ڪيا ۽ ڪيهر شينهن محبوب جي باريڪ ڪمر (چين) چريا ڪيا. ٢- ديهي= بدن محبوب جو. ڏمر= ڪنوڻيون. مين= سچي (جنهن جي ننڊي وات جي محبوب جي اجا ۾ ننڍڙي وات سان کهڙي برابري ٿي سگهي ٿي!) ٣. مرگهہ= هرڻ. ٤. سالڪ سرت= سمجهہ ۾ سالڪ. سنگين= نازڪ ۽ سهڻا.

(٤)

تُرنگ تليھر تنھن جا، مرگھہ اکيون مُشک مساھ
ياقوتي لالي لبن، ڏوڏر ڏند صفا
آليدَه انگ عجيب جا، پئونرَ پرون بَنيا
سرَوَ کنا سُوڌا پرين کئونٽر نيف نَمَيا
سِھَه ڳچي، ڪَٽ قيصري، چيھي چرن چُميا
ھنجھه گَنيَر حبيب جي، پَسي لوڏ لجا
تنھن جي سُٺي وائي سڦري ڪي ڪوئل ڪوڪ نہ ڪا
ماڪئان مصرئان مٺي ڳھٹو، صحبت سرس سوا
شان سخاوت اڳرا، 'دوسو' دل دريا
تنھن جي ديھيءِ دمَ چڀائيي، شمس قمر شرميا
نَواڙو تنھن نرمل کي پرھم ڪري پُوڄا
جنھن جا پيا ٿي پَٽَرِ لا، تنھن پاتا پيچ پِران ڪي.

غالباً ڪوھستان ـ ڪاڇي جي ڪنھن ٻئي شاعر ھيٺيون بيت چيو جنھن جي جواب ۾ دوس محمد بيت چيا:

اسر ويل اٿي ڪري ڏٺم جانب جو جلوو
سوھيو من محبوب تو، ڏيئي تَرنيءَ جان تجلو
بيدَڪ نہ بيٺي باغ ۾، چا مرگھہ ٿيندا مَٽ تو
پَريون چڀايئي چانو ۾، توسان ھاٿي ڇا ھلندو
جئن بئنسر بانو بين ۾ تئن سونُ ڳھٹو سُوھندو
شل محب اھو ملندو، جنھن کي آه حمايت حسن جي.

---

(٤) عبدالرحيم وفا عباسي جي قلمي ذخيري تان ورتو ويو.

هن بيت ۾ شاعر چيو هو تہ جانب جو جلوو 'اسر ويل' هو، انهيءَ جو جواب دوس محمد ڏنو تہ جانب جو جلوو 'اسر ويل' يا ٻئي ڪنهن خاص وقت سان محدود ڪونهي پر سهڻي سڄڻ جو حسن 'سڀڪنهن ويل' ۽ هر وقت جلوه-نما آهي. دوس محمد هنن بيتن ۾ مجازي رنگ واري بيان جو رخ موڙي حضرت نبي ڪريم جي حقيقي سونهن صفت ڏانهن ڪيو.

( ١ )

سڀڪنهن ويل سڄڻ جي جوت ڪري جلوا
لالي تنهين لال سين ڪانہ اچي ٻي ڪا
سپيريان جي سونهن ڪي سورج ڪن ثنا
صورت سون جهڪائيو، محبوبن جي ماه*
منهنجا دلبر، "دوس محمد" چئي، آهن برق ڪنا بي‌بها**
روح اچي ريلو ڪيو، تنهن ڏي عشق منجهان ارواح
سو شان شفاعت اڳرو، مير محمد شاهہ (صلعم)
تنهن نافع جي نگاه، منهنجو من مهتاب ڪيو.

( ٢ )

سڀڪنهن ويل سڄڻ جو خاصو خوب خيال
شان سخاوت اڳرا قائم زور ڪمال
صورت، سيرت، شبيهہ ۾ ڪونهي ساهہ مثال
درسن ۾، "دوس محمد" چئي، جانب وڏ جمال
تنهن سان لڳي لالي ڪانہ ڪا، سو لعلون ئي وڏ لال
تنهن نظر ساڻ نهال، منهنجو من مهتاب ڪئو.

---

* ماه = ماءَ = آب = حسن جي آب تاب. ** بي بها.

( ۳ )

۱. سيڪنهن ويل سجڻ جو اوچو نئي اغماز
۲. قمر، شمس قريب ڪي نيو ڪن نياز
۳. پڇي پري تئي ۽ بانبي! ڏس درسن دور دراز
۴. ڪنجل، قيصر ڪنبئا، ڪن لوڏان ڪٽ لحاظ
۵. ترڪ تليهر يونئر پيرن ڪئا، ترنگن آڏو تواض
۶. ڪرنگ، ڪئونتر ڪم پئا، هن جو حوران وڏ هجاز
۷. ساجن جي سينگار جو، ڪنهن ڪن ڪونه قواز
۸. اڳيان دلبر، "دوس محمد" چئي، اي ۽ سڀ رنگ رواز
۹. تنهن ڏسي مک محبوب جو، ٿيو منهنجي من مجاز
۱۰. دل سوڙهي ويا دم ۾، جئين سو بحري باز
۱۱. تڏ حرف و چيو گڏ 'هو ۽' سين، ساهه سنبهي ٿيو ساز:

(۳) ۳. بانبي=( سهڻي ) عورت. ۴. ڪنجل=هاٿي. قيصر=شينهن: هاٿي ۽ شينهن پئي عاجز ٿي ڪنبڻ لڳا. هاٿي محبوب جي سهڻي لوڏ جي ملاحظي ۾ حيران ٿيو، ۽ شينهن محبوب جي باريڪ ڪمر (ڪٽ) جي مشاهدي ۾ غلطان. ۵. (محبوب جي ڪارن ڊگهن وارن) ڪارن نانگن (تليهر) کي (مقابلي ۾ ميدان مان) ڪيي ڇڏيو ۽ اهي محبوب جي ڪارن ڊگهن وارن (ترنگن) آڏو تواضع (تواض) پيا ڪن، (۽ ساڳيءَ طرح) محبوب جي سهڻن پيرن پڻ يونئرن کي (شهه ڏيئي ڇڏي). ۶. ڪرنگ=هرڻ. ڪئونتر=طوطو. ڪم پئا=گهٽ ٿيا. هن جو=ان سهڻي محبوب جو. هجاز=عجاز=اعجاز=ڪرشمو، معجزو. ۷. ڪنهن ڪن=ڪنهن وٽ. قواز=قواعد=حرفت ۽ هوشياري. ۸. رواز=رواجي- گهٽ. ۱۰. سوڙهي ويا=جهٽ ڏيئي جهلي ويا. ۱۱. حرف='تون هي تون' جو حرف جنهن جو ذڪر ۱۲ مصرع ۾ اچي ٿو. سنيي=سنبهي=تيار ٿي.

١٢. 'تون هي' 'تون هي' تن مان آيو ايء آواز
١٣. ٿيو روح تنهين سين راز، جنهن پاتا پيچ پران ڪي.

## ميٺهن وسايو مگڻهار

ميٺهن وسايو مگڻهار ڪوهستان جي وسندڙ شهر ٺٽونگ جو وينل هو. ڪجهه پڙهيل هو. راڳ جو چاڙهو هو ۽ ستار وڄائيندو هو. 'سال' جي سگهڙ فقير حاجي محمد هاشم مگڻهار (١٩٤٩ع ۾ عمر ستر و رهيہ ڪن) ٻڌايو ته هن ۽ سندس ساٿي سگهڙ طاهر گراٽي ٻنهي ميٺهن وسائي سان ڪچهريون ڪيون هيون. غالباً ١٩١٨ع واري وڏي بيماري ۾ يا ان کان ٿورو اڳ وفات ڪيائين.

( ١ )

آبر تيئن نہ اڪر، جيئن ابرو نين عجيب جا
سج چنڊ ڪئون سونهن سوائي، قمر قوس ڪٿر
موءِ مسلسل، عنبر سياهہ مشڪ سارا مُعطر
گل گلابي عارض انور، سرخيءَ ڪئون بہ سکر
سرو قداور نرمل نازڪ موم مثا دلبر
پگهر جبيبنان آختر اعلىٰ، چا جڙيا جوت جنهور
سي ميٺائي ۾، ميٺهن وسايو چئي، آهن شيرئون وڌ شڪر
بخت آنهن جي پَر، پيو مَتَ نہ لڳي محبوب جي.

---

(١) منشي محمد صالح ٻُري جي قلمي ذخيري تان ورتل.

( ۲ )

آهي صورت جو سلطان، محبوب منھنجي من جو
ڏسي جوت جانب جي، شمس ٿيو شرمان
ڇا مشابت موتيءَ جي، ڇا آهي مرجان
جلوي جانب جي جهڪو ڪيو، لعل بدخشان
جهڙس ڪونهي جڳ ۾، نڪو منجهه جهان
سڪر بڪر ٿئو ننگر، ڪلي نه ملتان
نه لس پيلي لاڙ ۾، نڪو نيستان
ترڪ، چين، فرنگي، نڪو بحرستان
نڪو هند نه سنڌ ڪو، نڪو هندستان
مشرق نه مغرب ڪو، نڪو پري پرستان
نڪو هفت زمين، نڪو هفت فلڪ آسمان
پيو پيدا نه ڪيائين پرين جهڙو، مونکي سو ڳنڌ آ سبحان
تنهن لعلڻ تان لک لک ٿيان، ڪوڙين دفعا قربان
منھنجو من مينهن وسايو چئي، محبن لئي مستان
آهي ڪهڙو زَبِن زبان، جو ڪندي صفت سجڻ جي.

( ۳ )

آهي صورت جو سردار، محبوب منھنجي من جو
ڏسي جوت جانب جي ٿيو شمس شرمسار
قوس ابرو ڪاڪل ڪنڍڙا، واسينگ هڪ هڪ وار
بُرج بدر، ڏند دلبر، چمڪي چيه چشم چمڪار
لب مُرڪيا لعلڻ جا، ڪر ڪرڙيا ڪنڌهار
تنهن محب ميڻي منثار، موهيو منُ مينهن وسايو چئي.

(۲) حاجي طاهر گراٽي ۽ فقير محمد هاشم مڱڻهار جي روايتن سان پيٽيل.
(۳) فقير محمد هاشم مڱڻهار ۽ حاجي طاهر گراٽي جي روايتن سان پيٽيل.

( ٤ )

جهڙو پرينءَ پيشاني نُوُر نَماء، اهڙو اوجر پيو ناه ڪو
چيا شمع شعاع شمس جو، چا چنڊ چوڏهينءَ ماه
چيا آتش اگيان عجيبِ جي، چيا گهرائي گلنماءَ
ڏسيو لالائي لب لال جي اچي شفق ڪي شرماءَ
سڄ چنڊر تارا ڪتيون جي جوڙ تين جمعاءَ
نہ ٻہ همسر هيُن نہ حبيب سان، مونکي قسم ڪريماءَ
تن محبن خاطر مينهن وسايو چئي، منهنجا چڪن پيا چشماءَ
جيڪي آرض سماءَ سوسپ سونهن ساجن جي سوجهرو.

( ٥ )

عَڪس آعلى، آهو عَينَنان، تي دلبر درس ديداري
ڪيو ڪاڪل ڪنڍڙا تيي سَنمڪ سينڌ سَنواري
ما جادنَ سان جادُو هَنيو تيي مُشتاقن ڪي ماري
تهر جيي پاوَنَ ڪجل ڪاني، عاشق سر آلاري
الف ايراني سَرَو قَد ڪاني، لڳي نينهن جي نظاري
سا ڪٿر ڪامڻ ڪئن نہ چوان جا قمر ڪي ٻہ ڪُواري،
اهڙا محبوب مينهن وسايو چئي، ڏاتر شال ڏيکاري
اچن پيرين تان عيد ٿيئي، وڃن غم سڀ گذاري
جيئن اوجر سونُ اوجاري، تيئن ملج پرين تان مانُ ٿيان *.

---

(٤) حاجي طاهر گيرائي جي روايت جنهن سان اسان ٥ جولاءِ ١٩٤٩ع تي فقير محمد هاشم مگنهار جي اوطاق (لڳ اونگر، سال ڪان) تي ڪچهري ڪئي.

(٥) هيءُ بيت حاجي محمد هاشم مگنهار، ٥ جولاءِ ١٩٤٩ع تي سندس ڳوٺ (سال، لڳ اونگر) ۾ ڪيل ڪچهري ۾ ٻڌايو.

(٦)

جهڙا انف ابرو عين عجيب جا، تهڙا ڪنهن جا ڪين ميان<br>
سج ۽ چنڊ ڪثون سونهن سوائي، جانب وڏ جبين ميان<br>
زلف سياهي واسينگ ورتي، لب لال سرخ رنگين ميان<br>
جهڙا دُر دندان نجم ستارا، تهڙا پيا ڪٿ ڪين ميان<br>
بادل برسي گُل ڦُل بوندان، پگهر جانب جبين نم ميان<br>
گل آندامي قيمت گراني، مُهري مُتجلين ميان<br>
بدن بلوري اطلس عجمي، تشريفي تزيين نم ميان<br>
مٿ پايان منسار سجي ۾، سُنهن آ، ساجن سين نم ميان<br>
سخن سلوڻا سالم سپرين، مشفق محب مشڪين ميان<br>
هر ڪنهن وائي وات پرين جي، ٻي وائي سڀ وسرين ميان<br>
تنهن ملڪ سين سڀ ماٺ ٿيا، هي غم سندا غمگين ميان<br>
ڇا صفت ڪريان ان ساڄن جي جنهن بيحد باب برين ميان<br>
سي معطر مينهن وسايو ڇٺي، آهن مُشڪ مارا مُعتبرين ميان<br>
سي ميهرون مُحب مُقبين ميان، ڪندا قُير و فضل فقير تي.

---

(٦) سردار اميد علي خان پوتائي جي روايت ۽ امان جي ساٿي ميان محمد طالب لوهار جي ميان محمد امين پوتائي ڪان قلمبند ڪيل روايت مان پيتيل.

# باب ستون

## موجوده دور: ١٩٥٥ کان ١٩٨٦ع تائين

موجوده دور، سنڌ ۾ 'سينگار شاعري' جي ذوق شوق جي ڀيٽ جاڳڻ وارو دور آهي. اهو دور، ١٩٥٠ع بعد 'لوڪ ادب' جي ذخيري کي ميڙڻ سان شروع ٿيو. ١٩٤٦ع ۾ لس ٻيلي جي سگهڙن سان ڪچهريون ڪندي راقم کي 'سينگار شاعري' جي ٻي ٻها ٻيتن جو پتو پيو، ۽ ١٩٥٠ع بعد سنڌ جي سگهڙن وٽان ٻڌ سينگار جي سهڻن ٻيتن جو چڱو خاصو ذخيرو دستياب ٿيو. موضوع جي ادبي اهميت محسوس ڪندي، سنڌ جي سڄاڻ سگهڙن جي ذوق وڌائڻ خاطر راقم هن موضوع تي هڪ تفصيلي مضمون لکيو جيڪو سنه ١٩٥٥ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي رسالي 'مهراڻ' ۾ ڇپيو. هيءَ ڇپيل مضمون پوءِ ڪن چونڊ سگهڙن کي تحفي طور ڏيئي مون کين ترغيب ڏني ته، ان کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪن ۽ ٻڌ سينگار جي ٻيتن کي 'سگهڙن جي ڪچهرين' جو هڪ خاص موضوع بنائين. اڳ سگهڙن وٽ گهٽو ڪري ڏور ۽ ڳجهارت جي ڪچهري هلندڙ هئي. راقم جي ڪوشش سان 'سگهڙن جي ڪچهري' کي وڌايو ويو ۽ هڪ نئين رنگ ڍنگ سان رچايو ويو. آجيان جي ٻيتن، دانائيءَ جي گفتن ۽ ٻهاڪن، ۽ سينگار جي ٻيتن کي ڪچهري جي هن نظام ۾ داخل ڪيو ويو. سگهڙن جي ڪچهري کي هنن نون بنيادن تي هلائڻ لاءِ، هڪ پاسي کان اتر جي چونڊ سگهڙن کي ۽ ٻئي طرفان لاڙ جي چونڊ سگهڙن کي سڏي گڏي هڪ ڏکي سفر ۾ جدا جدا ماڳن ۽ منزلن ۾ ڪچهرين جا منڊل مچايا ويا. اتر مان

مرحوم حاجي فقير مهيسر ۽ لاڙ مان مرحوم جاڙي خان مري ۽ پيڙي فقير ڪنڀار اڳواڻي ڪئي. انهيءَ دور ۾، 'سينگار جا بيت' ڪچهرين ۾ هليا ۽ ڪچهرين جي نظام جو هڪ خاص جز بنجي ويا.

سنه ١٩٥٦ع ۾، سينگار جي بيتن جي تلاش ۾ ان وقت جي اسان جي ساٿي (ڊاڪٽر) عبدالڪريم سنديلي صاحب جو ڪتاب "سنڌ جو سينگار" سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپيو، جنهن ڏانهن سگهڙن جو ڌيان ڇڪايو ويو. ١٩٥٧ع ڌاري اهو ڪتاب سگهڙن تائين پهتو ۽ ڪن پوءِ ان مان ڪچهرين ۾ پڙهڻ لاءِ بيت ياد ڪيا.

مرحوم پيڙو فقير ڪنڀار جيڪو مون کي وڏيڪ ويجهو هو ۽ گهڻو ايندڙ ويندڙ هو تنهن کي 'ڪچهرين' جي نظام ۽ انتظام جي تربيت ملي. پيڙو فقير وڏو ذهين هو ۽ هن صحيح معنيٰ ۾ 'شاگرد' بنجي سچي ڳالهه کي سڪي سمجهي ورتو. مون کيس بالآخر 'سينگار جي بيتن' جوڙڻ جي ترغيب ڏني ۽ هو هن دور جو پهريون سگهڙ هو جنهن سينگار جا بيت جوڙڻ شروع ڪيا. سندس اوائلي بيت البت سادا هئا، پر وڏيڪ تربيت ۽ ترغيب سان پوءِ پيا چڱا بيت چيائين. اتر جي سگهڙن مان مرحوم علي شير جاگيراڻي پهريون سگهڙ هو جنهن پوءِ 'سينگار جا بيت' چيا. سنه ١٩٥٩ع ۾، ڳوٺ پانڌي هگوري (تعلقو شهدادپور) ۾ پيڙي فقير ڪنڀار جي ڳوٺ رکيل ڪچهري ۾ علي شير مرحوم ڪان سندس پنهنجي زباني ۽ ان بعد ١٩٦٠ع ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي ميلي تي ڪچهري ۾ (١) سگهڙ

---

(١) 'ڪانفرنس' وارن جلسن ۾ راقم جي ڪوشش سان سگهڙن جي رهائش البت پوءِ داخل ٿي. ان وقت سگهڙ اجهان پاڻ پنهنجي منهن پوتيون وڇائي واري تي ويهي پاڻ ۾ ڏي وٺ ڪندا هئا. اتان کين سڏي پهريائين (پير شاهنواز مرحوم ڊنڙي واري جي معرفت) هڪ مڪان ۾ تڏن تي ويهاري، ڪچهري ڪرايم ان ۾ جئن سندن مان ۽ عزت وڌي.

نورمحمد شنباڻي جي زباني سنڌس چيل سينگار جا بيت راقم ٻڌا ۽ انهن جي قدرداني ڪئي.

علي شير جاڳيراڻي کان پوءِ، اتر جي ٻئي سڄاڻ سگهڙ فقير هدايت علي رڏ سينگار جا بيت جوڙيا جيڪي سگهڙ نورمحمد شنباڻي ياد ڪيا ۽ ڪڇهرين ۾ پڙهيا. انهين سينگار جي بيتن جو ذوق شوق وڌيو ۽ ڪن ٻين سگهڙن پڻ ڪي بيت چيا. پر نوجوان سگهڙن مان، عبدالرحمان مهيسر سيڻي کان وڌيڪ سهڻا بيت چيا. عبدالرحمان جي بيتن جي ٻولي وڌيڪ صاف، قافيا سهڻا ۽ وزن جي نوڪ ٽوڪ ۾ اهي بيت پورا ٺٺريل هئا. ان بعد لاڙڪاڻي طرف سينگار جي بيتن جو ذوق شروع ٿيو. محمد مُريد جت ڏوڪري جو اسان جي ڪچهرين جو هڪ سمجهو سگهڙ هو، جيڪو پٺاڻي صاحب جي ميلي تي توڙي دادو طرف رڪيل ڪن ڪچهرين ۾ شامل هو. محمد مريد جت جي شاگردن مان فقير محمد ملوڪ عباسي سيڻي ۾ وڌيڪ سڄاڻ سگهڙ ساماڻو جنهن عوامي رنگ ۾ گهڻو شعر چيو ۽ سينگار جا بيت به چيائين. هن ڏوڪري- لاڙڪاڻي طرف سگهڙپائي جي ذوق کي وڌايو، ۽ پوين ڏهن سالن وارو عرصو ان طرف فقير محمد ملوڪ جي اڳواڻيءَ وارو آهي جنهن ۾ سنڌس شاگردن مان هرهڪ پنهنجي ڄاڻ ۽ سمجهه سارو سينگار جي بيتن چوڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

هن دور ۾ جيئن پهريائين لاڙ ۾ پيڙي فقير ڪنڀار، پوءِ اتر ۾ علي شير جاڳيراڻي مرحوم ۽ ٻين، ۽ ان بعد لاڙڪاڻي ۾ فقير محمد ملوڪ عباسي ۽ سنڌس شاگردن سينگار جو ذوق وڌايو، تيئن ساڳئي تاريخ وار سلسلي مطابق اسان لاڙ، اتر ۽ لاڙڪاڻي جي سگهڙن ۽ سندن چيل سينگار جي بيتن جو ذڪر ڪنداسون.

## لاڙ جا سگھڙ ۽ سندن بيت:

موجوده دور ۾، لاڙ طرف سينگار جي بيتن جي شروعات پيڙي فقير ڪنڀار ١٩٥٥ع ۾ ڪئي. ٻھرين پن ڇٽين سالن ۾ ڪي چڱا بيت چيائين، پر پوءِ ان ذوق ڪي ڪونہ وڌايائين. انھيءَ ڪري لاڙ طرف، سينگار شاعري جا ڪي پيا سگھڙ شاعر ان وقت ڪين ساماڻا. البت ان وقت جي وڏن سگھڙن مان فقط محمد صادق ٿھيم سينگار جا ڪي بيت چيا، (جيتوڻيڪ ھن ۾ پين سلسلن جا بيت وڌيڪ چيا). پوين ڇھن پنجن سالن ۾ البت ڪن نون سگھڙن ڪي چاھہ جاڳيو آھي، جن سينگار جا بيت چيا آھن. انھن مان جن جا بيت اسان تائين پھتا آھن، تن کي شامل ڪيو ويو آھي.

## سگھڙ پيڙو فقير ڪنڀار

پيڙو فقير ڪنڀار ھڪ وڏو ذھين سگھڙ ھو. ذور ۽ گفتي جي ڪچھري ۾ رئيس جاڙو خان مري سندس استاد ھو. ١٩٥٢-١٩٥٣ع ۾ راقم کيس ڪچھري ۾ ڏٺو ۽ سندس ذھانت کان متاثر ٿي کيس پنھنجي قرب ۾ آندو ۽ کيس خاص طرح ڳجھارت ۽ سينگار جي ڪچھري جي ترغيب ۽ تربيت ڏني. پيڙي فقير ڳجھارت جي ڳولھہ ۾ وڏي ڄاڻ پيدا ڪئي، ۽ سينگار جا بہ ڪي بيت چيائين جن مان سندس ھيٺيون بيت انھن اوائلي بيتن جو يادگار آھي جن جي شروعات ھن دور ۾ ٿي. پيڙي فقير ٥٥ سالن کن جي عمر ۾ سنہ ١٩٧٧ع ۾ وفات ڪئي.

حسن ڏنو حبيب منھنجي کي قادر پاڻ ڪمال ڪري
روءِ روُيانيي راس نہ آئي، موٽ ڇوان ڇا مثال ڪري
آبرآليءَ ڇھر عاجز ٿيا، تکيي ترنگ اکيان نہ سا تال ڪري
پيرونٚ پلا ٿيا پوُنرن کان ڇا حسن اکيان ھلال ڪري

دادر چشم چپايئون آدگر عين اکيان اقبال کري
پسي پنامتس پرين جو چا کيل اکيان تہ مقال کري
شفق شاهي شان وڏي چا رنگ بدخشان لال کري
دُرَّ دچن دهان ۾ تو منڌر اکيان سوال کري
مشڪ محبوب جو ميم مثل، چڏيئين ميون مڇي کي مجال کري
ڪوئل ڪنبائي گوهر گفتن تاڙو اکيان چا تنوال کري
ساڻوَل ڳچي سپيد ڪان سُهڻي مور اکيان چا مجال کري
قد قامت چا سرو صنوبر ڏس خان اتي تہ خيال کري
بدن بي وس ڪيئي برق چڏيائين پڻونہم کي پائمال کري
دست چڱا منهنجي دلبر جا ويا پلا پئي سي پال کري
لڪ ليث جي چا لکي چيلاٽو چا چال کري
رجل ڏسي منهنجي رانجهن جا ويا طير سيئي تر حال کري
هاڻ ڏسي آهن هنس هئيا، چا ڪنجل ڪار ڪنگال کري
مي وصف سيئي ان نصف ڪيا، تہ ڪوجوڙ اکيان تہ جمال کري
سالڪ سُرتيا اکيا هئا، چا گويا هيڏ گيلال ڪري (١)

هيٺيون بيت پيڙي فقير جي زباني قلمبند ڪيو ويو ۽ پانهجي ڏو تہ اهو سندس چيل آهي.

تيرهن پندرهن پساڻ ۾ جنڌ ڏُس ڪيا دلبر
ملڪ حورن مستان تيا، سڀ لاهوتي لشڪر
شارق شعاع ڦيڙو ڪيو، جنڌ ڪيائون نيڪ نظر
کنگ جو روشن گُم ٿيو، ڪيائون پورا کي تہ بندر
سينگار جهي ساڻون جا، ويا هنئي سڀ هيڪر
چنڊ ڏن پئي چيخون ڪيون، روئي پسي رهبر
پتڙدا پرين اکيان، ڪن ويڻتيئون ويتر
ميوا قُل مان چا ڪٿيان، ڪن سجدا سڀ شجر

---

(١) گلال = ڪنير

ذهب اگن ضعيف ٿيا، ڪئي جوت جهڪي جنهور
مٽ نه پانيان محبوب جو ڪو ارض سماء اندر
دوست سنڌي ٿي دُر، اڄ ناپو ڪنهن ڪنڌ
ڪنيار چئي.

## سگهڙ محمد صادق ٿهيم

سگهڙ محمد صادق ولد جمال خان ٿهيم ويٺل ڳوٺ لڳ ماڻڪ ٿهيم (تعلقو ٽنڊو آدم ضلعو سانگهڙ) سنه ١٩١٠ع ۾ ڄائو ۽ ١٩٢٦ع ۾ فائينل امتحان نوشهرو فيروز ۾ پاس ڪيائين. ١٩٢٧ ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. ١٤ سال نوڪري ڪري استعفيٰ ڏنائين ۽ پنهنجي زمين سرڪار سان ڪٽ ڪري انهيءَ جي سنڀال ڪيائين هن وقت سندس عمر پنجهتر سالن کان مٿي آهي ۽ سڄاڻ سگهڙن ۾ شمار آهي. شاعري ۾ سندس ٻول پڪو ۽ وزندار آهي.

( ١ )

سونهن سهڻن کان سرس سوايا سهڻل جا سينگار هئا
ڪارا ڪجلا ڪيف ڪڪور پل نرگس نيڻ خمار هئا
چلڙا چلڙا چا چوان آءٌ گيسو گهنڊيدار هئا
جاڙا پرون جانب جا جيئن ڪڪر ڪارونڀار هئا
ڳل ته ڳوڙها لال گلابي رتڙا رونقدار هئا
حٽليو حبيبن جو هلالي چوڏس جا چمڪار هئا
بادل ۾ جيئن ٻجلي ٻرسي منڙا مينگهه ملهار هئا
عضوا عجيبن ڪهان ڪوُنرا آجرا وڏ اپار هئا
سهڻا سنڙا سي ساروئين جانب جا جنسار هئا
وهه واهه ويس لبيس لڳن تي عجب رنگ اسرار هئا
هيرا موتي هنر هزارين چولي تي چمڪار هئا
چئني پلاندين چنيءَ جي سلما سون ستار هئا
ماڻڪ موتين ملهه مهانگا پرينءَ جا پيزار هئا
سهڻا سرها سي سرهائين مشڪ عنبر هبڪار هئا

سامهون سهڻن سوين سڪايل عاشق ۾ انتظار هئا
ناز اندازن نينهن نهوڙيا نه تم حسن لک هزار هئا
جلوي جانب جوت جهڪا ڪيا شمس قمر شرمسار هئا
دم دم دل ڏتارڻ لاءِ مونکي دلبر جا ديدار هئا
صادق آهي سڪ سچي جن تن جا پيڙا پار هئا، تن جا پيڙا پار هئا.

## پير جان محمد

پير جان محمد جنوري ١٩٧٩ع ڌاري ٦٢ سالن کن جي عمر ۾ وفات ڪئي، اميدن پري (شهر حيدرآباد) دفن ٿيل آهي.

صورت دڙي وچ جهاتي پا ميل مُک ويکيم دلبر دا
چهرا چمڪي جلوه گري کر جلوه دار جوهر دا
موتي ۽ مروار امل اسرار بحر ۽ بر دا
يَمَن تهي ڪَنڌنِي هيرا ڪيا ياقوت سرخ احمر دا
لب دنداني لعل بدخشان موه گهتن سنگ مرمر دا
ڪيلدڙي ڪَلدَن ڪنٺهاري شبنم وقت سحر دا
تاب ڪِيا ول تينهن دم تجلا پونم خور اختر دا
'لا' سُون لاوَن تير تفنگي چيرن چاڪ جگر دا
سيل اصيل واسينگ ڏنگي ڏنگ مار ڏَسي وسيهر دا(١)
آفسُون اين سير مول نہ چلدي گاروڙي گرنار نکر دا(٢)
فڪر فقيرين فيض نہ هَلدا گوگا دڙي گجرات شهر دا
اثر تم اپنا آپ وَلاوَن جام پيلا پٽر ڪوثر دا
ول ”پيرل“ نون پيمان پيلا من نام خدا پرور دا
جلد پَسا جهٽ ”جانڻ“ ڪُون اي يار ديدار نظر دا.

---

(١) ڏسي=ڏنگ هڻي. (٢) افسون=منتر.

## پنهون لغاري

پنهون پٽ حاجي عثمان لغاري (ڳوٺ پنهنجو تعلقو ميرپور خاص) تخلص 'عارف'، سندس هيٺيان سينگار جا ٻه بيت هن پاڻ اسان کي ٻڌايا*.

(١)

راسيون جيئن رڱين، تئن پيءِ لڪيرون پرين جا
پدم پيرن جا پسي ٿا ليزم ماه لڳن
'عارف' اوجر اهڙا لڪن ۾ ته لين
ڪوڙين ڪنڌ هجن، ته به قدمن تان قربان ڪريان.

(٢)

ونڪون سون وريون، پينگم پاءِ پرين جا
مونهن سرسيون سهڻيون، تَسَرَ جيئن تريون
جانب جٽيءَ ۾ جڙيون، زري سيم ذريون
جي 'عارف' سرن سريون، ته به قدمن تان قربان ڪريان.

## امام بخش سنجراڻي

امام بخش ولد بنگل خان ويٺل موريو خان سنجراڻي لڳ شاهپور چاڪر، عمر پنجاهه سال کن. هن هيٺيون سينگار جو بيت چيو آهي.

جب ڳوري ڳهٽا ڪري ٻنسر ٻولو هس ڪڙولا هار
يارهن تن ۾ يقين سان جوڙ ڪري جنسار
پنج پيا ٻروچ چوي سورهن ڪري سينگار
اليهر ڪيس عاشق جا جڏهن نسنگ ٿين نروار

* ٢٥- آڪٽوبر ١٩٧٩ع تي سانس ڪيل ڪچهري ۾ اهي بيت سندس زباني قلمبند ڪيا ويا.

زيب ذهب جو زد ڪري محب مٺو منٺار
ٻر جي لا ڪيٽو وٺي لوڏي تہ هوء ٿئي هيڪار
ڇا مجال مشڪ ڪٿوري جي، ڇا عطر عنبار
ترني ڪان وڌ تجلو رکو دم سندو ديدار
ڏيهہ سڄي ۾ ڏينهن ٿيو چوطرف چوڌار
آفتاب ماهتاب ويا گڏجي منجهہ غبار
ٿور پسڻ ڪي مور هليا ٿيا ڪنير گرفتار
عين اطهر نورٌ انور خلقيو خلقڻهار
حبيبانڻي حسن جو ڇا شاعر ڪري شمار
سهڻو منجهہ سنسار، آهي عجيب امام بخش چئي.

## محمد شريف ڏاهري

محمد شريف ولد سڄڻ ڏاهري، ويٺل ڳوٺ تاج محمد ڏاهري، لڳ شاهپور چاڪر، تعلقو شهداد پور ضلعو سانگهڙ. عمر پنجاهہ سال، چار درجا سنڌي پڙهيل آهي.

جب ڳوري ڳهٽا ڪري موهي مشتاقن
ٻولا بند بينسريون آليون سر سونهن
جهالر جهومڪ ويڙه واڍوليون چيريون چمڪا ڪن
پوپٽ پنڙا نسبيون نورا ٻانهيون سدا ٻرن
ڦل قلڙيون پازيب پونچون چندن هار چمڪن
والا واليون ڪيوٽيون ڪوڪا ٽڪڙا وڌ ٽهڪن
ڪنمالون ڪڙيون چٽ چلا ڪنڊيا ڪاپارن
ايرينگ آگوٺيون ڪنگڻ ڪرڪون لڙهيون منجهہ لاڏن
تائيٽ ڍولڻ دستيون دهريون بهاري بازوبندن
منگر منڊيون منگليون مٽيا خوبي ڪارڪن
ٻيا بہ ڪئين ڳهہ ڳچيءَ ۾ هس مٽان هارن
مساڳ مسيون ڪجل ڪانيون عطر اوتجن
پٽ پوشاڪون فيشن ڦٽيون خوبي خوشبوئن

پر مت نہ پانيان محبوب جي پٽي رکو پيرن
پيا بہ هزارين حسن وارا بيشڪ بر نہ اچن
حورون حيرت ۾ پيون پريون پير چمن
چڻيءَ کان وڌ چلتو هئو جوزا چا جرڪن *
پتوا کان تيز هئي وڌ لالائي لبن *
ابرو انف عجيب جا قوس جهڙي قسمن *
غزال گنير گت لاءِ سنکر سڌون ڪن *
چم وڏاري چيهل کان الڏه انگ سندن *
ترنگ تليهر تڪيا رجنيءَ جي روپن *
زياده زيب ذهب کان مروا روپ دچن *
جوهر جرڪا جان تي شعاع جيئن شولن
چيها چڪور چلي ويا مرحهايو مورن
عجب پسڻ پريءَ جو جيئن ملاري ميگهن
اهڙي سان ارمن، اچا پي شان وڌ شريف چوي.

## محمد هاشم ڪنيار

محمد هاشم ڪنيار، عمر ٥٦ سال، ڳوٺ حاجي لقمان ڪيريو، لڳ شاهپور چاڪر، ضلعي سانگهڙ جو ويٺل آهي. سگهڙ مرحوم ساجن ڳاهو اتي سگهڙن جون ڪچهريون ڪرائيندو هو جتان کيس سگهڙپائي جو چاهہ پيدا ٿيو.

جب ڳوري ڳهڻا ڪري ويڙهہ منڊيون هروار
هٿن مينديون نّنهن سرخيون سهڻا رکي سينگار
مٿي آليون، بينسر لعلون، عجب انهيءَ اسرار
ابرو اعليٰ، نُرخ نرالا، ڪنن والا، چهرا چمڪيدار

* چڻيءَ = ڪنوڻ. جوزا = ستارا. پتوا = مساڳ. انف = نڪ. قوس = ڪمان.
غزال = هرڻ. چم = اکيون. چيهل = هرڻ. ترنگ = وار ڪارا.
تڪيا = وار ڪارا. مروا = موتي. دچن = ڏند. رجني = ڪاري رات.

دند دَهن، سرخ لبن، سَوَ سَوَ رکن سَوَ مار
ڪنگڻ ڪارايون، ٻانهن ٻاهيون، بازوبند بهار
هَسَ ڪڙولا، چڪنن چولا، چانديءَ چندن هار
ڦُل ڦلڙيون، ٻُندا ٻُرن، دنگ دُهريون ڪن ڌار
اهي زيور پائي زيب ڪري تہ بہ مٽ نہ منهنجي منٺار
شمس قمر شرمندا لڳن، اکيان جرڪن ڪين جهنوار
پسي حسن حبيب جو حورون ڪائن هار
ٿي ظاهر باطن ذات صفاتي هرهنڌ پسي هاڪار
بندو چا بيان ڪندو سردار جو سينگار
خالق خلقڻهار، ڏنو اهو هادي اسان کي "هاشم" چئي.

## خيرپور ۾ اتر طرف جا شاعر

هن دور ۾، خيرپور طرف سگهڙ مرحوم علي شير جاگيراڻي سينگار جي بيتن جي شروعات ڪئي، سگهڙ هدايت علي فقير رڏ انهن کي وڌايو ۽ آخر ۾ سگهڙ عبدالرحمان مهيسر سينگار جي بيتن کي پوري وزن ۽ انداز ۾ مهٽو ڪري ٻيهاريو.

## علي شير جاگيراڻي

علي شير ولد سرهو جاگيراڻي، اصل ويٺل دُبر (تعلقو روهڙي)، پوءِ اچي ڪنڊڙي (تعلقو خيرپور) لڳ رهيو. سندس والد سرهو وڏو سگهڙ هو ۽ سندس ڏور جا چيل بيت مشهور آهن. علي شير وڏو سڄاڳ سگهڙ هو. ڏور جو شاعر هو، هنر جو ڄاڻو هو، ۽ وڏي محبت ۽ دل وارو سگهڙ هو. ١٩٥٥ع ۾ ڪنڊڙيءَ ۾ ٻهرين ڪچهريءَ ۾ ساڻس ملڻ ٿيو، جتي راقم 'سينگار' ڏانهن سگهڙن جو ڌيان ڇڪايو. علي شير ٻهريون سگهڙ هو، جنهن 'سينگار' جا بيت چيا ۽ سندس ساٿي نورمحمد شنباڻي اهي ياد ڪري ڪچهرين ۾ هلايا.

جب ڳوري ڳهٽا ڪري تہ شراف پيا چرڪن
صبغت الله صنم پسي پاسو ڪيو پنگمن
تهدل پيا طواف ۾ طائوس پيا تڪن
وَجينسي روپ رڙان، سنگسار ڪيو سيفن
لوچت چيل چپائيا پيڪان تڪا پلڪن
ڏسي دچن دهان ۾ ڏوڏر ڏور ڏرن
چَچُور نہ چوٽ چڙهن، ادب ڪان "علي شير" چئي.

*

محبوب آهي منهنجو، جنن اپ ۾ ارن
دچراج ڪان وڏ ديهي دلبر، سر سچو سوسن
برق جنن بادل ۾ بيشڪ تيئن بدن
ڦوڪڙ ڦوڪ موهيڙا تُڪما تاهل جيئن تڳن
خزمو ڪن ڪٽي نہ سگهي جي ڏسي خاص ڪجن
انف ڪنڊو "علي شير" چئي موهي وجهي من
آواز عجيبن سان چيا ڪوئل هٽندي ڪن
ناظرو جي نظر ڪان پورو رکيس پن
جي سهٽو ڪٽي سين، تہ تامني ۾ تجلو ٿئي.

*

ساجن سو سينگار ڪري پيزار چمي تہ پري
ڪجن ڪتن، درگ دناليون، مرگهہ پون مري
دچن صاف دهان ۾ ڏسيو ڏوڏر پون ڏري
آڏت بيهي آڏ ڪري، جڏ ڪلي زينت زيب ذري
درمن ڪولي دري، شل ٿئي عنايت "علي شير" چئي.

*

# هدايت علي فقير رڏ

هدايت علي ولد سلطان علي رِڏ، سنه ١٩٢٢ع ڏاري ڳوٺ سڏونهارو (تعلقي روهڙي) ۾ ڄائو. ننڍي هوندي چڱي تعليم حاصل ڪيائين. فقيرن جي صحبت ۾ رهيو ۽ سگهڙن سان ڪچهريون ڪيائين. روهڙي جي سگهڙ هوت فقير موچي کي استاد ڪري ورتائين. سنه ١٩٦٤ع ۾ سوراه تعلقي ناري ۾ رکيل ڪچهري ۾ ساڻس ملڻ ٿيو ۽ ان وقت کان وٺي ساڻس ڪچهريون ٿينديون رهن ٿيون. هدايت علي فقير سگهڙ شاعر آهي. ٽيهه اکريون، مولود، مناجاتون، غزل، قافيون، ڏور ۽ سنڌي سرائڪي ۾ بيت چيا اٿس. فقير وڏي سجاڳ ذهن وارو آهي ۽ سينگار جا ڪجھ بيت چيا اٿس جن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿا.

(١)

زلف زريدا زيب ۾ ها ڪرم پريا ڪاڪل
ڳلالڪ غازي گوهر جا ها موتي موڙ مثل
چيلڪن چمڪن چندر برابر، فائق فت فضل
جيڪي قطرا آب انيشغ تي، سي جوهر ساڻ جڙيل
عنبر مشڪ ڪشوري چاهي، عطر کان افضل
پگهر پيشاني پاڪ پرين جي، سچائي محفل
ابرو اربيلي سندا ڪن تيغ مثل تجمل
ٻروان باغ بهار ۾ پيا مور رکن منزل
پنيا پرون پاڪ پرئي جا، پڙنر ڏسيو ڪن پڻل
عينان ٻول عجائب جون ھون نور سنجهان نازل
چشمان ڪوه غزال جا ها اوجر منجهه امل
دودڪ منهنجي دلبر جا ها ڪرڙا ريءَ ڪجل
نوز بس تجلي نور نوراني، چوني سين چمڪيل
قوز وارو چا فيڪرو چٽجي، ميڻوءَ جان تہ مڙيل
بجلي تنهن جي ناهه برابر، هنڌين ماڪ هڪل

جوڙ تہ منھنجي جانب جا ھا ھيرا لعل لڪل
دندان دُر نجف جا ھا سي بلوري بادل
ڏيئي سندو ھيءَ دائرو، اچان پيا ڪي پار پنھل
ڏاھن چيا آھن ڏھس ۾ سينگار سوين سڀل
آئون نہ ڄاڻان ايترا پيا انڪ اڪر آئول
مون ۾ ٿي لفظ پروچڪا ڪيا شعر منجھان شامل
ڪندو پاڄھون پارو چل، حبدارن سان ھدايت علي چئي .

( ٢ )

لاليي لڳي نہ لبن مين، نڪو ڪل گلاب
نہ مٿلھہ ميريو مٿستا ڪپ ٿيئي، تير نہ جھلي تاب
عباسي عمر ۾ اھڙو خيال نہ ڏٺو خواب
مورھن مٿ نہ پانييان مان اناري عتاب
قلم مس ڪتاب، چا حليو لکندو ھوت جو.

( ٣ )

ابر ڪرم عين عجيب جا ڪيا آڳي آب حيات
رين رجني روشن ٿي ڏينھن ملي ذات
معطر مژگان محبوب جي وڏو پوش مٿان پريات
عين مھابي عجيب جي ٿي ملي ڪوثن ڪي خيرات
سچ پڙھي ٿو سدائين تنھن سھٽي تي صلوات
نور پرٿي جي نعت، ٿي ٿاري ھنيان ھدايت علي چئي .

( ٤ )

زلف سياه صنم دي سڙھي موھيا مشڪ عنبر ڪون
ڪيس ڪنون ٿيا ويس عطا وھ پارس پاڪ پٿر ڪون
ابرو ڏو نھين ابر ڪرامت ڏيون ڪرم ڪڪر ڪون
بروان بادل برڪت برسئي رنگ لاون بر بحر ڪون
مژگان منور ماه ڪناري ڪرني شمس قمر ڪون
چپر خاص چمان دي خاطر سونھن پئي سرور ڪون

عينان انور ڏتا اجالا تاب آفتاب اثر کون
چشمان چوڏس چاند چمکن مليا فيض فقر کون
لب کنون سپ مطلب مليا لالي لعل احمر کون
مشرک مغرب صبح مسا کون سرخي شام سحر کون
الله شال آباد رکيسي حسن دي پاک شهر کون
جو حق حسن هدايت علي او بات نہ بيخبر کون
کامل مرشد سبق سکايا رکو تن اندر تصور کون
هر دم هادي نال هميشه هوسي روز حشر کون
خادم خاص حسن دي پيسن جائي جام کوثر کون

## عبدالرحمان مهيسر

عبدالرحمان ولد حافظ محمد صالح (ولد محمد عاقل ولد حافظ عبدالرحمٰن ولد حافظ خاوند ڏنو) مهيسر ڳوٺ رفيق مهيسر تعلقي خيرپور ميرس ۾ ڄائو. قرآن پاڪ جي تعليم پنهنجي پيءُ وٽان حاصل ڪيائين. هن وقت سندس عمر ٥٠ سال آهي ۽ محنت سان ميٽرڪ امتحان پاس ڪيو اٿس. سندس سگهڙ پائي جو استاد حاجي فقير مهيسر هو. هن پنهنجي ذهانت سان پهريائين 'ڏور' جي ڪچهري هٿ ڪئي ۽ پوءِ خاص طرح 'سينگار' جي سگهڙ پائي ۾ گوءِ کڻيائين. ڪيس 'سينگار' جو فن گهڻو ياد آهي ۽ ان ۾ هن وقت هو سڀني کان برک آهي.

( ١ )

سوءِ منهنجي محبوب جا وڏ وسيهر وَرڪن
عينان وڏ آهوءَ کان آهن عجيبن
لبن لالائيءَ لالڻ جي لاکون کين لڳن
دندن دهاني دلبر جن سان مجال ڇا موتن
ڪوئليون ٻہ قربان ٿين جيڪي ٻاتو ٿيون ٻولن
لَڪَ پسي لالڻ جي ڪيهر پيا ڪنبن

هلڻ تي حبيب جي هاٿي پيا هير ڪن
پير پڻوُنڙي پرين جا جيئن چاسينگر چمڪن
هجان ڪامل جي قدمن، آڏو عبدالرحمان چئي.

( ٢ )

سونهن منهنجي ساجن جي آ سورج سوائي
مُکڙي جي محبوب تہ ڏسي تَرني تَوائي
گفتگو ٻُڌي گوهر جو چڙي ڪوئل ڪوڪائي
هلڻ ڏسي حبيب جو ڪتِ گنير گوائي
آنيس ڪان وڏ عبدالرحمان چئي ڪيسن ڪارائي
واڪاڻ آهي وائي، سهڻي جي سنسار ۾.

( ٣ )

ڪينڊل ڪَٽي، آڪَ الهير، مَهَ، ڪچي سڱهڙل
ٻَهه رب ڪان ٻَرلو گهٽو منهنجي نامي آ نرمل
ڪوئل ڪچيو ڪين ڪي ٻڌ ئين گفتو گوهر گل
عين پسي عجيب جا ڪويا ڪرنگن نين ڪل
هلڻ ساڻ حبيب جي مست ٿين مينڊل
مون نہ پانيان محبوب جا ڪي تور برابر تُل
آهڙي فائق جا تہ فضل، آهن عبدالرحمان تي.

( ٤ )

قمرُ هليو ويو ڪَڪرين جڏهن پس نامي جي نظر
وارڻ وريو ڪين ڪي رفتار ڏسي رهبر
سَوَ سَوَ پيرا صدقي ڪيان ورائي وِتاقر
مشڪ عطر ڪي مات ڪيو پرينءَ جي تہ پگهر
ڪوئل ڪُوڪ چڏي ڏني گفتو ٻُڌي گوهر
جهڙس جوڙيان ڪينڪي هوت جا همسر
سائين آئي سنسار ۾ ويا مونجهارا مونجهر
ڪائنات ۾ ڪئر، آهي منهنجو عجيب عبدالرحمان چئي.

# گل بهار سومرو

گل بهار سومرو ويٺل ڳوٺ پنهنجو تعلقو خيرپور (ميرس ) ضلعو خيرپور، وڏي ٿهي وارن سگهڙن مان هڪ وڏو سڄاڳ سگهڙ آهي. وٽس هنر، ڏور ۽ ڄجهارت جي وڏي ڪچهري آهي. گذريل ٽيهن سالن کان وٺي اسان جون ساڻس ڪچهريون ٿي ٿيون آهن. هيٺيون سينگار جو بيت سندس پنهنجي زباني قلمبند ڪيو ويو.

جانب جي جنسار جا ٿا جوڙ ڪهڙا جوڙن
اهي مثال محبوب جا نه ته ڪنهن مٿڪن ۽ نه ميلن
نڪو بر بحر ۽ نه سڄهن سمونڊن
نه اين آسمانن ۽ نه ظاهر زمينن
صحيح سينگار سهڻل جا ڪٿي ڪونهن
ڪُل ڏسي قصا قرآن شريف ۽ آهن عجيبن
پي ته خبر آ خاوند کي سهڻي جي صفتن
اڄ ڪي سراپا سهڻل جا سينڌيءَ ۽ سڄڻن
حوران ملائڪ غلمان نه مٽ پڻي جا پيرن
عطر مشڪ عنبر ڪستوريون سي پگهر مان نه پڄن
ٽِ بخمل بادام جان، بلور جان ته بدن
ڪارا وار ڪجل کان، بات ناهي پوڻڻن
جڻن گولائي گيلول کي پير سندو پروڻن
اکڙيون آهوءَ هرڻ کان سهڻيون وڏ سيڻ
منشا ڪري سن ۽ جي ڪٿي نيڻ نهارن
نه مٺا مقامن موڻ پيي جڏرا ڏسي جاڳن
”الم نجعل له عينين“ سينگار يون سڄڻن
پهريدار پنبڻيون وڏ ڏڪيون تلوارن
چنهبان لڳن دل چور ٿي گهڙيءَ ۽ گهائن
چڱن چپڙ، وسن ڪڪر، جيئن تجلا طور ٿين

نَڪُ نسورو ٺُورَ جان چتونءِ چهنب چون
وات مبارڪ واه واه، مٿي مور مڇين (۱)
سنها چپ سنگين ڪان، لالي وڏ لالن (۲)
ڏند ڏاڙهونءِ داڻ جان چانديءَ وڏ چمڪن
چوڏهن ٿي طبق چانداڻ ٿئي، سڙا جي مرڪن
ڳل ڳاڙها ڳنڊولَ جان جئن گلاب جي تہ گلن(۳)
مشالا نہ پڇن منهن سان بات ناهي بلفن
منهن موڪرو چمڪيو، سج بہ ڪونہ سونهن
چهرو چوڏو چنڊ ڪان، روشن روءِ سندن
آواز ٻڌي عجب جهڙو، ڪبوتر ڪونہ ڪچن
مور ميٺو، مٿا پيي لاتيون ڪين لنون
سنئين ڳچي سروَ ڪان سڌي صنوبرن
سهڻيون ٻانهان سون ڪان ڪهوءِ وڏ ڪامڻين(۴)
منديءَ رتا هٿڙا جيئن ريشمي رومال هجن
عاجان مٿي آڱريون تڪيون ڪان تيرن
چٽي چوڏهينءِ چنڊ ڪي لحظي بہ لاهين
ننهن تہ ناز ٻرٻي جا وڏ عجب آهينن (۵)
پير پت پٽونڻڙا جئن جورايا جڙڪن (۶)
ڪڙيون جوهر جڙيون جئن چاسينگر چمڪن
هاڻ ڪي هنجهم حيران ٿين، هاٿي پيا حرصن
جنهن گهڙي گهير گهمن، ٿين گلزاريون
گل بهار چوي(۶).

---

(۱) مور مڇين = 'مور' مڇيءَ جهڙو. (۲) سنگين = تمام سنهو نرم سهڻو
سل سل جو ڪپڙو (اڳئين وقت ۾، هاٿي ان جو نقل آهي)
(۳) ڳاڙها پير يا ڳاڙها پڪا. چوندا "ڳاڙهو ڳاڙهو جهڙو ڳنڊول"
يعني تمام ڳاڙهو، پٽو ڳاڙهو (۴) ڪهوء وڏ ڪامن = ڪهوءَ جي ڪانئين
ڪان وڏ (۵) ننهن اهڙا صاف ۽ چمڪندڙ جو انهن تي آئيني ڪان بہ وڌيڪ
چٽو عڪس نظر اچي (۶) پٽونڻڙا = سنهن وساڙا (۶) گهير = لاهي چاڙهي.

# وريام شيخ "فقير"

وريام ولد الهيار شيخ، ويتل ڳوٺ حاجي خان ڪلهوڙو، تعلقو خانپور ضلعو شڪارپور، عمر تقريباً پنجيتاليهه سال. 'سينگار' ۽ 'ڏهس' جو شاعر آهي مرحوم حاجي فقير مهيسر جي صحبت ۽ سگهڙپائي جو ذوق پرايائين. سنڌس چيل ڪي بيت (چوند سٽن سان) هيٺ ڏجن ٿا.

( ١ )

جب گوري گهنا ڪري ابر نوي اٿ چار
ڪڪر ڪيس ويس لبيس بادل جان بسيار
ڪاڪل ڪنڍڙا پنڊڙا ننڍڙا نرڙ متي نروار
سنبل سوسن سمن سونهن سر ساجن جا سينگار
"وريام" ونگي ڏنگي پنگي ٿا ياڙ هڻن پيهار
پسي شوق مان شعار، آئي فرحت "فقير" چوي.

( ٢ )

جب گوري گهنا ڪري مٽرڪي سجائي مانگ
تم چيهم چمڪو چمٽ ٿيو ترني۽ لڳي تانگ
وڪڙ پسي وارن جا نيمي پيڙا نانگ
گفتي سان گلن جي ڪا چُلي پيڙي چانگ
مست مجاز ميهري جي ۽ ڪن لکين مارچ لانگ
ڪن ڪي مليو فيض "فقير" چئي صورت جي ٿي سانگ
"وريام" تني وانگ، ڳولي صورت ۽ سبحان ڪي.

( ٣ )

تڪي، تسهاري، تامسني انڌيهن اماس
ريـن رجني رات ها پاتا ليل لباس
سا پٽنب چنيهر پري ٿي پسي عجيب الماس
مٽرڪ منهن جي محبوب جي نائيٽ ڪئي ناس

سائو اُڌي سڀ ٿيو روشن جڳ ٻي راس
تنهن جي ورد سندا واس، ويڃهار وڌن "وريام" چوي.

( ٤ )

جب گوري گهنا ڪري سيلا سير سنگين
هاٿي هنجهه حيران ٿيا ڇيڙا پسي ڇين
تنگ دهن، موتين ڏلي، منڊي مثل مين
لال گلابي لبن مٺان ٻولو سونهين ٻين
پن پوشاڪون گلبدن تي عجب روءِ رنگين
سيني سهڻن سٽ ۾ اهڙا سونهن امين
ٻيو جوڙ نه ڏهي جاني سان ظاهر سر زمين
لامثالي مورت صورت مٺا محب مهين
جي اهڙي حُسن حسين، تن تان فدا سر "فقير" چوي.

( ٥ )

جب گوري گهنا ڪري چوڙنڪا پورا چار
پڻ چڪا ٻيا هٿي وينگس جنهين وار
تيل ڦليل تازا ڪري نڪري جڏهن نار
'فيشن' عجب "فقير" چوي مشڪ 'ميڪ-آپ' مار!
ڪنگي ڦيري، ڪيس ڪيري، ٻئي ڪاري ڪجل ڏار
ڪپڙا زيور قيمتي ڪري ٻلي اها ٻار ٻار
پر مٽ نه پايان محبوب جي ٻئي سندي پيزار
"وريام" ورق وسار، ريءَ عشق عجيب جي.

## محمد بخش ڪلهوڙو

محمد بخش ڪلهوڙو ولد امام بخش ڪلهوڙو، ويٺل ڳوٺ مهيسر وڏا تعلقي خيرپور جو رهاڪو آهي. سندس استاد مرحوم سگهڙ حاجي فقير مهيسر هو. هن وقت سندس عمر ٥٠ سال کن ٿيندي. قرآن پاڪ ۽ ڪجهه فارسي جي تعليم مرحوم آخوند محمد صالح مهيسر کان ورتائين.

مڪَ مهتابان اڳرو نہ پڇن هيرا هزاري
گل گلابي ڳاڙها ڳلڙا آ جانب جنساري
زلف زينتدار زوراور هن ذهب کان زرداري
چيله زياده چيتي کان قمري چيلا ئو چوڏاري
ڪونل تي "ڪلهوڙو" چوي بار پيو باري
جو ٻولي ٻڌي ڀڳڻ جي ٽيس من تي مونجهاري
تنهن سهڻي جي سرداري، آهي ملڪن ۾ "محمد بخش" چئي*.

## ملنگ محمد صفر

ملنگ محمد صفر ولد محبوب علي ذات ڪانهر ويٺل ڳوٺ مڪي ڪانهر لڳ پير جو ڳوٺ تعلقي خيرپور جو رهاڪو آهي. سندس استاد سگهڙ عبدالرحمان مهيسر آهي. هن وقت سندس عمر ٦٠ سال کن ٿيندي.

رُخ روشن محبوب جو تجمل سان تس تابُ
آئيني کان اجرو آ منهن مثل مهتابُ
قمر وچي ڪومائجي جڏ کولي نيهن نقابُ
جي جلوو پوي جبل تي ته آني ٿئي آبُ
ساجن جي صورت جو ناهي حد حسابُ
ديدار تنهن دلبر جو آ صحي حج ثوابُ
اڃان بيحد بابُ، آهي سهڻي جو صفر چئي.

## ارباب علي ناريجو

ارباب علي ولد حاجي ذات ناريجو، پاڙو کهڙ ياڻي، ويٺل ڳوٺ سردار فيض محمد خان ناريجو (ٻنڊو) تعلقو خيرپور ضلعو خيرپور جو آهي. هن وقت سندس عمر ٣٤ سال کن آهي. سگهڙ عبدالرحمان مهيسر جي صحبت ۾ هن سگهڙپائي جو ذوق وڌايو آهي.

---

* سگهڙ عبدالرحمان مهيسر ٣١ مارچ ١٩٨٦ع تي محمد بخش جي زباني قلمبند ڪري موڪليو.

گوهر کثوريون گل رنگ اهي پرين سندا پار
موتي مشڪ منهن تي چشمن سان چوڏار
ابرو عين عجيب جا، ماڻڪ مٺيا دار
مين صاف سهڻي جا لالن جي للڪار
ڏسي ڪيس قريب جا ناڳ نه ٿين نروار
ذنگي آهي نفگدار، آسروند ارباب چئي.

## غلام محمد پرڙو

غلام محمد ولد محمد صالح پرڙو ڳوٺ پير مصري تعلقو ڪوٽ ڏجي، ضلعو خيرپور ۾ جو ويٺل هو. راوت پرڙو سندس استاد هو. ٿورو وقت ٿيو جو هو ٤٠ سالن جي عمر ۾ وفات ڪري ويو. چار درجا سنڌي پڙهيل هو.

سرس صيقل ڪان ساجن منهنجو، ريس مٽ نه روءِ
مُک وڏ مهتاب ڪان، اند آرن اچي نه اوءِ
ڪاڪل ڪيس ڪچُهين ڏسي پوُنر اچن نه پونءِ
لب لال گلابي، مين مرجان، صجي ڳولن موءِ
هنجهه طائوس حبيب اڳيان پربت پيُل نهارن ڪوءِ
گـام ڪنئي گـاڙا ڪـڙن، گـفـتـار ڪري گلبوءِ
ان خان سندي خوشبوءِ، پئي گلزاريون لائي غلام محمد چئي.

## بهار پرڙو

بهار پٽ وزير احمد پرڙو ويٺل ميرپور پرڙو، عمر ٢٥ سال ڪن، سگهڙ سيفل پٺي جو شاگرد آهي جنهن ڪان پڌي سگهڙپائي جو گهٽو گن ياد ڪيو اٿس. پنهنجا بيت چيا اٿس جن مان هيٺيون بيت بهتر صورت وارو، نموني طور قلمبند ڪيو ويو*

---

سگهڙ عبدالرحمان مهيسر ڪان هي بيت مليو
* جناب مير شاهنواز خان شاهلياڻي (جمالي) جي مهرباني سان، گهارو (پرڙا)، تعلقو گنداوا (ناڙي، بلوچستان) ۾ ١٤-ڊسمبر ١٩٨٥ع تي ڪچهري ٿي جنهن ۾ سگهڙ سيفل پٺي ۽ بهار پرڙو، ميرپور پرڙو، تعلقو ٺل، ڪان آيا.

الف آليهر اڳرا جڏهن ڪٿلهن ڪيس ڪرن
وچ عروج نزول سياهي، زيب سندو زلفن
سڱرنگ جهلي جئن سورج ڪي، تيئن نظر اونداه اچن
الماس کان افضل ڳهڻو، مرجان مٿي مڻونڊين
لئيلتن اندر لئيل بنائي چتا ٿا ٻه چڏن
جئن ڪعبي غلاف ڪارو وچي ڏوري ڏيهه ڏسن
همت حاجي حج پڙهن، هيت ٻره وارا بهار چئي.

## حاجي ستار علي شيخ

حاجي ستار علي ولد همير شيخ، ويٺل شهر شڪارپور سنه ١٩٢٥ع ۾ ڄائو. سڳهڙ غلام حسين سومري جي صحبت ۾ سڳهڙ پائي، جو ذوق وڌايائين.

اج پڻ عجيب آيا دوست منا دلدار
آهو عين آتامرا پيا پرن اهڙي پار
جو ڪجل ري ڪڻهن پيا ويتر ڪولي وار
ڪڪر جيئن ڪلهن تي ميگهون ميگه ملهار
پنيا وار پرون تي پوئنرن جي پٽڪار
ڏوڏر ڏاڙهون ڏندڙا موتين جيئن مهار
تڳي ترني طابع ڪئي هڪ مرڪڻ سان ستار
ايان ساجن وڌ سينگار، چا شان لکان شيخ چئي.

## لاڙڪاڻي طرف جا شاعر

پوئين ويجهي دور ۾، وڏي عمر وارن سگهڙن مان الله بخش مگڻ (ڳهوڳهارو، قنبر)، محمد مريد جت (ڏوڪري) محمد نواز ميتلو (وڳڻ)، محمد نواز جوڻيجي (ميرو خان) ۽ ڪن ٻين ان طرف سگهڙن جون ڪچهريون قائم رکيون. انهن وٽ خاص طرح ڏور جي ڪچهري هئي جيڪا اڳ هلندڙ هئي. البت محمد مريد جت وٽ ڪي سينگار جا بيت به هئا. راقم جڏهن ان طرف نئين سر

ڪچهريون ڪرايون ته 'سينگار' جا بيت به پڙهيا ويا. سندن پڇاڙي واري وقت ۾ الله بخش مگڻ ۽ محمد مريد جت سان راقم جو ملڻ ڪونه ٿيو پر پانهجي ٿو ته هنن پاڻ به ڪي سينگار جا بيت چيا ۽ پڻ پنهنجن صحبتين کي سينگار چوڻ جي ترغيب ڏناٿون. اهو تڏهن معلوم ٿيو جڏهن گذريل ٻن ٽن سالن ۾ محمد مريد جت جي سڄاڻ شاگرد فقير محمد ملوڪ عباسي سان جيڪو هن وقت لاڙڪاڻي طرف جو اڳواڻ ۽ وڏي سڃاڻ وارو سگهڙ آهي اسان جون ڪچهريون ٿيون. فقير محمد ملوڪ جڏهن ان طرف جي سگهڙن جا چيل سينگار جا بيت لکي موڪليا ته انهن ۾ حاجي الله بخش مگڻ ۽ محمد مريد جت جو به هڪ هڪ بيت شامل هو جن جو ذڪر هيٺ ايندو.

هيٺ هن ڀاڱي ۾ جيڪو به مواد ڏنو ويو آهي سو فقير محمد ملوڪ عباسي کان مليو آهي. ونس ڪوٽ محمد خان ڪلهوڙي ۾ اسان جيڪي ڪچهريون ڪيون تن ۾ 'سينگار جي بيتن' کي خاص اهميت ڏني وئي: فقير محمد ملوڪ پنهنجا بيت به چيا پر ان کان وڌيڪ پنهنجن شاگردن کي همٿايائين جن سان محمد لقمان ڪوڪر، قائم الدين سهتي ۽ ڪن ٻين جا بيت چڱا معياري هئا. هيٺ ڏنل مواد ۾ اهي شامل آهن پر انهن کان سواءِ گهڻن ٻين نون سگهڙن جي جنس کي به ذرا سوڌي سنواري شامل ڪيو ويو آهي (۱) ته جيئن فقير محمد ملوڪ جي اڳواڻي هيٺ ان طرف سگهڙن جي جيڪا گهڻائي ٿي آهي ان جي قدرداني ٿئي.

---

(۱) سواءِ ڪن ٿورن جي، جن جي جنس البت اجان ساديءَ آهي ۽ جيڪي اميد ته اڳتي هلي پنهنجي ذوق کي وڌائيندا ۽ وڌيڪ سهڻا بيت چوندا.

## سگهڙ حاجي الهه بخش مگڻ

حاجي الهه بخش ولد محمد علي مگڻ سنه ١٨٨٤ع ۾ ڄائو ۽ ١٩٨٣ع ۾ وفات ڪيائين. اصل ڳوٺ گوگهاري جو ويٺل هو پر پوءِ اچي لاڙڪاڻو وسايائين. سگهڙ جلال پڻو سندس استاد هو. الهه بخش وٽ خاص طرح ڏور جي گهڻي ڪچهري هئي.

ٻـدن بخمل ٻـرفـي پـهـري پـريـن پٽ
هليو شـوق شڪار تـي شـاهـي ٻـائـي ڇٽ
ڏر مـٿـي ڏڙڪو ٿـيـو ڪَنـٺـيرَ ڇڏيو گهٽ
هاٿيءَ ڇيو هـرڻـي ڪي هاٿي هـٿـئـون هٽ
ٻـٻـر شـيـر ڇـپـي ويـا ڇپن صفا ٿين ڇٽ
ڪنجل قـدم قريب لاءِ ليڻـي وجـهـي لٽ
قمر ڪول ڪريـم جـي جهري آيـو جهٽ
سن سورج سڌو نه ٿيو مرڪ تهين جي مٽ
ڪڪر ڪيس ڪلهن تي واسينگن ڪي وٽ
داناهه قـرن دربـار تـي ڳچيءَ پـايـو ڳٽ
عاشق الهه بخش چئي محب نه مان ڪي مٽ
اهو فراقي فٽ، مور نـه ويندو مگڻ چئي.

## سگهڙ محمد مريد جت

محمد مريد ولد جڙيل خان زهراڻي جت، ڳوٺ ڏنو واهڻ، تعلقي ڏوڪري ضلعي لاڙڪاڻي جو ويٺل هو. حاجي اللهه بخش مگڻ جو صحبتي هو. ١٩٥٤-١٩٥٥ع کان وٺي حضرت شاهه عبداللطيف جي ميلي ۽ ٻين موقعن تي سگهڙن جي ڪچهرين ۾ شريڪ ٿيو. ١٩٧٦ع ۾ وفات ڪيائين. ڏوڪريءَ ۾ ڪچهرين جي اڳواڻي ڪيائين ۽ ڪيترائي سگهڙ سندس ٻالڪا ٿيا، جن مان فقير محمد ملوڪ عباسي هن وقت وڏو ڄاڻو سگهڙ آهي.

زلف زوراور زيب زنجيران پاڏر پوڏ پونگ
ادگر آهو عين عجيبان نرگس نين نسنگ
وار وسهير ور وجهن پيا وانهڙن کي ونگ
لبڙا ماهي مين مٽي ها ڏوڏر ڏاڙهون ڏنگ
رنگ ٻه رنگي هٿ حنا ۽ الدهم نرمي انگ
شير چپي ويا چاتي کان چنا تازي گهوڙن تنگ
هرڻ غزالي گاهه چڏي هو جاچن بيٺا جهنگ
آيا فيل فراق ۾ پيا ٽيڏي مارين ٽنگ
جان جهچن "جت" چئي، مٺو مٺينا منگ
سون برابر سنگ، موتي ڏند "مريد" چئي.

## موڏڻ جوڻيجو

سگهڙ موڏڻ ولد ڪنڊو جوڻيجو (۱۹۰۵-۱۹٦٥ع) ڳوٺ گاڻ واهڻ تعلقي ڏوڪري ضلعي لاڙڪاڻي جو ويٺل هو. سگهڙ مريد زهراڻي جت جو صحبتي ۽ پالڪو هو.

واهه حبيبا حسن هزاري سونهين سيد سري
دلبر جاني درشن خاطر کولي در دري
آهو پيش عجيب ٿيا، وين پل پري
وسو وارڻ وجهه، وٺي ٿيا ٻرڻ پاس ٻري
فڪيا فيل فراق ۾ وين ڏيل ڏري
چنڊ سنور چهري تي جڏ آيا وار وري
ته ونگ وسيهر ورَ ڪيي ويا پارڻ منجهه ٻري
ڪونجن ڪنڌ نمائيو، تي وٺي ڊيل ڊري
ٻٻر شير شڪي ٿيا پٺي پيش پري
جانب جي جوڻيجو چئي ڪا اجان ڳالهه ڳري
پٺو موڏڻ ماڳ مري، ته پسين مُنهن محبوب جو.

# فقير محمد ملوڪ عباسي

فقير محمد ملوڪ ولد محمد صالح عباسي، ويٺل ڳوٺ محمد خان ڪلهوڙو (تعلقو ڏوڪري، ضلعو لاڙڪاڻو) هن وقت ڏوڪري - لاڙڪاڻي طرف جو وڏي ۾ وڏو سگهڙ آهي. محمد مريد زهراڻي جت سنڌس استاد هو جنهن جي صحبت ۾ سگهڙائپ جي ميدان ۾ قدم رکيائين پر پوءِ پنهنجي ذهن سان سگهڙپائي جي لياقت کي گهڻو وڌايائين. ان کان سواءِ پنهنجي قرب سان سگهڙن جي ڪچهري کي وڌايائين جو ڪيترائي جوان سنڌس سنگت ۾ صحبت ۾ سگهڙ ٿي ساماڻا آهن جن مان ڪن جو ذڪر هيٺ ايندو. فقير محمد ملوڪ جي محبت ۽ ملوڪت راقم کي پڻ پاڻ ڏانهن متوجهه ڪيو ۽ گذريل ٻن سالن ۾ اسان جون فقير ۽ سنڌس سنگت سان سنڌس پنهنجي ڳوٺ ۾ ڪچهريون ٿيون آهن. فقير محمد ملوڪ جو ٻول پڪو آهي ۽ سهڻا بيت چيا اٿس. سنڌس سينگار جا چيل ڪي بيت هيٺ جنس طور ڏجن ٿا.

( ١ )

صورت سيرت سڀئين وانجهي ونجهه وٺيان،
لکين لطف لائق مون تي کهڙا ڳڻ ڳڻيان،
مالڪ تنهنجي مهر سين منهنجا ڀاڳ ڀٽيان،
مبارڪ تنهن مادر کي جنهن اهڙا چام چٽيان،
جا متي محب مٺيان، تنهن موهيو من ملوڪ چئي.

( ٢ )

ابرو سيف عجيب جي ڪونڌ ڪيرايا ڪوٽ
ڪنڊو نڪ نراڙ ۾ چٽون ۽ چهنب چوٽ
ليٺ مزار لکي ويا چڱن چريا ڪيا چوٽ
مذڪرڻ سان محبوب جي ڪاڏي ڪنوٽن ڪوٽ

هيندل ڇيو هرڻي ڪي ته چنچل ايندي چوٽ
عاشق ڪيون اوٽ، پيا پسن محب ملوڪ ڇني .

( ٣ )

راز رباني رنگ رابيلي رونق روحي رات
پٽ پنهر پائي پوشاڪون پوشيدي پرڀات
تشڪي تهاري تابع تڙني تاب تهين تجلات
نڪ نزاڪت نرگس نيڻي نوڪ نيتي نفلات
فجر فيل فراقي ڦٽيا فرند ڦرن فڪرات
وسو وارڻ واه وڇيڙل وڻ ورائن وات
مئيندل مڪنا مير موڙيا 'ملوڪ' مرگهان مات
پيا مهه سرو سڪرات، پيا ماجن موين منيا.

( ٤ )

وهوا حسن حبيب جو، نه ديدن دنگ دڙيون
شمع شوق شڪار مان وڃي لڪ لڙيون
اني اوت عنبير جي جت گهارن گهوٽ گهڙيون
اليهر وار آصيلن کي ڏا وجهن ونگ وڙيون
وڃون وسڻ آئيون سي ويتر سوز سڙيون
ڪڏهن اکيون قريب جي ڪوٽيون ڪونه ڪڙيون
ڪونل ڪمريون ڇڏي جهمريون وتن پول پڙيون
هنج پکي حيران ٿيا ڪونجون قيد ڪڙيون
ببر شير ڇپي هٽن چپر منجهه چڙيون
پريون پسڻ آيون پر تجلي تاب تڙيون
آکيون غاشقن جون وڃي اهڙي هنڌ اڙيون
جانب جيء جڙيون، 'ملوڪ' لاتيون من ۾.

( ٥ )

بيهنسر بيني، لبڙا ميني، ٺهڪار ڪنگڻ ٺهه ٺهه
مشڪ عطر سان موء منور وار ڪري وهه وهه
سيهه ڪچي وڌ سهٽي پٺي آڪونجن ۾ ڪهه ڪهه

ڪيهر ڪريا قدمن تي ڏوڙا تي ڏَهَه ڏَهَه
پسي گام گجر جي پئي دل اندر دَهَه دَهَه
ڪنجل قيصر ڪنبڻيءَ ۾ تي ديل ڪري ڊَهَه ڊَهَه
ڪوئل ڪچي ڪينڪي جڏ ٻول ڪيئين ٻَهَه ٻَهَه
مٺو مٺنا منگهه مڙي ڪن ڦَهَه پئيءَ ڦَهَه ڦَهَه
بلبل باغ بري ٿيو وئي چيهن مان چَهَه چَهَه
پٽ پٿيهر پدمڻيون ڪيا پاپيهن پَهَه پَهَه
مٺل جي مَهَه مَهَه، تي ماري مير 'ملوڪ' چئي.

## محمد لقمان ڪوڪر

محمد لقمان ولد مرحوم علي ڪوڪر، ڳوٺ غلام مصطفيٰ ڪوڪر (لڳ نصيرآباد، ضلعي لاڙڪاڻي) ۾ سنه ١٩٤٩ع ۾ ڄائو. فقير محمد ملوڪ عباسي جي صحبت ۾ سگهڙپائي جو ذوق وڌايائين.

( ١ )

اتي اوت عنبير جي جت دلبر ڪيا ديرا
سڙيل ڦُلَ مالن جا، ٿيا جلوي مان جيرا
اجرا گل عجيب ڪيا، اڄ مهڪن پيا ميرا
ڪونجن ڪنڌ نمائيو ڦرڪيو ڏين ڦيرا
پاليسَر پيش پرين جي چڙي ڳوٺ ويا ڳيرا
پنيا پرون پونگ برابر پئنور ڏين پيرا
چميا چيهن چاهه منجهاران پٽيرين پيرا
اڳ السهر، عجيب جا عمدا آتيرا
خود خوشئون "ڪوڪر" چئي چڙي آهو ويا ايرا
چال پري شيرا، پئي لڪ ڪريا لقمان چئي.

( ٢ )

صورت سهڻي سورنهن پارنهن انگن تي اڙڪيا
ڪڪر ڪيس ڪلهن تي، تي ڦول وانگي ڦڙڪيا
ادگر عين عجيب جا جڏ ڪوٽ مٿي ڪڙڪيا

هينڊل هاٿي حملي ۾ هڪ نوڪر سان نڙڪيا
دهشت وٺي سڀ ديون مان، خالي ٿي ڪِرڪيا
چڙهن شمان شڪار تي، جڻ باز وڏا پڙڪيا
هرڻ هنج هراس ۾ پئي ڏر مٿي ٽڙڪيا
شيرن ڇاتي شرمائي، وڃي جبل ۾ جڙڪيا
بلبل ڪوئل ڪنڌ نمائي، ٻول ٻڌي ڀڙڪيا
اهڙي عين اشاري سان، ڌڙ مسيون ڌڙڪيا
پئي لامن ۾ لڙڪيا، لڪين سِرَ "لقمان" چئي.

( ٣ )

منهن وڌ مهتاب ڪان، جوهر ويا جهنجي
هيڏي حسن بازار ۾ ٿيا سامهون ويا سنجي
جرڪيا جوڙ جناب جتي ات لعل ويا لنجي
موتي ڏند محبوب جا ويا چاسينگر چنجي
رجني رنگ چڏي ڏنو وٺي مرڪڻ سان منجي
لٿو لعاب لبن تان ويون ڪستوريون ڪنجي
سڻ ڪتوريون مشڪ جا شيشا ويا چنجي
نرگس ناز نظر سان پيا گوهر ويا گهنجي
پسي قدم ڪنجل ڪيڏا هاٿي ويا هنجي
ڪرنگا مرنگا ڪونج برابر ڪنڌ وين ڪنجي
لڪن جا "لقمان" چئي هت پير ويا پنجي
ويندڙ ڪريا ونجي، پسي عين عجيب جا.

## واڌل

موجوده دور جو ڪو شاعر جنهن جو هيڪيون بيت
اوڪ ادب مواد جي سلسلي ۾ ڪارڪن غلام نبي ڪان
لاڙڪاڻي مان پهتو. بيت جي معنيٰ سادي آهي ۽ ڪي الفاظ
لغت جي لحاظ سان مبهم آهن.

عنبر عطار سينگار سڄڻ چنبيلي چوٽي ڪان چيندیون
سدا گلاب سرڪنڊ سرهو ملي محبوبن ميندیون
پنڊوڪن تي پليوريون پوءِ آڙين جيئن ايندیون
جهمڪا جهر جواهر جا ڪٽي ڪچڪي ۾ ڪيندیون
حور قصور ڪوڏڪڙيون ڪٽ پرين پڇاڙيندیون
طوبا تان ڪمان ڪيسري ڪن سروقدان سيندیون
ويس لبيس، ’واڏل‘ چئي، آت وچڙين پئين ويندیون
چم چم چر چيندیون، آپرن عرش آڏاوَ تي.

[سگهڙن جون ڪيل گماني معنائون: چوٽي ڪان چيندیون = وارن جي چوٽي جي سينگار ڪاڻ ڪٽنديون. پنڊوڪن = تلاءَ. پليوريون = ڪبوتريون. ڪچڪي ۾ ڪيندیون = چرچي يا ناز ۾ ڪٽنديون. ڪٽ = نمونو. پرين = پريون. پڇاڙيندیون = پاڇو وجهنديون. سيندیون = سڏيون. پئين = وانگر].

## قائم الدين سهتو

قائم الدين ولد عبدالرشيد سهتو ويٺل ڳوٺ سهتا (ديهه پليجا، تعلقو ڳڙهي ياسين، ضلعو شڪارپور) سنه ١٩٦٠ع ۾ ڄائو. سندس استاد محمد ملوڪ عباسي آهي جنهن جي صحبت ۾ هن سگهڙ پائي جو ذوق وڌايو آهي. قائم الدين هيٺيان بيت حضرت نبي (صلعم) جن جي سينگار ۾ چيا آهن ۽ سهڻا چيا آهن.

(١)

جيئن مستي ماڪ جي خورشيد ڪري ٿو ڪس
حسندار هئي ويا تيئن روپ پرِيان جي رس
ڪنوريون ڳام نه ڪٽن آڏو هار پائي ميي هس
چنڊر ڪيون چانداڻ پلي سو چمڪي پيو چوڏس
ڪڏهن نه ٿيو ”قائم“ چوي سونهن برابر مس
دست حنائي جانب جائي پرور ڪيا پارس

هڪڙي مرڪ حبيب جي سان مٽي اها مس
سهڻي جا سينگار ڇيا هـن ڏاهن منجهہ ڏهس
مان ڏٺي نہ سگهان ڏس، پريـن ِ سندي پار جا.

( ٢ )

سونهين پيو سرتاج نبيءَ جي لائق سر لباس
حسن هوت حبيب جو هئو چندن ڪان وڌ چاس
وڌ گهرا ڪيس ڪلهن تي جيئن پونر وٺن پيا واس
جاڙا جنگي جانب جا ڪن ابـرو دل اداس
جـوڙ جهنواري جانيءَ سندا رينا رتـل راس
مرگهان وڌ محبوب جا هئا نيڻ خماريل خاص
سي ڪهن ڪٽاريون ساجـن واريـون ڪيفي
ڪن نہ قياس
عاشق لڪ عليل ٿيا، ڪيا نظر نهوڙي ناس
ڪيئي ڪنجل "قائم" چوي پيا هلڻ منجهہ هراس
وڌ پـيـارل پـاس، حسن هيڪانـدو گهڻو.

( ٣ )

تاج "لولاڪ لما" دا بـرسر سونهيندا سرور ڪون
آوڻ نال آباد ڪيتا جانب ها جهنگ جهر ڪون
نور سجڻ دي روشن ڪيتا گلشن ها گهر گهر ڪون
حسن ڪريندا هوت ماهيدا شڪي شمس قمر ڪون
خـورشيد ڪنوس خاص بڇاوڻ ڪيتہ پـرور
پوش ڪڪر ڪون
هٿل هلايا هاڪ حسن دِي، پاڪ موهيا مرمر ڪون
لطفدار لعاب ڏيندا ول شاهہ شڪست شڪر ڪون
شڪي ٿي ڪيا چپ اتاهين ڪينٽل ويڪ قمر ڪون
ست ڏيندي ول جهت اتاهين عين افت ادگر ڪون
نـور ڏري من مور ڪريندا گرفتار گنيتر ڪون
پاڪ پسينا پياري دا سو موهي مشڪ عنبر ڪون

دلدار ماهي هي دان ڏيندا، حبيب خدا هر هر ڪون
"سهتي" دا سڻ سوال سڄڻ ڏيسي فيض فقير فقر ڪون
قائم آ ڪي شال ڪريسي سرها قبر حشر ڪون.

## غلام حسين جهتيال

غلام حسين ولد محمد لقمان جهتيال، ڳوٺ عالماڻي تعلقي ڏوڪري ضلعي لاڙڪاڻي جو ويٺل آهي. سندس استاد فقير محمد ملوڪ عباسي آهي.

حسن رنگ حبيب جو، اڄ پانهه اٿي پس
پٽ پٽيهر پوشاڪون تي هيرن پاٿي هس
هٿ حنا ۽ لال گلابي، چمڪدن هيري چس
بلبل بولي، الڏه انگڙا، جيئن بادل بوند برس
تاب هڻايو ترني جو ڪيو رات ٻه راول رس
ڪار ڪنڌڙا ڪس ڪاريهر موءِ منور مس
ونگ پونگ پڻورن پيرا، ڪونج برابر ڪس
ڦڻيا ڦرنڊ فراق ۽ چا ادگر عين عڪس
ڪنجل ڪارڏو هنج هڻي ويا ڳنير چمن ڳس
آهو عين عجيب جا، ڏيهه ڏين ٽا ڏس
جلوي هڪ جهتيال چئي، ڪيو اندر عشق آپس
سڪهڙ سالڪ سڙتيا، آ ڏاهن چاڻ ڏهس
آ ٿ نه چاڻان ايترو، آ جونجهارن ڪي جس
وينجهر ڪهڙو وس، غلام حسين غريب جو.

## ڪريم بخش بروهي

سڳهڙ ڪريم بخش بروهي، ڳوٺ مدئجي لڳ فقيرپور ۾ سن ١٩١١ع ۾ ڄائو. سڳهڙائپ جا سڀ سخن ڄاڻي. هينئر پيرسن آهي، پر ڪچهريون پيو ڪري.

ڪارا ڪارا ڪيس ڪلهن تي ويڙهل هيا واهه
زلف وسيهر وڏ زوراور سهڻا سرس سياهه
عين اوڀڙا عجب جهڙا ڪن ڪجل ريءَ ڪاهه
ڪرنگهه ڪنڌ نوائي بيهن پسي نين نگاهه
سي درشن ڪارڻ ڏک جهلن پيا گوندر ڇڏيو گاهه
اڳيائون اوجر نسر ڪيو محبوبن جي ماهه
آئي محب منير جي وٺي عرب مان اونداهه
عرب ۾ اسلام جي ڪئي رهبر روشن راهه
عاشق احمد ڄام تي ٿين پتنگ جيان پاهه
ڪندو پال "بروهي" چوي سٺي مير مداح
تنهن ڏاهي سنڌي ڏاهه، آهي ڪثر ڪريم بخش چوي.

## فقير مدد علي گوپانگ

فقير مدد علي ولد مينهون خان گوپانگ سنه ١٩٣٥ع ۾ شهر قمبر ضلع لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. سگهڙ محمد ملوڪ عباسي جي صحبت ۾ سگهڙپائي جو ذوق وڌايائين.

سهه ڳچي، رنگ رابيلي، ڀرين پائي پٽ
سڏي سونهن سروَ کي ساجن ڏني سٽ
مرڪي هڪ محبوب جي ڪي خان ڪيرايا ڪٽ
ڪارا وار قريب جا وس وسيهر وٽ
ڪنير گهٽ پرين ڪان، هنجهه هرنا هٽ
رجني ريني ينپ برابر "مدد" ناهي مٽ
گهوٽ نهار ين گهٽ، ته ايندو گل گوپانگ چئي.

## عبدالعزيز چانڊيو

عبدالعزيز ولد مولانا رسول بخش چانڊيو، ويٺل ڳوٺ حاجي حمزو خان چانڊيو، تعلقي واره، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ١٩٤٠ع ۾ ڄائو. فقير محمد ملوڪ عباسيءَ جي صحبت ۾ پنهنجي سگهڙپائي جي ذوق کي وڌايائين.

سينڌ سنواري ساجهر سهڻو آيو گهوٽ گهڻي
رنگ رابيلي، بوگن بيلي، تي پيا ڦول ڦڻي
هاٿي هرنا هيبت کان ڪُٺل ويا هنج هڻي
مڪنو مهي محبت ۾، ڪيسر چيلهه ڪڻي
ڀمبر ڀاليهر ڀاڀوهان، ڇا ڏيس پيهر ڀڻي
ليل اچي وٺي لوڏن ۾ جا مُرڪڻ ساڻ مڻي
شب برابر شام جي جلوي ساڻ جهڻي
ڏاهر لڪن ڏهس کي مون ڪهڙو چاڻ چڻي
عاشق "عبدالعزيز" چئي ويا خان کڻي
ساجن دل سڻي، جنهن ڀاري باهم بلوچ ڇڻي.

## شفيع محمد چنو

شفيع محمد ولد هادي بخش چنو، ويٺل ڳوٺ محمود لڳ پنهنجا پاڻ (تعلقو گمبٽ، ضلعو خيرپور). فقير محمد ملوڪ عباسيءَ جي صحبت ۾ 'سينگار' جو ذوق وڌايائين.

عطر لڳاءِ عجيب جي سان ناهي تور تريو
چلڪو پسي چاسينگر پارڻ منجهه ٻريو
قمر ڪوهه قريب جي جلوي ساڻ جهڙيو
مڪنو هاٿي هنڊل منڊل وارڻ ڪونه وريو
وس وسيهر وارن تي اچي سڀ سريو
سورج سن سجڻ کان ڪرڻ منجهه ڪريو
چنچل چانگو چور تي وجي پٽو پريو
"شفن" شير شرم کان چنا ڪونه چريو
هنڙي منجهه هريو، آهي عشق عجيب جو.

## ممتاز علي عباسي

ممتاز علي ولد فقير محمد ملوڪ عباسي، ويٺل ڳوٺ محمد خان ڪلهوڙو، تعلقو ڏوڪري، ضلعو لاڙڪاڻو. عمر ويهه سال، پنهنجي والد استاد فقير محمد ملوڪ جو شاگرد آهي.

صورت سهڻي سيّد سنواري پوءِ ڪري پرواز
ٻاڻي پوشاڪون پٽ برابر آونهي رنگ انداز
سرخي ڪجلا مار مسايا رونق روحي راز
ٻبر ڇاتي شير برابر ڇرڪن پيا شهباز
ٻونٽر ڦرن پيا پيرون تي، نازڪ ٻدني ناز
پدم سيسُ پيرن ۾ ڪن نوڙيو نانگ نياز
ادگر عين عجيب جي گهايا گهور غماز
ڪرنگا مرنگا قدمين ماريا محب مجاز
نہ بلبل ٻولي باغ ۾، تا ڪنڌ نمائن ڪاز
وريا منهن وريامن جا ٻگي ناز نماز
پسڻ شرط پڇي ويا عاشق لک اياز
مرڪڻ ماڻ "ممتاز"، ڪيئي جوان جهري پياه

## محمد خان جهتيال

محمد خان ولد محمد علي جهتيال، ڳوٺ خيرو جهتيال، تعلقو ڏوڪري، ضلعو لاڙڪاڻو، عمر ٣٦ سال، فقير محمد ماوڪ عباسيءَ جو ٻالڪو آهي.

ڪٽي نيڻ خمار مان ڪيڍي ميندڙ سرن
هرڻن هوش وڃائيو ٻگا پاس ٻرن
وار وسيهر سپ سسيهر ڪيڍي ونگ ورن
سنهڙا ڏند سچڻ جا تا ڏاڙهون ڏوڏ ڏرن
مڪنا هاٿي موج چڏي پيا اکيان ڍول ڍرن
ٻبر ڇاتي شير برابر ڏسيو ڳچ ڳرن
چيها چوز چڪورون ٽڙڪيا ٻاس ٽرن
اکيون عاشق جون نهڪيون ڪيئن ٽرن
مون جهڙا محمد خان چئي محبت منجهه مرن
آيا عشق ارن، سي جهرندا وتن جهتيال چئي.

## حاجي اقبال احمد جوڻيجو

حاجي اقبال احمد ولد موڙ خان جوڻيجو، ويٺل ڳوٺ گلڻ واهڻ، تعلقو ڏوڪري، ضلعو لاڙڪاڻو. فقير محمد ملوڪ عباسيءَ جو شاگرد آهي.

چانڊ چهرو چنڊ برابر، لبڙا مين مثال
سڌو قد سرو جان، جلوو جوت جمال
تنهن موهي مسن مطيع ڪيو جر وهايم جال
ڪارن ڪرنگ ڪهي وڏا ڪجل ريءَ ڪمال
انف ڪُنڊو ايلچي نرگس نين نهال
لٽيث مزار لڪي ويا شيرن پريو شال
گنير ڳام ڳهڻائي، ٿيو فيل ڦڪو في الحال
"حاجي" ڪونهي حال، پسڻ ريءَ پريڻ جي.

## واحد بخش جوڻيجو

واحد بخش ولد محمد چتل جوڻيجو، ويٺل ڳوٺ وليداد گابر، تعلقو رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو. عمر سٺ سال، فقير محمد ملوڪ عباسيءَ جو صحبتي سگهڙ آهي.

صورت سونهن سڄڻ جي ڏسي قول ڦٽيا
ڪڪر ڪارونيار ڪري متي سر سٽيا
اليهر وار آتامرا ڏسي ونگ وڻيا
هلت چلت حبيب جي هاٿي هنجهه هٽيا
پچن پچرن پاڻ ۾ گنير گت گهٽيا
وڏا "واحد بخش" چئي، جانب جيءَ جهٽيا
لڪيسر لٽيا، ٿيا عمر قيد عجيب لئي.

## حاجي نظام الدين عالماڻي

حاجي نظام الدين "نظام" ولد لونگ خان عالماڻي، ويٺل ڏوڪري، ضلعو لاڙڪاڻو. عمر ٽيهه سال، فقير محمد ملوڪ عباسيءَ جو شاگرد آهي.

صورت سورت سڄڻين رنگت جنهن جي راس
سونهين يار سڄڻ تي، لوڏي سير لباس
ڪارا وار ڪلهن تي، جڏ ڏولي خوني خاص
ونگ وسيهر وجهه وٺي، پيا وڌن پيڻورا واس
آهن عالماڻي چشمي آهو لڪ اداس
شڪ منور محبوب جو چنڊ کان چهرو چاس
نر ڪيا سڀ ناس، هڪ نظر سان "نظام" چئي.

## حاجي محمد رحيم چانڊيو

حاجي محمد رحيم ولد محبت خان چانڊيو، ويٺل مورو، ضلعو نوابشاه، عمر پنجاه سال، فقير محمد ملوڪ عباسي جو صحبتي ۽ شاگرد آهي.

چيا مجت مين مشاهدو، چيا چاسينگر چمڪي
هئينڊل مئينڊل حيرت ۾ چيهل چيا چمڪي
آڏڪر آهو، مرڳهه ته مڙيئي ڏڙڪيا هڪ ڏمڪي
برق بجلي بند تي ڦمر ڏٺيا ڪم ڪي
ڪنجل ڪيس ڪنبي ويا، جانب جي جهمڪي
کهڙي مجال موتين کي، چيا ٽانڊاڻو ٽمڪي
دلبر سان دم ڪي، رهان ڪڏ رحيم چئي.

## عبدالله جت

عبدالله خان ولد ڪنڊيو خان، زهراڻي جت، ويٺل ڪوٽ ڏنو واهڻ، تعلقو ڏوڪري ضلعو لاڙڪاڻو. سندس استاد حاجي عيسي موچي جي صحبت، سگهڙ پائي جو ذوق وڌايو.

نازڪ بدن ناز مان محبت ڪيو مرڪو
ابريا ڪان انبوهه تي ڏيو سيفن جان سرڪو
پسي جلوو جانب جو پيو حيرت ۾ هرڪو
آهو پيش عجيب جي ڏيو شيرن ۾ شرڪو
جرڪيا جوڙ جناب جا ڏيو چانڊ ۾ چرڪو

ڪوئل قول قريب جي ڪندي چا ڪرڪو
اڳيان ڍول ڍري پڻي بلبل ڏئي پرڪو
هاڻي هٿنڊل ڪنجل ڪي پيو ڦڙن ۾ ڦرڪو
سڻي سورهيہ سيمر جان وڃي چڙهي ورڪو
جنگ پسي جرڪو، جلن ڪيئن نہ جت چئي.

## طالب ماڇي

طالب ولد غلام محمد ماڇي، ويٺل ڳوٺ ميان ور يل فقير تونيو، تعلقو ۽ ضلعو لاڙڪاڻو. استاد محمد مريد جت زهرائيءَ جي صحبت ۾ سگهڙپائي جو ذوق وڌايو.

جنهن جنهن ويلي دلبر جاني گوهر پري گام
گل گلابي نرگس نيڻا سورج ڪن سلام
وار وسيهر ترنگ تليهر درها زلفن دام
سرو سڌو سرواڻ جي قد نہ سونهين ڪام
صورت سيرت سچڻين ڏنا پرديسن پيغام
تنهن موهي من مستان ڪيو طالب طلب تمام
گهايا گهور غلام، مرندا وتن ماڇي چئي.

## رحيم بخش ڏهوٽ

رحيم بخش ولد حاجي ڏٿي بخش ڏهوٽ، ڳوٺ گهوگهاري (تعلقو قمبر، ضلعو لاڙڪاڻو) جو ويٺل آهي. فقير محمد ملوڪ عباسي کان ڪيس سگهڙپائي جي ورج ملي آهي.

حسن عجائب يار ميڏي دا ٿهري ڪيس ڪمالي
جنگ جلالي
دلبر ساڏا هسدا وسدا پروان خنجر پالي
جنگ جلالي
مک مهتابي جوڙ جنابي ونگ وسيهر والي
جنگ جلالي

"ڏهوت" ڏردا مردا ماهي! خوف اهين وچ خيالي
جنگ جلالي

ڪوئل ٻولي، پيهر پاليهر، بلبل باغ بيحالي
جنگ جلالي

ڪٽ ڪيسر دي لوڏ ڪنجل دي چست عجيبان چالي
جنگ جلالي

ڪيهي وصف ڪران من ماهه مثل دي مستومست مثالي
جنگ جلالي

رحيم بخش رهندا روح ميڏي ڪون آ ڪر ياهه ايالي
جنگ جلالي

## روشن علي ڪوري

روشن علي ولد پير بخش ڪوري، ويٺل موئن جو دڙو ضلعو لاڙڪاڻو، سنه ١٩٥٧ع ۾ ڄائو ۽ ١٩٧٧ع کان فقير محمد ملوڪ عباسي جي صحبت ۾ سکھڙ پائي جو ذوق وڌايائين.

عجب عين عجيب جا ٿا هرڻ پسيو هرڪن
زلف زوراور زور زياده ونگ ڏسيو ورڪن
ڏند مبارڪ ڏاڙهون داڻا جوهر چا جرڪن
هنجهه مور هاٿي هرنا پير پسي پرڪن
ليث مزار لڪ لڪايون ڊول اکيان ڊرڪن
راڻيون رنگ محلي کان پيون پنڌ ڏسي پرڪن
رمزن ماريو "روشن" چئي هو شهزاديون شرڪن
دلبر جي در ڪن، ڪيئي سلام ڪوري چئي.

## الله ڏنو دايو

الهڏنو ولد احمد علي دايو، ويٺل راڏڻ تعلقو سيهڙ، ١٩٤٩ع ۾ ڄائو. ١٩٧٠ع کان فقير محمد ملوڪ عباسي جي صحبت ۾ سکھڙ پائي جو ذوق وڌايائين.

ڀسي زيب زلفن جو ويا ڀونگ ڀور ڀڄي
رپ سيهر راجلا ويا سنهي صف سڄي
ترنگ تليهر تاب کان ٿيا لحظي منجهه لڄي
اليهر ور الله ڏنو چنبي ويا وسيهر وڃي
کاريهر ڪنڌ نمايو پيا اکيان ڏول ڏڄي
واسينگ وترا وهوا جو پيا حيرت منجهه هڄي
رڍن سنهي روء وڌي ڏڙڪي ڏم ڏڄي
منهن مقابل محبوب جي وڍن خيال ڪڄي
پرين ساڻ پڄي، ڪو دم نه سگهيو دايو ڄمي.

## غلام سرور شيخ

غلام سرور ولد محمد سوريل شيخ، ويٺل ڳوٺ جکراءِ سنه ١٩٠٥ع ۾ ڄائو. ١٩٧٨ع کان فقير محمد ملوڪ عباسي جي صحبت ۾ سگهڙپائي جو ذوق وڌايائين.

مرڪ محبوبي ماهه سنهائي رات وڃائي رس
ڀنپ اڇي ويئي برڪي ۾ لٽيل لوڏن ۾ لس
ڦرنڊ فيل فراق ۾ ڪيو وسو وارڻ وس
ڀيرا ڀونئر ڀرون تي آئي چاسينگر ڪي چس
سرور انهي سور ۾ ڪل پڄري ٿيا پس
تنهن جانب کي آ جس، جنهن ڇيري وڌو چنڊ کي.

## محمود خان شر

محمود خان ولد حاجي غيبي خان ذات شر، ويٺل لڳ آڪري چوڙدکي، تعلقو فيض گنج، ضلعو خيرپور. سنه ١٩٢٧ع ۾ ڄائو. فقير محمد ملوڪ عباسي جي صحبت ۾ 'سگهڙپائي' جو ذوق وڌايائين.

بدن بخمل بئينسر بولو، لوئيءَ سير لبيس
ڀشم برابر پدمڻي ويتر پائي ويس
چوڙيئين وار وڏانڊرا ڪلهن ڪيري ڪيس
هنڌا ڪنجل ڪارڏو، لرزي ويا ليث

پنيا پرون پونئر پلميا، مرگهن ماري ميس
ابرن ڪيا اڌ ٽيا هرڻ هڏائي هيس
ڳالهيون ڳچ ڳڻن جون ديسي ڪن پرديس
چا لڪان شر چئي، جانب جوڙون جيس
رمزن ڪئا ريس، مرندا وتن محمود چئي.

## محمد سومر سومرو

محمد سومر ولد محمد جواڻ سومرو، ويٺل ڳوٺ لونگ ڏيٿا، تعلقو ڳڙهي ياسين ضلعو شڪارپور، سنه ١٩٤٩ع ۾ ڄائو. فقير محمد ملوڪ عباسي جي صحبت ۾ سگهڙپائي ۾ ذوق وڌايائين.

پائي پوشاڪون پدمڻي مٿي سر سالُور
تڙ ڦل تيز تلاءَ تي پورب ڪري پُور
چنڊ ئي وار وڌائيندرا پهڪن پوڏا پُور
مرڪڻ ساڻ محبوب جي گلن لاتي گهور
عينا نينا آهو مارن ڪجل ريءَ ڪلور
ڪهنگ، ڪاز، ڪو نجڙي جوڀن جهوريا جهور
ڪنيئر گت گنوائيا ڏيا چنچل چور
”سومر“ پائي سورُ، ماهي مرگهه مري ويا.

## عبدالحليم سومرو

عبدالحليم ولد محمد جاڙل سومرو، ويٺل ڳوٺ لعل بخش جي واڻي، تعلقو ڳڙهي ياسين ضلعو شڪارپور، سنه ١٩٥١ع ۾ ڄائو. فقير محمد ملوڪ عباسي جي صحبت ۾ سگهڙپائي ڏانهن وک وڌايائين.

سڄڻ وصيفن سهڻو، ڏنس رنگ رحيم
آهو پيش عجيب جي نرگس نينا نيم
اليهر وار آڏلي پيا، سڌي جهڙي سيم
ڪڪر ڪيس ڪمند پيا، پونگ پوڏر پيم
لب لالائي لعل جي مُنهن ته منور ميم
موتيا رتبا، لعل گلابي، ڪريا گل غانيم

موءِ مٿان ماڪ هي، ڪٿهڙي موتين ڪيهير
چاسينگر جان چمڪو ٿيو وٺي ٽانڊائن ٽيھير
آيا فيل فراق ۾ هاسي هنج حليم
ڪونڌر قرباني ڏين جهڙي ٽور تميم
جن کي آئي جيھيم، سي ڪاتيءَ ري ڪسي ويا.

## حافظ علي "گل" پرڙو

حافظ علي "گل" پٽ محمد اسماعيل پرڙو، ويٺل ڳوٺ پيرجان محمد لڳ نئون ديرو، تعلقو رتو ديرو ضلعو لاڙڪاڻو، عمر تقريباً ٢٦ورهيه. قرآن پاڪ جو حافظ آهي. سکھڙ دين محمد پنگر جي صحبت ۾ سگهڙپائي جي ذوق کي وڌايائين.

ٽاب وڌ تارن کان نڪرين پريسن نگين
مرواريد محبوب جا ڏند جي ڏسين
گوهر جاني "گل" چئي آهي وڌ امين
مٺڙڪ مٺي لب ميڻ، تنهن پاروچل جي "پرڙو" چئي.

## روشن علي ڪنڀار

روشن علي ولد عبدالڪريم ڪنڀار، ويٺل قمبر، استاد محمد ملوڪ عباسي جي صحبت ۾ سگهڙپائي جو ذوق وڌايو.

هيڏي حسن حبيب جي آوڻ نڻ ۾ پئي ٽاڪوڙ
مٽ نہ ڏٺم محبوب جي، توڙي جڳ کيم جاکوڙ
مرڪڻ ساڻ مشاهدو ٿي ترني تابع توڙ
چرنن مٿان چڇور وَن، ڪامن ڪنوٽيون ڪوڙ
ڪيهر ڪيسر ڪنٺيرو لٽيٿ مزار مروڙ
وسو وارڻ خجل چنچل، چڙيا ڪنٽيرَ گوڙ
چيتا شير چٺرن ۾، ٿي پيلائي ويا پوڙ
ڪونجون قيد فراق ۾ ڪنبن ڪهنگا ڪروڙ
رخ مٿان "روشن" چئي، موءِ موتين سان موڙ
جانبِ جلوي جوڙ، ڪونهي مٽ ڪنڀار چئي.

---

# ضميمو-١

## اضافي مواد ۽ واڌارا

[ڪجهه مواد جيڪو متن ۾ شامل نه ٿي سگهيو آهي سو هيٺ ڏجي ٿو]

### جلال ڪٽي

جلال ڪٽي سنڌي سگهڙپائي ۾ هرفن مولا هو. معاصرانه دور جي اڳواڻ شاعرن سان هو، ۽ مجموعي طور سان هو سنڌي ادب ۽ شاعري جي وڏن شاعرن مان هڪ آهي. ارادو هو ته سندس سوانح ۽ شاعرانه ذخيري تي هڪ جدا ڪتاب ۾ تفصيل سان روشني وڌي ويندي جنهنڪري ڪجهه مواد جدا ڪيو ويو ۽ اهو ائين رهجي ويو. مٿي صفحي ١١٤ تي ڄاڻايو ويو آهي ته جلال جا بيت سڄي سنڌ ۾ پکڙيل ويا، ۽ هن وقت وڏي تلاش کان پوءِ اتفاق سان ڪي ڪتاب ته ڪي ڪتاب پيا دستياب ٿين. اهو سلسلو هلندو رهندو پر هن وقت تائين جيڪي بيت مليا آهن ۽ رهجي ويا آهن سي هيٺ ڏجن ٿا.

● مٿي (صفحي ٩٣-٩٥) تي بيان ٿي چڪو آهي ته جلال کي حضرت نبي ڪريم سان عشق هو. سندس هيٺيون بيت به انهيءَ سلسلي جو آهي. نبي صلعم جي اعليٰ انساني ڪردار جي پرتوي کي جلال، جکري ۽ سمي جي ڪردار جي تمثيل سان چمڪايو آهي. هڪ بيت ۾ چيائين ته:

جنگ سماڻي جکري، لٿو هيبت هل

هيٺين بيت ۾ تمثيلي صفت سمي جي ڪردار سان ڪيائين ته:

ٽُرَهي تماچي ڄام، گندريون گند اجاريون
ڪابُوريون قبول پيون، جي لڳيون سمي لام

بلاولي بحرين سان جن پيتا جُودي جام
لاالهٰ الاالله، ملين پيغمبري پيغام
چڏي مجازي سرام، جيئا جڳ جلال چئي. (١)

پر هن ۾ جام تماچي جي مشهور ڪردار سان گڏ حضرت مخدوم بلاول رحه جي ديني توڙي دنيوي فيض ۽ فياضي ('بلاولي بحرين') جو اشارو آندائين، جنهن مان جلال جي سوانح بہ ايتري قدر روشن ٿئي ٿي تہ حضرت مخدوم بلاول رحه سان سندس عقيدت هئي.

● جتن سان جلال جي جيڪا ڏيٺ ويٺ ۽ محبت هئي تنهن جو ذڪر مٿي ٨٢-٨٣ صفحن تي اچي چڪو آهي. پانهنجي ٿو تہ هن موضوع تي جلال ڪي پيا بيت بہ چيا. ٢٤ جنوري ١٩٨٥ع تي محراب پور جمالي ۾ ڪچهري ٿي (٢) جنهن ۾ سگهڙ امداد علي لهر بليدي هيٺيون بيت پڙهيو:

گهگها گهگهيلين جا رَءِ رَتا رنگريچ
هو تَئي ڪڙيون ڪيچ، هو ٿئي جت جلال چئي.

● نصيحت، هدايت ۽ دانائي وارا جلال جا چيل بيت مٿي ٨٨-٩٢ صفحن تي اچي چڪا آهن. هيٺيون بيت بہ ڪم عقل نادان بابت آهي جيڪو نہ سوچي ۽ سمجهي، ۽ اجايو

---

(١) چڏي مجازي سرام-الخ = مجازي مقصد جيڪي عارضي آهن سي ڇڏي ڪري، هنن حق ۽ حقيقت ڏانهن وک وڌائي ۽ هميشه لاءِ جيئرا رهيا. ڊاڪٽر سنديلي جي لکيت ۾ آندل روايت (س) ۾ هن بيت جون پوئيون ٻہ سٽون هن طرح آهن:

جت پنهل جي سيسري، پرٿئون لڌو پرنام
مجازي سرام، جيئا جي جلال چئي.

(٢) محترم مير شاهنواز خان شاهلياڻي جمالي جي مهرباني سان هن ڪچهري جو انتظام ٿيو.

وت کان وڏيڪ زور لائي (هي سچو بيت اکين ڪاغذن ۾ ڪٿي لکيل آهي پر في الحال دستياب نه ٿي سگهيو آهي).

... ... ... ... ... ...

... ... ... ... ... ...

جهڙوي ڇيپز جلال چئي ڪا پيل پڪئيندي پير!
وڙهي تنڙهي واگهه سان ڪو ٿان ڇڏائي ٿپير!
پر ڪنند ذهن ڪي ڪير، آڻيندو ارڪان ۾!

● محبوب جي آڏو عاشق جي عاجزي واري حقيقت کي جلال هن طرح وهڃايو ته:

جي ٿي چاتم چاڻ، ته چوندي سان چڱيان ڪري
جلوي ساڻ جلال چئي، جڏ پيرين پسايو پاڻ
تڏ ڏند چون ساڻ، ميڙي ويا ماٺ ڪري.(١)

غلام چانڊيو

آهو عين عجيب جا، سيهي اچي سيڻن
آره آنارت، ڪيس ڪر، ڏوڏر ڏند پرين
سڪ مڌر منهن سوج سان لالائي لبن
جن ريهو روح رموز مان، سي محب وسن ٿا مَن
ساه سدا خوش ڪن، غمزي ساڻ غلام چئي.(٢)

---

(١) پيٺيو حضرت شاه عبداللطيف جو بيت (عام پڙهڻي موجب):
چيتاري چوندياس، گس ڳالهيون ڪي سڄڻن
جڏه منه مقابل ٿياس، مڙيئي وڃن وسرُو.

(٢) ڊاڪٽر سنڌيلي کان پهتل روايت ۾، هن بيت جي ٻي سٽ ۾ 'اره عبارت' آهي ۽ ٽريءَ سٽ جي پڙهڻي هن طرح:
سڪ ميٺڊ ماسُوڻ جان آندي لالائي لبن
آخري سٽ ۾: 'غمزي ساڻ غلام جو'.

## عالي چارڻ

چارڻن سگهڙن (صدرالدين، سليمان، گلاب) جا چيل بيت مٿي ١٢٦-١٣٠ صفحن تي اچي چڪا آهن. عالي چارڻ به ساڳئي انهيءَ دور جو يا (غالباً) ان بعد ٿيو.

سيهه ڳچي، ڪنت ڪيسري، چلن ڪنئير گام
پايو اچن پانهنجا، دو نينان ۾ دام
پريون جن جي پار ڏي سهڄون ڪن سلام
منهنجو من مراد سان ساهه تنهي جي سام
اعليٰ تن انعام، اصل کان "عالي" چوي.

### بودو فقير پنهور

اتر ۽ ناري طرف جي سگهڙن شاعرن جو ذڪر مٿي ١٧٩-١٨٤ صفحن تي اچي چڪو آهي. صفحي ١٨٠ تي 'شاعر بودي پنهوري' جو نالو آندل آهي. بودو ناري طرف جو، پنهورن جي ڏيٺن، پاڙي سان هو ۽ اڳ ٿي گذريو (هن پوئين ويجهي دور ۾ 'بودن فقير پنهور' وڏو سگهڙ هو جنهن سان راقم جون رهاڻيون ٿيون).

مٽڪ پسي محبوب جو، آرَنُ ٿيو اولي
دامنيئون دور ٿيون پسي انگ اندر چولي.
آدرَ عجب عجيب جا، خوشيءَ سان کولي
آلائين عجيب جڏ ڪنهن طرح سان تولي
تہ ڪنول پيي قربان ٿي پاتو ٿي ٻولي.
ڪنون ڪيس پسي ڪري پونئر پئا ڀولي.
گنير گت ڦٽي ڪري، راه وڏو رولي
ٻام انهيءَ، بودو چئي، گام ڪنيو گولي
هو فڪر ڏو ڦولي، ڪڇي اکيانس ڪونہ ڪو.*

---

* سگهڙ نور محمد شنباڻي جي زباني ۽ سنديلي جي لکيت ۾ آندل روايت (س) سان پيٽيل. "ٻام انهيءَ بودو چئي" جي معنيٰ غور طلب آهي. (س) موجب:
باڪو هو، بودو چئي، گام ڪنيو گولي

غير معلوم شاعر

نامور سگهڙ مرحوم بگڻي شر هيٺيون بيت پڙهيو جنهن ۾ نالو ڪونهي، ۽ غالباً بيت بہ سڄو ڪونهي. پهرين ٽن سٽن جي معنيٰ بہ مبهم آهي. جيتوڻيڪ پوين ٻن سٽن جي معنيٰ صاف آهي:

تو َنگ تڳي طائوس ڳَر جهينگهر جهالا ران ِ
وَسائي ڪان وڏ گهٽو اهڙائي اڏران
ڏند ڏوڏڻ منهن ڏوران، پر ين پڳان ڏي ڪُنڌراه

ساڪري، ملير، ڪوهستان، يا لس ٻيلي جو ڪو شاعر*

اسان مٿي ١٧٧-١٧٨ صفحن تي اهڙن ڪن شاعرن جا بيت ڏيئي آيا آهيون جن جا نالا اسان کي ايستائين معلوم نہ ٿي سگهيا. هيٺئين بيت جي سڻاءَ مان پائنجي ٿو تہ هيءُ بيت ساڪري، ملير، ڪوهستان يا لس ٻيلي جي ڪنهن داناءَ شاعر جو چيل آهي.

عضوا انار گل جئن، سڻو ڳالهائون ِ
وڏيو واه وجود ۾ طائوسي تنوارون ِ
ڪونل ڪان ڪين اچي، اهڙو آلاپون ِ
اگر، مشڪ، ڪٿوري تيان سرس سوادون ِ
هيرو، ياقوت، جمرود بيئيءَ سان ٻنيون ِ
وچين ڪڪرَ ڪنجهاڪيا تان ڪوئي ڪونہ جيهون ِ
نڪو جڳ جهڙون ِ، نڪو جهڙون ِ ڏسان جڳ ۾.

---

* هيءُ بيت اسان کي لس ٻيلي جي سگهڙ حاجن حوالدار موندري کان، ڪنڀارواڙي، ڪراچي ۾ مليو. اصل پڙهڻي: ”وچين قمر ڪنجها ڪيا“. غالباً صحيح پڙهڻي: ”وچين ڪڪر ڪنجها ڪيا“، يعني تہ وچن ۾ ڪڪرن آواز ڪيا.

## پير ڪمال نوشهرائي

هيٺين "مدح سرور جو سينگار" (خاص موضوع) چيائين (١)

مدح چوان محبوب مٺي جي، سرور جو سينگار چوان
قد صنوبر کان وڌ ڪامل، سرو تہ شرمسار چوان
زلف سياه سراسر سهڻا، پيچي سي پيچدار چوان
عطر ڪٿوري کان وڌ اعليٰ، خوشبوءِ خوشبوءِ دار چوان
مشڪ ختن جو، چاهي عنبر، هوتن وڌ مهڪار چوان
ناف تتاري ناهہ برابر، واس پريان وڌ وار چوان
ابرو سيف ايراني ڪمان وڌ خوني خم خمدار چوان
برق بجلي ناهہ برابر، چشم سندي چمڪار چوان
ڪنهن ڪي طاقت تاب جهلڻ جي تيغ نشان تلوار چوان
آهو کان وڌ عين عجيبن، جانب جلوه دار چوان
شمس قمر ٻئي شامل ناهن، جلوو سو جهلڪار چوان
گل گلابي گونتا گلشن، ڪليا سي گلزار چوان
لعل مرجان ڪئون اعلا افضل لب رنگ رونقدار چوان
دُر دندان سي داور دلبر، موتين کان موچار چوان
شيرين گفتگوءِ ڪلام ڪريمن، گهوٽ سندي گفتار چوان
چاهہ زنخ جا عاشق ڪيئي، قيدي سو هزار چوان
مور نہ ڏيندي مٽ عجيبن، ڪبڪ سندي رفتار چوان
هنجهہ ڏيو حيران هلڻ ۾، فيل ٻہ فڪردار چوان
مرسل مير مدينو موهيو، گهايل گهوٽ هزار چوان
رستم گستم بهمن ٻردو، بيشڪ ٿيا بسيار چوان
ڪيقباد ڪائوس ڪيخان لاشڪ ٿيا لاچار چوان
خام لزيما خاور خسرو، سيف لڪن سنگار چوان

---

(١) "مدح سرور جو سينگار" انهيءَ موضوع تي، شهر جوهي ۾ مرحوم عبدالله بلوچ (ان وقت مختيارڪار) جي ڪوشش سان رڪيل ڪچهري (٢٨ فيبروري ١٩٥٨ع) ۾ سگهڙن جي گفتگو هلي، ۽ سگهڙ سيوي خان پرڳڙي (ويٺل ٨ نمبر شاخ) مثال طور هي مدح پڙهائي.

طائوس ۾ تهه بان پنهي کي، هانئوَ لڳو هشيار چوان
پسي سونهن شفيع جي يوسف، بيوس ٿيو بيمار چوان
زليخان کي ذوق عطا ٿيو، احمد جو اسرار چوان
محو ٿيو منصور حُسن ۾، بره چاڙهيو بردار چوان
بره بنايو بشند مجنون کي ولين جا وَلهار چوان
مُلڪ سڄي جو مالڪ ڏنو، احمد کي اختيار چوان
لَوْ لاَ کَ لَمّا خَلَقتُ الاَفلاکَ، ڏاج ڏنس ڏاتار چوان
حسن هوتن جو آهه حقيقي عالم منجهه آشڪار چوان
حَرِيصٌ عَلَيۡکُمۡ رَؤُفٌ رَحيم، تهدل تو تڪرار چوان
مٿن نه ڪو مخلوق پرين جو، سڙني جو مهندار چوان
سيد آهه سمونڊ سراسر، لهرين لک هزار چوان
مٺو محمدؐ کونه لڌو ڪينهن، پاڙ سندس پاتار چوان
وارث والي آهي دو جڳ، محب مٺو منٺار چوان
ڪمل نبين جي ڪامل ڪلنگي جانب چيا جنسار چوان
ڦريو جو فرسان عجيبن، بدوُ سو بدڪار چوان
راهه ڇڏي جو رافض رليو موذي سو سُنهنڪار چوان...
توبهه سان جي تائب ٿيندا، طالب تابعدار چوان
جنت جن جي جاءِ جڙندي، بهشتي باغ بهار چوان
حضرت حامي هيٺن حاضر، هر ويلي هر وار چوان
قاصد ڪاهج ڪول قريبن، پهچ پريان جي پار چوان
حال حقيقت همه منهنجي احمد چڱو اڪبار چوان
آزيون ڪج عجيبن اڳيان، نيڻ وهائي نار چوان
هي جو احمد عاشق پنهنجو، وارث ڪين وسار چوان
مُنهن پسڻ لئي ماندو آهي، درسن جي درڪار چوان
لڳي جنهن جي جان جگر ۾، تن من اندر تار چوان
رهبر رس رسول خدا جا، ونڊر جي وڏڪار چوان
تو ري ناهي والهيءَ وارث، ڪيچ ڏٺي ڪوهيار چوان
بي وس ٿيس بيمار بدن ۾، عشق اندر آزار چوان

جيرا بڪيون جوش جلايا، ڏُرس سندن ڏهڪار ڇوان
دل ۾ دونهان درد ڏُکايا، آتش جـا انبار ڇوان
بلبل ٻَون ڀُور پرينءِ جـا، هر ويلي هزار ڇوان
پورهيت پنهنجو پرين پـِرتـَو، دم نه ڪيو ڌار ڇوان
عربي منهنجو عرض اگهايو پارس ڪيم پوڪار ڇوان
چين نه چوري ڪي ڪنهن ويلي، غمگين غم ڌار ڇوان
لاتقنطوا من رحمة الله قول پـريـن پنهنجو پـار ڇوان
دلـبـر ڏُهـرا دان ڏيـاريـو، پنهي ٿـو پيـنـار ڇوان
داتا تنهنجي در جو آهيـان سـنـگـتـو مگڻهار ڇوان
ستان تـون مـن ماندو ٿيئين، باروچل پاجهار ڇوان
احمد آهي اوٽ اڙين جي، گوهر سو غمخوار ڇوان
ڪين ڇڏيندو امت پنهنجي، سيد ڏينهن شمار ڇوان
سام سنپاري سيد نيندو، اڳـ ۾ ٿي اڳـوار ڇوان
ٻـئـي لائـي هلندو پنهنجي سيد سـڀ سالار ڇوان
اگيان مير محمد عـربـي، دوست مٺو دلـدار ڇوان
رب رکندو رايو رهـبـر، ڏاتر ڏينهن شـمـار ڇوان
آڳي ڏنو اذن شـفـع جـو، احمد کي اختيار ڇوان
”ڪمال“ ڪر قربان پرين تئون سر صدقو سووار ڇوان
روشن ڪر يا نبي قلب کي، ڪلمي ساڻ قرار ڇوان .

# ضميمو-٢

## سگهڙن راوين جي نالن جي فهرست

(جن سان ڪچهريون ٿيون ۽ جن ڪان هن ڪتاب جو مواد مليو)

● آگيڏنو پٽ گاهي شر، ڳوٺ رسولپور (گهنبد)، تعلقو ميرواه ضلعو خيرپور، جنهن سان ٢٨ فيبروري ١٩٨٤ع تي محمد عالم صوفي جي اوطاق (رسولپور) تي ڪچهري ٿي.

● الله بخش ٻرڙو، جنهن سان شهر اٿل (لس ٻيلو) ۾ ڪچهريون ٿيون ۽ پڻ مواد لکي موڪليائين.

● الله بخش پٽ مگيلڏو پالاري، ويٺل سري، محال ڪوهستان جو نامور سگهڙ، جنهن سان مرحوم نجف علي شاه جي اوطاق تي ۽ ٻوءِ مياڻي جي ٻيلي ۾ (جتي سندس پٽ جي نوڪري هئي) ڪچهريون ٿيون.

● الله ڏنو شيخ، ڪڙياڻي شيخ ويٺل لاڪڙو، لس ٻيلو، جنهن سان ١٩٤٦ع ۾ شهر اٿل ۾ ڪچري ٿي.

● الله ڏنو ڪورڪاڻي، ويٺل ديهه سونهارو، تعلقو روهڙي، جنهن سان ناري ۽ روهڙي ڊويزن ۾ ڪيل ڪچهرين ۾ ملڻ ٿيو.

● امداد علي لٺر، بليدي، جنهن سان ٢٤ جنوري ١٩٨٥ع تي مير شاهنواز خان شاهلياڻي، جي مهرباني سان محراب پور جمالي (تعلقو اوستہ محمد، بلوچستان) ۾ ڪچهري ٿي.

● (سردار) اميد علي خان ٻوتاڻي، جنهن سان ٣ جون ١٩٥٦ع تي لالوکيت (ڪراچي) ۾ سندس اوطاق تي ڪچهري ٿي.

● بابو پٽ مگيلڏو پالاري، (سگهڙ الله بخش پالاري جو ڀاءُ) ويٺل سري محال ڪوهستان، عمر ستر ورهيه جڏهن سائس

١٧ مارچ ١٩٥١ع تي ڪراچي صدر ۾ حاجي سليمان موندري جي 'ڊيئري' دڪان تي ڪچهري ڪئي.

● ٻچو پٽ سواريو مڱڻهار (لس ٻيلي جي شهر اٿل جي مڱڻهارن مان)، عمر ٦٠ ورهيه جڏهن سائس الله بچائي سمي جي اوطاق (لالوڪيت) تي ١٣ جولاءِ ١٩٥١ع ۾ ڪچهري ڪئي.

● ٻگڻي ڌر (اصل ڏُبر جو) وياڻل لڪ جهول تعلقو سنجهورو ضلعو سانگهڙ، جيڪو وڏي ڳن وارو هو ۽ جنهن جي زباني ١٩٥١ع ۾ سينگار جا ۽ ٻيا بيت قلمبند ڪيا ويا. ١٩٥٣/١٩٥٤ع ۾ ٩٥ سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائين.

● ٻنگل خان، مرونڌو ڀاڙو، ڪرمتي بلوچ، وياڻل ميرپور ساڪرو، جنهن سان ٩ تاريخ نومبر ١٩٥٦ع تي حاجي محمد سوڍي ٻگهياڙ ۽ حسن علي خان ٻگهياڙ وٽ ڪچهريون ٿيون.

● ٻودن فقير ڀنڀرو، وياڻل نارو ضلعو خيرپور، جنهن سان ٣-مارچ ١٩٦٦ع تي شهر 'چونڊڪي' ۾، ۽ ان کان پوءِ به ڪچهريون ٿيون.

● ڀڙو فقير ڪنڀار، لاڙ جو مشهور سگهڙ، اصل وياڻل ڳوٺ پانڌي هنگورو، تعلقو هالا، ضلعو حيدرآباد، ۽ آخر ۾ اچي حيدرآباد شهر ۾ ويٺو. سنه ١٩٥٢-٥٣ع کان وٺي آخر تائين سائس ڪچهريون ٿيون. لاڙ جي سگهڙن جي اڳواڻي ڪيائين. ٥٥ سالن جي عمر ۾ سنه ١٩٧٧ع ۾ وفات ڪيائين.

● ڀيارل ڪوسو، تعلقو جوهي، ضلعو دادو، جنهن سان ٢-جولاءِ ١٩٥٤ع تي جوهي جي انسپيڪشن بنگلي ۾ ڪچهري ٿي.

● پير ڏنل شاه جيلاني مرحوم، سجاده نشين درگاه ڏُنڙي، تعلقو شهدادپور ضلعو سانگهڙ (سنه ١٩٧٥ع ڌاري وفات) جنهن سان سنڌ جي حياتي ۾ رهائيون ٿينديون رهيون.

● پرڏو خان ڪبول، وياڻل چڪرو (هاڻي شامل شهر ڪراچي)، جنهن سان چڪري تي سنه ١٩٥١ع ۾ ڪچهري ٿي.

● ڏوهر فقير ڀنڀرو، ڳوٺ عالاڏي ڀنڀرو، سومريجي مڪان، تعلقو نارو، ضلعو خيرپور، جنهن سان ١٣-فيبروري ١٩٨٦ع تي سنڌس ڳوٺ ۾ ڪچهري ٿي.

● جاڙو خان مري مرحوم، وڏو سگهڙ لاڙ جي سگهڙن جو سرتاج، ويٺل ڳوٺ چام نندو مري، ضلعو سانگهڙ، جنهن سان پهريائين هالا ۾ جناب مخدوم طالب المولى جي تعاون سان سڏايل ڪچهري ۾، ۽ پوءِ خود جاڙي خان جي ڳوٺ ڪيل ڪچهري ۾ (٤-مئي ١٩٦٠ع) توڙي پوءِ مسلسل رهاڻيون ٿينديون رهيون.

● جتوئي شر، جنهن سان 'تلي' تعلقو ميرواه، ضلعو خيرپور ۾ ڪچهري ٿي.

● جيئند خان بگهياڙ (ڪرمتي بلوچ)، ڳوٺ بگهياڙ، تعلقو ميرپور ساڪرو، جنهن سان آڪٽوبر سنه ١٩٥١ع ۾ ڪچهري ٿي.

● حاجن پٽ چاڪر (عرف حاجن حوالدار) موندرو، (عمر انڪل ٦٢ سال) جڏهن ١٩٥٠ع ۾ ساڻس ڪنيارواڙي ڪراچي ۾ ميان نبي بخش موندري جي دڪان تي ڪچهريون ٿيون.

● حاجي سرماڻ خان بگهياڙ (ڪرمتي بلوچ)، جنهن سان سنڌس ڳوٺ، تعلقو ميرپورساڪرو ضلعو ٺٽو، ۾ سنه ٥٠-١٩٥١ع وارن سالن ۾ رهاڻيون ٿيون. وڏو داناءُ سگهڙ هو.

● حاجي عثمان ڪٽي (جهان پور)، جنهن سان شهر ميرپور ماٿيلي ۾ ڪچهريون ٿيون.

● حاجي طاهر گراٽو، ڳوٺ ارباب ڀائيخان (سال، تعلقو ٺٽو) سان ٥-٧-١٩٤٩ع ۾ ڪچهري ٿي.

● حاجي محمد سوڍو ولد حاجي سرماڻ خان بگهياڙ (تعلقو ميرپور ساڪرو، ضلعو ٺٽو) ساڻس ١٩٥٠ع کان ڪچهريون هلندڙ آهن.

● حاجي محمد هاشم پٽ گلاب فقير مگٺهار (اصل ويٺل ڳوٺ حاجي ماڪڙو ڀرو، سال، تعلقو ٺٽو)، جنهن سان سنڌس نئين ڳوٺ (لڪ شاهي رستو) ۾ ٥ جولاءِ ١٩٤٩ع تي پهرين ڪچهري ٿي.

● حامد خان رند، وينل ڪڪرانڊ تعلقو ميرپور ساڪرو، جنهن سان عبدالله خان مَلڪاڻي جي اوطاق ( ڳوٺ 'راڄ ملڪ' ) تي پهريون ڀيرو سنه ١٩٤٤ع ۾ ڪچهري ٿي، ۽ ان بعد سالن جا سال ڪچهريون ٿينديون رهيون. پنهنجي دور جي وڏن سگهڙن مان هو.

● خاقل ٻرڙو، وينل ميرپور ٻرڙو تعلقو ٺل، جنهن سان ٨-جنوري ١٩٥٩ع تي جيڪب آباد ۾ ۽ پوءِ ان کان پوءِ ڪچهريون ٿينديون رهيون.

● خدابخش حجام، وينل ڪاڪيپوٽا تعلقو ڳڙهي ياسين جنهن سان محمدپور ۾ مرحوم درمحمد اڍي وٽ (٢٤-مئي ١٩٥٩ع) پوءِ مرحوم سيد اجن شاه جي اوطاق (جيڪب آباد شهر) تي ڪچهريون ٿيون.

● دلدار فقير مستوئي وينل 'بيگمان جي'، جنهن سان ڪنڊڙي لڳ سگهڙ مرحوم علي شير جاگيراڻي وٽ ٢٥-جون ١٩٦٦ع تي ڪچهري ٿي.

● دوست محمد عباسي، جنهن سان ڳوٺ بسيرو تعلقي فيض گنج ضلعي خيرپور ۾ محترم شرف الدين راڄپر وٽ ڪچهري ٿي.

● رحيم بخش موچي، ميرپور ٻرڙي جي مشهور سگهڙ سڻهائي 'ڪفشن دوز' (موچي) جو پٽ، جنهن سان ميرپور ٻرڙو (تعلقو ٺل) ۾ رحيم خان ٻرڙي مرحوم جي اوطاق تي تاريخ ٢٤ جنوري ١٩٥٩ع تي ڪچهري ٿي.

●(وڏيرو) حاجي سائينداد شورو، وينل پٺورو، جنهن سان حيدرآباد شهر ۾ رهائيون ٿيون.

● سائين رکيو ڪاڪيپوٽو، جنهن سان ڳوٺ ڪاڪيپوٽا، تعلقي ڳڙهي ياسين (ضلعي شڪارپور) ۾ ڪچهري ٿي.

● سچل شر، جنهن سان پير مبارڪ شاه جيلاني مرحوم (محمد آباد لڳ سنجرپور تعلقو صادق آباد) وٽ ٦-اپريل ١٩٦٥ع تي ڪچهري ٿي.

● سروپيو فقير مگڻهار لڳ ننگر پارڪر، جنهن سان مرحوم محمد اسماعيل خان نون جي مهرباني سان حيدرآباد ۾ ڪچهريون ٿيون.

● سليمان فقير منگ (عمراسي و رهيم) جڏهن ساڻس سنه ١٩٥٥ع ۾ مرحوم آخوند شفيع محمد وٽ دادو شهر ۾ رهاڻ ٿي.

● سيفل پٽ شفيع محمد ينئي، ويٺل لال ينئي لڳ ميرپور ٻرڙو، جنهن سان ميرپور ٻرڙو، نئل ۽ محمدپور (٢٣-مئي ١٩٥٩ع) ۾ ٿوري پوءِ تازو ويجهي دور ۾ ڪچهريون ٿيون. ساڻس آخري رهاڻ ١٤-ڊسمبر ١٩٨٥ع تي 'گهارو' (ٻرڙا)، تعلقي گنداوا (ناڙي، ضلعو ڪڇي) ۾ رڪيل ڪچهري ۾ ٿي.

● عارب فقير مگڻهار، عمر ٦٥ سال جڏهن ساڻس سنه ١٩٥٣ع ۾ مٺي (ضلعو ٿرپارڪر) ۾ ڪچهري ٿي.

● عجب پٽ جانو ٻڙو، ويٺل آوَداڻ، سان آٿل (لس) ۾ رهاڻ ٿي.

● صابر شر، ويٺل پيرونو، ڏهرڪي کان ٨ ميل ڏکڻ، عمر ٦٠ سال جڏهن ٩ جولاءِ ١٩٦١ع ۽ پوءِ ڪچهريون ٿيون.

● صوف پٽ منڌوفقير شر، ويٺل هنگورجا (تعلقو ڪپرو ضلعو سانگهڙ)، جنهن سان ٤ جولاءِ ١٩٦١ع تي حيدرآباد ۾ ڪچهري ٿي.

● عالم خان پٽ جڙيو ٻبر، عمر ستر سال (١٩٥٨ع ۾)، اصل ويٺل ڳوٺ گل محمد خان لغاري (ان وقت رهندڙ ڳوٺ جروار، تعلقو گهوٽڪي) جنهن سان ٢٦ جنوري ١٩٥٨ع تي جوهي ۾ ۽ ان بعد فريد آباد ۾ وڏيري رسول بخش ڏيري وٽ ڪچهري ٿي.

● عبدالحڪيم وڪيو، ويٺل تعلقو صادق آباد ضلعو رحيم يار خان، جنهن سان سيد انيس شاه وٽ رڪيل ڪچهري (محمدپور، تعلقو صادق آباد) ۾ رهاڻ ٿي.

● عبدالرحمان مهيسر ولد حافظ محمد صالح مهيسر، ويٺل ڳوٺ رفيق مهيسر تعلقو خيرپور ميرس (حاجي فقير مهيسر جو ڏور

۾ شاگرد)، جنهن راقم سان رفاقت ۽ صحبت ڪندي ’سينگار شاعري‘ ۾ وڏي چاڻ پيدا ڪئي آهي.

● غلام رسول گوپانگ، ڳوٺ سرائي امام بخش خان گوپانگ، تعلقو ڪنڊيارو، عمر اٽڪل ٥٥ سال جڏهن ٧ جولاءِ ١٩٦٨ع تي ساڻس سنڌس ڳوٺ ۾ ڪچهري ٿي.

● غلام محمد پرڙو، جنهن سان ناڙي جي شهر ’مولوي‘ (بلوچستان) ۾ ١٥ جنوري ١٩٧٩ع تي ڪچهري ٿي.

● فضل پٽ مريد خان باگائي چانڊيو، ويٺل لڪ پانڊي واه، عمر ٦٥ سال، جڏهن جوهي ۾ ٢٦ جنوري ١٩٥٨ع تي ۽ وري ٧ جولاءِ ١٩٥٨ع تي بهاولپور بنگلي (تعلقي جوهي) تي ساڻس ڪچهري ٿي.

● قادربخش چانگ، جنهن سان ڳوٺ لڏان، لڳ خيرپور ناٿن شاه، ضلعو دادو ۾ ڪچهري ٿي.

● قادربخش راڄپر، ويٺل ميرواه جي ڪناري سان، تعلقو ٺري ضلعو خيرپور، جنهن سان ٢١-اپريل ١٩٥٦ع تي ۽ پڻ پوءِ ڪچهريون ٿينديون رهيون. وڏو سگهڙ هو.

● ڪريم بخش موچي، جنهن سان ڳوٺ ڀرڙا، تعلقو ٺل ۾ ڪچهري ٿي.

● ڪريمداد ٻرو لاسي، جنهن سان ١٩٤٦ع ۾ شهر اٿل (لس ٻيلو) ۾ ڪچهريون ٿيون.

● ڪريمڏنو شر، جنهن سان ڳوٺ تلي (تعلقو ميرواه، ضلعو خيرپور) ۾ ٢١-جنوري ١٩٨٣ع تي ڪچهري ٿي.

● ڪمڻ پٽ پيرو فقير عاليائي چارڻ، قلجي، لڳ دادو، جنهن سان سگهڙ قادربخش چانگ جي ڳوٺ ’لڏان‘ لڳ خيرپور ناٿن شاه ۾ ٤-جولاءِ ١٩٤٥ع تي ۽ پوءِ قلجي ۾ ڪچهريون ٿيون.

● گابر خان چانڊيو، جنهن سان مرحوم درمحمد آڏي جي اوطاق (محمد پور، تعلقو ڳڙهي خيرو ضلعو جيڪب آباد) تي ٢٥-ڊسمبر ١٩٥٩ع تي ڪچهري ٿي.

● لال بخش موچي (هوت موچي جي اولاد مان)، جنهن سان ١١-اپريل ١٩٥٥ع تي ڪاڪيپوٽن جي ڳوٺ (تعلقو ڳڙهي ياسين) ۾ ڪچهري ٿي.

● لال بخش حملاڻي، جنهن سان تاريخ ٢٢-جون ١٩٦٢ع تي، سال (تعلقو ٺٽو) ۾ مرحوم حاجي قاسم پير جي ڳوٺ ۾ ڪچهري ٿي.

● لڇمڻ پنيرو، ويٺل ڪنڌاهو تعلقو روهڙي، جنهن سان تاريخ ١٨-فيبروري ١٩٦٦ع تي سکر نورمحمد شنباڻي وٽ (ناري ۾) ڪچهري ٿي.

● لونگ فقير جوکيو، ويٺل مٺهلو، تعلقو سنجهورو، جنهن سان ١٩٦٤ع ۾ راقم جي ڳوٺ جعفر خان لغاري تعاقو سنجهورو ۾ رهاڻ ٿي.

● ماڻڪ خان لغاري، ويٺل ڳوٺ گلاب لغاري تعلقو حيدرآباد، عمر ستر ورهيه، جڏهن ساڻس ٤-نومبر ١٩٧٤ع تي حيدرآباد ۾ ڪچهري ٿي.

● محمد امين پوتاڻي، عمر ٥٧ سال، ڳوٺ ٽاٽو، تعلقو دريجي، جنهن سان ١٠-سيپٽمبر ١٩٦٠ع تي ٺٽي ۾ ڪچهري ٿي.

● محمد بخش پٽ سکڙ مريد خان چانڊيو، جنهن سان ڳوٺ لڏان، تعلقو خيرپور ناٿن شاه ضلعي دادو ۾ ڪچهري ٿي.

● محمد خان لغاري، ويٺل ڳوٺ قصبو، ضلعو دادو، عمر اندازً ٩٥ سال جڏهن ڳوٺ قصبي ۾ ساڻس ٢٣-جنوري ١٩٥٨ع تي ڪچهري ٿي.

● (وڏيرو) محمد سومار جاڙو، ويٺل ٺنڊو باگو، جنهن سان ١٩٦٠ع ڌاري ڪچهري ٿي.

● محمد صديق لوهار (ويٺل قاضي احمد، تعلقو سڪرنڊ)، جنهن حبيب فقير درس ويٺل ڪيهرجا (راڄڙ، تعلقو کپرو ضلعو سانگهڙ کان جلال جو بيت ٻڌو)، جنهن سان غالباً سڪرنڊ ۾ ڪچهري ٿي.

● محمد عمر چنو، ويٺل ٻهمڻ تعلقو رتوديرو، جنهن سان تاريخ ١٢-جولاءِ ١٩٨٠ع تي اسلام آباد راولپنڊي ۾ ڪچهري ٿي.

● محمد نواز جوڻيجو، ويٺل لڳ ميرو خان، ضلعو لاڙڪاڻو، جنهن سان ميرو خان، دادو ۽ پڻ حيدرآباد ۾ رهاڻيون ٿيون.

● محمد يعقوب پٽ محمد عثمان ابڙو موچي، ويٺل ريتي، ضلعو سکر، عمر ٨٥ ورهيه جڏهن ٩ جولاءِ ١٩٦١ع تي ڏهرڪي ۾ محترم حسن علي خان پتافي وٽ رڪيل ڪچهري ۾ ساڻس رهاڻ ٿي.

● محمد يعقوب ٻرڙو پٽ خيرمحمد، ويٺل ميرپور ٻرڙو (تعلقو ٺٽل)، جنهن سان ١٠-جنوري ١٩٥٩ع تي ميرپور ٻرڙي ۾ پهرين ڪچهري ٿي، ۽ ان کان پوءِ ٻه ڪچهريون ٿينديون رهيون.

● مريد جت، پاڙو زهراڻي، ويٺل لڳ ’ڏنو واهڻ‘ لڳ ڏوڪري، ضلعو لاڙڪاڻو، جنهن سان پهريائين شاه عبداللطيف جي ميلي تي ۽ پوءِ خاص طرح ١١-فيبروري ١٩٦٧ع تي ڏوڪري بنگلي تي رهاڻ ٿي.

● ملان جاڻ ولد ملان رڏنو، ڪٽي سومرو، ويٺل خانپور، لڳ شڪارپور، جنهن سان خانپور ۾ ۽ پوءِ شڪارپور ۾ ڪچهريون ٿيون.

● ملو احمد جنهن سان ڳوٺ غلام چانڊيو (تعلقو جوهي) تاريخ ١٠-اپريل ١٩٥٥ع ڪچهري ٿي.

● منشي صالح محمد ٻڙو لس ٻيلي جي اتل شهر جو، دريجي جي ڄڻو تاڻين سردارن جو منشي، جنهن سان سردار اميد علي خان پوتاڻي

وٽ لالوکيٽ ڪراچي ۾ سنه ١٩٥٠ع ۾ ٻهرين ڪچهري ٿي ۽ پوءِ پنهنجي هٿ لکيل ٻنڌي ٽان ڀاڻ مواد اتاري موڪليائين.

● موسو مڱنڊير لاشاري، ساڪري طرف جو سکھڙ جنهن جا بيت سکھڙ حامد خان رند کان مليا.

● مير محمد پٽ لعل بخش پانڌياڻي لغاري، عمر ٨٠-٩٠ سال، ويٺل واهي پانڌي، تعلقو جوهي جنهن سان ٢٦ تاريخ جنوري ١٩٥٨ع تي شهر جوهي ٽوڙي ڳاجي شاه جي ميلي تي ڪچهريون ٿيون.

● مينهون خان جمالي، جنهن سان ننڍي رحيم خان (تعلقو جوهي ضلع دادو) ۾ ١٧-جولاءِ ١٩٥٤ع تي ڪچهري ٿي.

● ميوو پٽ پريل رجباڻي پرگڙي عمر ٦٠ سال جڏهن ساڻس ٢٦ جنوري ١٩٥٨ع تي شهر جوهي (تعلقو دادو) ۾ ڪچهري ٿي.

● نبي بخش خان لنڊ (بن هوت خان بن نبي بخش بن هوت خان بن مبارڪ بن عرضي، پاڙو عرضياڻي)، ويٺل ڳوٺ ڪمال خان لنڊ، تعلقو جوهي جنهن سان ١٩٥٦-١٩٥٨ع وارن سالن ۾ رس رهاڻيون ٿيون. ٢٧ جنوري ١٩٥٨ع تي ساڻس آخري ملاقات ۽ ڪچهري ٿي. هڪ سؤ ورهين جي وڏي عمر ۾ رمضان شريف ۾ (ڊسمبر ١٩٦٤ع) وفات ڪيائين.

● نور محمد شنباڻي بلوچ ويٺل نارو، ضلعو خيرپور، جنهن سان ١٩٦٠ع کان وٺي هن وقت تائين ڪچهريون هلنديون آهن.

● وريام فقير پٽ قاسم علي سالارڻي جت، ويٺل رتوءَ وارو مڙهو، (لاڏين کان ڪاڇيل، ضلعو ٺٽو) عمر ٨٠ ورهيه جڏهن ساڻس سنڌس ڳوٺ ۾ رهاڻ ٿي.

# ضميمو ۳

## ساٿين، قومن ۽ ذاتين جي نالن جي پٽي

## خ

## ش



## ص

# ضميمو - ۴

## ملڪن، شهرن ۽ ماڳن جي نالن جي پٽي

## خ



## د



## ڌ



## ڏ



## ڊ



## ر

# صحتنامو

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| ٨/١٠ | سنگار رس | سنگھار رس |
| ١٩/١٩ | هندي ۽ | سنڌي ۽ |
| ٢٩/١٤ | جھڙا ڇيھي پکيءَ | جھڙا ڇيھي گاه جي رنگ سان رتل يا ڇيھي پکيءَ |
| ٤٥/٢٢ | خدنگ | خدنگ* |

هيٺ حاشيه ۾ اضافو ڪريو:

*محترم سنڌيلي ڪي ملٺيل روايت موجب:

ٻڌونگر سير ٻڌراء جي مژگان ڪيش خدنگ

ٻي روايت: ............... ڪيس خدنگ

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| ٤٩/حاشيه | منجھه ڪن | منجھه لڪن |
| ٥٢/٤ | هيٺيون بيت | هيٺيون بيت* |

حاشيه جو اضافو ڪريو:

*حاجي محمد هاشم مگنهار جي روايت سان پيٽيل ٻيون روايتون:

٢. ڏهه ـ ڏون ڏيهاڙي ڪري ڪامڻ ساڻ قواز

٤. سي آهڻو سين مشاهدي ٿي تاهڻو ڪن تواض

٧. جي اهڙي دور دراز، تن جياريو جيءَ جلال ڇڻي.

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| ٥٣/٤ | بلند شاعر | بلند پايي جو شاعر |
| ٥٣/٢٦ | آهي جا | آهي جيڪا |
| ٥٦/١٩ | جو | جيڪو |
| ٥٨/٢٢ | ڪؤنر پچائيا | ڪؤنر پچائيا* |

حاشيه جو اضافو ڪريو:

*سنه ١٣٥٠هه ڌاري لکيل هڪ ٻئي تي روايت موجب قافيا:

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| | | آگميانِ، ڪيسريانِ، برسيانِ، جڙيانِ. |
| | | هن روايت ۾ نمبر ٦ سٽ ڪانهي |
| ١٢/٦١ | 'ٽامر' تي ٽيڪ | 'ٽامر' ٽيڪ |
| ١٦/٦٥ | جلال چئي | جلال چئي* |
| | | حاشيه جو اضافو ڪريو: |
| | | *روايت منشي صالح محمد ڀُرو (سندس هٿ لکيل بندي) ڏُريجي. سگهڙ گابر خان چانڊيي (ڪچهري محمد پور ضلعي جيڪب آباد، تاريخ ٢٥- ڊسمبر ١٩٥٩ع) کي معنائون هن طرح ٻڌايون. |
| | | اڌ ڏيڪ=سوئر، ڪنجل=هاٿي، ڊَنيڻ=نر هرڻ، ارن=ڏاند، ڪيَڙل=ڏاند. |
| ٦/٦٦ | بيت | بيت* |
| | | هيٺ حاشيه جو اضافو ڪريو: |
| | | * ڪتاب 'يوسف زليخا' (قلمي، سنڌ صوبائي ميوزيم) جي حاشيي تي پڻ لکيل، جتي پيون پڙهيون: |
| | | ٥. نس ڏن دائم درس سين رَسا رنگُ رَچاءِ |
| | | ٦. هي جُنگَ هيڪانڊي جاءِ، جانب منجهه جلال چئي. |
| ٢/٦٨ | مثال آهي: | مثال آهي* |
| | | هيٺ حاشيه جو اضافو ڪريو: |
| | | *ميان نبي بخش خان لنڊ (جوهي)، محمد يعقوب ٻرڙي (مير پور ٻرڙو تعلقو ٺل، ١١- جنوري ١٩٥٩ع) لعل بخش موچي (ڳوٺ ڪاڪيپوٽا، تعلقو ڳڙهي ياسين، ١١- اپريل ١٩٥٥ع) ۽ ڪتابڙي مرزا گل حسن جي روايتن سان ڀيٽيل. |
| ٥/٦٨ | سانگ نه مٿوءِ | سانگ نه هوءِ |
| ١/٧٤ | ڳنيي | ڳنيي |

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| ٧٤/١ | ڪَنَ | ڪَنُ |
| ٧٤/١٣ | ويهه ڀڻ ڀاڱي | ويهون ڀاڱو |
| ٧٨/پئرا پهرين کان پوءِ عنوان ڏيو: | | سوانح |
| ٨٤/٢١-٢٢ | اديب هو. هو | اديب هو جيڪو |
| ٨٨/٢٢ | دليءَ تي!! | دليءَ تي!!* |

هيٺ حاشيه جو اضافو ڪريو:

* جلال اهي بيت چيا جن جو جواب جمن چارڻ ڏنو. ڏسو اسان جو مرتب ڪيل ڪتاب "جنگناما"، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٨٤ع، ص ص ٦٣-٦٥

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| ٨٨-ب/٨ | ڪَنه ونئون ويهي | ونئون ڪنه ويهي |
| ٨٩/٦ | انسان سنگت ٿيوسريال | ٿيو سانس سنگ سريال |
| ٩٠/٣ | وچ | وچ |
| ٩١/٤ | ساهيندُئي سيگ جان | ساهيندئي سي سيگ جان |
| ٩٢/٢٠ | الرّحمة الله | رحمة الله |
| ٩٣/ | سچڻ جي سڪ ۾ محبت وارو عنوان ۽ ان هيٺ بيت (ٽي سٽون) | ڪاڻي ڇڏيو جو هي عنوان بيت سميت اڳ اچي چڪو آهي. |
| ١٠٣/١ | بيت (١) ۾ | بيت ۾ |
| ١٠٣/١٧ | ڳالهاءِ جڻ ڪوئل | ڳالهاءِ ڪوئل |
| ١٠٣/١٨ | تنوار. | تنوار وانگر تہ ٻڌو. |
| ١٠٤/حاشيه جي پهرين سٽ | (١) | [١] |

١٠٧/حاشيه جي آخر ۾ اضافو ڪريو:

[٥] هي بيت خاوند بخش ساقي (تعلقو ڪنڌڪوٽ) کان ٢٨-مارچ ١٩٥٩ع تي لکيت ۾ پهتو.

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| ١١٠/١٥ | لعل جيئَن | لعل چا |

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| ١١٢/٢ | اَبْرَ بهار | آبر بَهار |
| ١١٤/٢ | تُڳي | تـڳي |
| ١١٨/٩ | ٻڙ ٻـُولد | ٻڙ ٻـُوند |
| ١٢٠/٦ | جٿن | ڇا |

١٢١/حاشيه حاشيه جي آخر ۾ اضافو ڪريو:

هيءَ بيت هن ساڳي روايت سان مٿي صفحي ٥٧-٥٨ تي اچي چڪو آهي. هن بيت جي هيٺين روايت هڪ قلمي قرطاس (لکيل اندازاً ١٣٥٠هه ڌاري) ۾ ملي. ان ۾ ٤ سٽ بهتر آهي.

وسي مينهن پسائيا اڄ سرگهت مينت ميم
عين ادگر پڳ پالٿو آهن گام برابر گيم
سيني اوپر شير بنيا دورنگي گل بسين
جنهن جو ورن وساڙي جهڙو ڇيلاڻي جٿن ڇين
ماڪي مصري ڪان مٺا اهڙي ميٺ منجهين
ڏسڻ سان ڏاتو چوي ٿا ڏک ڪٿيو سک ڏين
اهڙي حسن حسين، جنهن سان ماه مشابه نه ٿئي

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| ١٢٣/٩ | ٿهل پي | ٿهل پسي |
| ١٢٣/١٠ | سندياس | سنداس |
| ١٢٦/١٣ | ناهن راس | ناهي راس |
| ١٢٦/١٥ | ڳالهه | ڳاڻر |
| ١٢٦/١٦ | وَن ونٿون وِتري گهٽو آلالائي نه لباس | وَنٿون آ وتري گهٽو لالائي نه لباس |
| ١٢٩/٣ | مَتوءِ | مـُوءَ |
| ١٢٩/٨ | ٥. ُ آهو | ٥. ر. ُ آهو |
| ١٢٩/١٤ | نڪري | رنگي |
| ١٢٩/٢٢ | چارٿڻ | چارٿن |
| ١٢٩/٢٢ | هو، ۾ | هو، ۽ |

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| ١٢٩/٢٣ | هيٺئين ٻوليءَ | هيٺئين بيت جي ٻوليءَ |
| ١٢٩/٢٥ | اِنڌَنِ | انڌَلِ |
| ١٣٠/٥ | ڊينڻ (ءِ ساڳيو نالو اڄتي هيٺ) | صحيح غالباً ’ڊينر‘ (ابڙن جي پاڙي جو نالو، شاعر پنهنجي نالي بدران قبيلي يا ذات جو نالو ڏنو آهي) |
| ١٣٢/١٧ | ’سنڌي سينگاري شاعري‘ | ’سنڌي سينگار شاعري‘ |
| ١٣٣/٤ | آه حيه ڪار | آه چيه ڪار |
| ١٣٤/٦ | ڏُوڏرَ | ڏُوڏَرِ |
| ١٣٤/٢ | انگ | آنفُ |
| ١٣٥/١٢ | پڻهر ... پڻهه ... پڻهه | پنهءَ |
| ١٣٨/٢ | پڻونڌهه | ’پونم‘ يا ’پڻونه‘ |
| ١٣٨/١٤ | آهن آنگ | ناهن آنگ |

١٣٨/حاشيه ڏنل حاشيه جي هيٺيان وڌيڪ هيءَ اضافو ڪريو:

(٢) لونگ ــ پيون ٻڙهٽيون

سُرڪڻ سان محبوب جي ڪنوٽيون تان نه ڪيئون

وينجهر پيا ونجن، آڏو عقل عجيب جي.

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| ١٣٩/١ | ڪينوٽيوُ | ڪينڌوٽيون |
| ١٣٩/٢ | نيمڪَنِ | نيمڪَنِ (١) |
| ١٣٩/٣ | سيين دَهنُ ميمَ جانُ جي لال آڌر ليڇّنِ | سيين دَهنُ ميمَ تي لال آڌر ليڇّن (٢) |
| ١٣٩/٤ | وَسُوءَ | وَسُونءَ |

١٣٩/حاشيه حاشيه جو اضافو ڪريو:

(١) ٻي پڙهڻي: طاقت ناهي ترنيءَ کي

(٢) ” ” : سيين دهن جي ميم جا لال اندر ليڇن

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| ١٤١/٢٢ | جيئن | × |

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| ٢٣/١٤٢ | وَڏِ | وَڌ |
| ٩/١٤٣ | يوسف ڪٿي غالباً شڪارپور جو هو، | انهي سٽ کي ڪاٽيو، ۽ هيٺيون اضافو ڪريو:<br>يوسف ڪٿي جهُونگل تعلقي ڦُل جو ويٺل هو. وڏيري ايوب خان ٻرڙي جي ڏينهن ۾ هو. ايوب خان پاڻ سگهڙ سالڪ هو. |
| ١٩/١٤٣ | ’ڦُل‘ ’ڦَل‘ | ’ڦَل‘ ’ڦُل‘ |
| ٨/١٤٤ | گلو | گلو* |
| ١٤٤/حاشيه | حاشيه جي آخر ۾ اضافو ڪريو:<br>*سيفل ٻٽي جي روايت: ڌَڌ سَٽنچل سِهَ جان گلو | |
| ١٧/١٤٥ | آعو عين | اعلىٰ عين |
| ١٣/١٤٨ | سٽ ۾ اضافو ڪريو:<br>سگهڙ محمد نواز جوڻيجي (ويٺل ميرو خان) چيو ته ڪنڀر ٽل طرف جو ويٺل هو. | |
| ١/١٤٩ | مَکَ | مُڪ |
| ١٠/١٤٩ | چَچِينگَنَ | چَچِينگَرَ |
| ١٤٩/حاشيه جي آخري سٽ | ٤. ٻين گهاء | ٤. ٻي پڙهٽي: ٻين |
| ١٤/١٥٠ | ڪَنڊَ ۾ | ڪَنڊَ مان |
| ١٧/١٥٠ | ۽ | ، دوست محمد عباسي ۽ |
| ١٧/١٥١ | آنف | انگَ |
| ١٨/١٥١ | مون کي مون پريان جي مام، | مون پريان جي مام، |
| ١١/١٥٢ | هرڻ نه هيسي تن جا اڻن | نه هرنو هيسي تن جو |
| ١٣/١٥٢ | صفت صفائي | صفت سوائي |
| ٢٢/١٥٢ | حاشيه جي هن سٽ ۾ اضافو ڪريو:<br>هرنو = هاٿيءَ جو ٻچو. هيسي = جوسي، جوڙ جيس. عالي دماغ سڄڻ سمجهه ۽ سياڻپ ۾ سمنڊ ڪان به اونها آهن. | |

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| ١٥٣/١٢ | پانڊي پنبڻين ساڻ کي سائي سيڙاياس | غالباً صحيح ته : پارڊِي پنبڻين سان، کي سانيي سيڙاياس |
| ١٥٤/٦ | سٽ کان پوءِ هيٺين سٽ جو اضافو ڪريو: نور اعليٰ نيهن جا مٿان روءِ روياس | |
| ١٥٤/١٠ | چوي ۔ | چوي (١)۔ |
| ١٥٤/حاشيه | پهرئين فٽ نوٽ جو هيٺين طرح اضافو ڪريو: (١) دلدار فقير مستوئي جي زباني، ڪنڊڙي لڳ علي شير جاگيراڻي وٽ ڪيل ڪچهري ۾ ٢٥ جون ١٩٦٦ع تي قلمبند ڪيل ۔ | |
| ١٥٥/٦ | ماڳِ | ماڳَ |
| ١٥٥/١٩ | چِينُ | چين |
| ١٥٥/٢٣ | "مٿلان" | مولي |
| ١٥٥/حاشيه | جو هيٺينءَ طرح اضافو ڪريو: حليم: ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي لکيت ۾ آندل روايت (س) مطابق ۔ وسند: عبدالرحمان مهيسر جي زباني روايت ۾ (س) سان پيٽيل ۔ | |
| ١٥٦/٢٢ | ڪرن ساتيري | ڪيرن ساتهيرِي |
| ١٥٦/٢٤ | بيسهر وراڏي | وراڏي وِسَهرَ |
| ١٥٧/٧ | مٿها وچ | غالباً صحيح: مٿهاوت |
| ١٥٧/١٤ | هن صفحي تي سٽ نمبر ١٤ (مثلاً سگهڙ ڪمڻ چارڻ...) کان سٽ نمبر ٢١ (بيت جي آخري سٽ: هي من مستانو ڪيو) تائين ۽ حاشيه حذف ڪريو، جو بيت جون هي سڀئون سگهڙ جانو جي ان بيت واريون آهن جيڪو اڳ صفحي ٣٧ تي ٥ نمبر طور ڇپجي چڪو آهي ۔ | |
| ١٦٣/٢ | جاني | خاني |

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| ۱۶۴/۹ | ڏاري | ڏاري + |
| ۱۶۴/۱۳ | آرمائيين | ارمايائون |
| ۱۶۴/۱۴ | اڙگر | اڙدر |
| ۱۶۴/۱۶ | آڇيي | آڀي |
| ۱۶۴/۲۰ | لب لعل بدخشاني | لهسيا لعل بدخشان |

۱۶۴/حاشيه حاشيه ۾ پهرئين فٽ نوٽ جو هيٺين طرح اضافو ڪريو:
* قصبي جي سگهڙ محمد خان لغاري، عمر هڪ سؤ کن ورهيه جڏهن ۲۳ جنوري ۱۹۵۸ع تي سائس ڪچهري ٿي، چيائين ته: عالم خان ۽ چاڪر خان اسان کان اڳ ٿي گذرياه انهيءَ ڪري غالباً چاڪر خان اڳ ۱۹- صدي ۾ وفات ڪئي.

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| ۱۶۵/۲ | پيستا | پيستان |
| ۱۶۵/آخري سٽ | 'مومل' | 'ليلا' |
| ۱۶۹/۲۵ | ڦَڻ | ڦَن |
| ۱۷۲/۳ | ڪنيو | ڪييو |
| ۱۸۲/۱۰ | گفتگو | گفتار |
| ۱۸۲/۱۲ | چا ڪندي | چا لڳي |
| ۱۸۲/حاشيه | پرڙي ۽ | پرڙي، عاقل پرڙي ۽ |
| ۱۸۴/۲ | تعلقي جوهي | تعلقي ٺل |
| ۱۸۴/۸ | ڇڇر | ڇڇر (۱) |
| ۱۸۴/۹ | پَريون | پَريون |

۱۸۴/حاشيه حاشيه جي آخر ۾ هيٺين سٽ جو اضافو ڪريو:
(۱) ر- چنجٽيان چانجوهو ٽيو، چمڪيو منجهه ڇڇر

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| ۱۸۸/۷ | دامنيون دلبر | دامنيون دل دلبر |
| ۱۹۳/۲ | ٺنڊي محمد خان طرف، حيدرآباد ضلعي جو | ڳوٺ ارباب پائيخان تهو سال ضلعي ٺٽي جو |
| ۲۱۲/۸ | سند ياء | سنداء |

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| ٢١٤/٢٨ | قُول قُلي نہ | قَل قَلي نہ |
| ٢١٥/١٥ | ٻَرين. | ڀَرِيَن. |
| ٢١٥/حاشيه | جي آخري سٽ ۾ هيٺين طرح اضافو ڪريو: هن ڪان هيٺيون بيت داناء سگهڙ حاجي سرماڻ خان ٻگهياڙ ۽ سگهڙ حاميد خان رند جي زباني قلمبند ڪيو ويو. | |
| ٢١٦/٢٥ | مان ملان تنهن دلبر ڪي | مانَ ملان محبوب ڪي |
| ٢١٧/١٤ | سُوار | سَوار |
| ٢٢٤/٢،١٤ | دادو، | دادو ضلعي، |
| ٢٢٤/حاشيه | جي پهرين سٽ ۾ هيٺين طرح اضافو ڪريو: محمد خان لغاري (عمر هڪ سؤ ڪن ورهيہ ٢٣- جنوري ١٩٥٨ع تي ڄڏهن مائس قصبي ۾ ڪچهري ڪئي) چيو تہ | |
| ٢٢٥/٢٠ | قادر چئي | قادو چئي |
| ٢٢٦/حاشيه | ** سنہ مرحوم | ** مرحوم |
| ٢٢٧/٨ | چاسنگر | چاسينگر |
| ٢٩٩/٣ | پَربهنُ | پَرين |
| ٢٣٠/٧ | چُوڙَ | چُور |
| ٢٣٧/حاشيه | (آخري سٽ) ان ۾ | تہ |
| ٢٣٩/٨ | ہ | × |
| ٢٤١/١٤ | سونهن | سورهن |
| ٢٤٢/٨ | اميدن پرڊي | اميدن پرڊي جي مقام ۾ |
| ٢٤٥/حاشيه | * چنيءِ | چيءِ |
| ٢٤٨/٦ | سو اه | سوراه |
| ٢٥١/٧ | گفتگو | گفتو |
| ٢٥١/١٧ | مون نہ | مور نہ |

| صفحو/سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| ٢٥٤/٢١ | سبحان | سبحان |
| ٢٦١/٣ | وسهير | وسيهر |
| ٢٦٢/٢٦ | مٿڪرڻ | مٿرڪڻ |
| ٢٦٨/١٣ | ڪار ڪنيڙا | ڪارا ڪنيڙا |
| ٢٧١/٢٦ | آيا عشق ارن | جي آيا عشق ارن |
| ٢٧٥/٢١ | ماريو | ماريون |
| ٢٧٨/١٨ | نٿ ۾ پئي | نٿ پئي |

SINDHI FOLKLORE & LITERATURE
BOOK - ELEVEN

# SINDHI SINGĀR POETRY

Investigated & Edited
by
N. A. BALOCH
M. A. LL. B. (Alig.), M. A. Ed. D. (Columbia, N. Y.)

SINDHI ADABI BOARD
HYDERABAD SINDH
PAKISTAN
1407 H./1986

# PREFACE

This is the eleventh book, in serial order, compiled under the Sindhi Adabi Board's Folklore and Literature Project, approved in 1986 for collection, compilation and publication of Sindhi folklore

Work on this project started in January 1956, and the first two years were devoted mainly to the collection of the oral tradition and written record. The oral tradition was reduced to writting through a net-work of field workers. one stationed in each taluka (a district unit) area. The compilation and publication work commenced from 1959. So far 38 volumes have been published and this is 39th which is being issued now.

This book pertalns to Sindhi Singar Poetry—its origin, early development and later history. The chapter-wise contents are summarized below to indicate the substance and scope of this work.

CHAPTER - 1(pp. 1-33). The Perspective. Rasa and Shringar Rasa; the Hindi Singhar Rasa poetics; Nayaka Bhed; Solah & Barah Singhar; Examples from Mohammad Ja'isi's 'Padmavat' and from the later popular imagery of the ideal beauty of 'Padmani'; Hindi Singhar Rasa compositions reaching Sindh through the Hindostani retenue of the Mughal governors of Bakhar and Thatta in Sindh and also through the mutilated bardic tradition of the neighbouring Rajasthan regions particularly through the 'Dhola - Maru' folklore.

CHAPTER - II ( pp. 34 -- 77 ). Sindhi Singar Poetry. Its stylistic development with the employment of multiple synonyms mastered through the terminology of *Dahasnama*; its distinctive features: the expanding orbit of similes and metaphors; an all-inclusive concept of 'beauty'; human beauty enhanced in conjunction with nature's beauty (e. g. the beautiful maid working in the natural environment of colourful clouds, the drizzle, the rainbow, and the green pasture); the concept of unique unsur-

passable beauty of the beloved; the highly qualitative notions of beauty in term of fragrance, softness, radiance and sweetness; the Sufistic spiritualised view of 'Ideal Beauty', the Holy Prophet (PBUH) being the model of beauty in form and behaviour.

CHAPTER - III (pp. 78 - 116). Jalal Khattri as the Leading Light in the Firmament of Sindhi Singar Poetry. A washerman - cum - dyer by profession, Jalal belonged to Moondar in the present Dadu district and died by about 1740 A. C.(?). From the turn of the 17th century onward, he developed and perfected the 'Sindhi Singar Poetics' in terms of creative themes, ingeneous similitudes, artistic expression and superb imagery.

CHAPTER - IV (pp. 117 - 130). Contemporaries of Jalal. Nine poets (whose composition discovered) were the most likely contemporaries of Jalal on the basis of their style and expression.

CHAPTER – V (pp. 131 – 158). Poets of the Next Period. Compositions of nineteen poets who flourished during the second half of the 12th century A. H. / 18th century A. C.

CHAPTER – VI (pp. 159–235). Poets of the Talpur Period. Fifty poets of this period (1196–1259 A.H./1786–1843. A.C.) whose compositions have been laid under contribution. Some of them probably survived until the next period of British colonial rule (1843–1947), but the era of 'Sindhi Singar Poetry' came to an end with the dawn of the 20th century.

CHAPTER–VII (pp 236–286). The Present Period (1955–1986). Interest in 'Sindhi Singar Poetry' has been revived during this period. Compositions of cantemparary poets.

Islamabad — N. A. Baloch

20 September 1986.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي ڄڱَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙَهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٹٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

> وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
> - اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)